# اکر اکر ۾ اسرار

(محمد فقير ۽ محمود فقير کتياڻ جي ڪلام جي لغت)

تحقيق ۽ ترتيب

**عنايت اثر**



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ

# اکر اکر ۾ اسرار

(محمد فقير ۽ محمود فقير کٽياڻ جي ڪلام جي لغت)

تحقيق ۽ ترتيب

**عنايت انڙ**




**سنڌي لئنگئيج اٿارٽي**

حيدرآباد، سنڌ

2014ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد جو ڪتاب نمبر (204)


اکر اکر ۾ اسرار (محمد فقير ۽ محمود فقير کٽياڻ جي ڪلام جي لغت)
تحقيق ۽ ترتيب: عنايت انڙ
ڇاپو: پهريون
سال: 2014ع
تعداد: 1000
قيمت: 400 روپيا

**Catalogue Reference**
Unar, Inayat
Akhar Akhar me israr
(A dictionary of Poetry of Muhammad Faqir and Mehmood Faqir Khatian)
Sindhi Language
Sindhi Language Authority,
Hyderabad Sindh.
ISBN: 978-969-625-019-7

**Akhar Akhar me israr** (A dictionary of Poetry of Muhammad Faqir and Mehmood Faqir Khatian)

By: Inayat Unar
Edition: First 2014
Quantity: 1000
Price: Rs. 400 /=
Composed by: Hussain Memon & Muhammad Bux Bhangar
Title: Asadullah Bhutto
Printed by: .
Published by: Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority Hyderabad, National Highway, Hyderabad, Sindh,71000, Pakistan.
Tel: 022-9240050-53
Fax: 022-9240051
E-mail: sindhila@yahoo.com
Website: www.sindhila.org

---

هيءُ ڪتاب، تاج جويي، سيڪريٽري سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، ميسرس ........................، مان ڇپرائي، اداري جي آفيس، نيشنل هاءِ وي، حيدرآباد سنڌ مان پڌرو ڪيو.

# فهرست

# ارپنا

امان جي نالي!!

ماءُ، هِن ڪائنات جي اُها عظيم هستي آهي، جنهن جي ڪنهن سان بہ ڀيٽ نٿي ٿي سگهي! هِن ڪائنات جي وجود کي سُونهن بخشڻ ۾ ماءُ جو بہ وڏو ڪمال آهي!

اِها اُها بي مثال هستي آهي، جيڪا ٻار کي پهريون پيرو پنهنجي ٻوليءَ ۾ لولي ڏئي، ٻوليءَ جو تحفو ڏيندي آهي، جنهن جي مدد سان پوءِ اُهو ٻار پنهنجن جذبن، احساسن ۽ خيالن جي اظهار جو ذريعو حاصل ڪرڻ سِگهي ويندو آهي!

آئون پنهنجو هيءُ قلمي پورهيو، پنهنجي امڙ جي نالي ارپيان ٿو، جنهن نہ رڳو مون کي منهنجي ٻولي ڏني، پاٻوهہ ۽ پيار مان مامتا ڀري لولي ڏني، پر منهنجي هڪ مثالي تربيت ڪري، مون کي جيئڻ جو هُنر سيکاريو، حالتن جو مقابلو ڪرڻ جي سَگهہ ۽ سُرت بخشي ۽ منهنجي وجود کي قائم رکڻ لاءِ اُهو ڪردار ادا ڪيو، جو اڄ آئون پاڻ کي هن مقام تي پهچائي سگهيو آهيان.

سندس عظمت، سندس پورهيت هٿن ۽ سندس جبل جيڏي حوصلي جي مهانتا آڏو آئون اڄ بہ پنهنجو سر جهڪائي، سلام ٿو پيش ڪريان.

شال خدا، سندس شفقت ۽ چانورو، مون تي قائم رکي!

۽ آرزو اٿم تہ سندس عظمت جو احساس، سدائين ساهن ۾ سلامت رکندو رهان!

امان! ڪتاب توکي ارپيان ٿو.

تنهنجو پُٽ

عنايت انڙ

# پنهنجي پاران

جُڳن کان جيئري، سنڌ سونهاري جي ادبي تاريخ جا جڏهن ورق ورائجن ٿا ته جيجل سنڌ جو هر دور، سونهري دور ٿو محسوس ٿئي. هر دور ۾ ڪيترائي شاعر، سگهڙ ۽ ڏاها ادبي آسمان تي پوري آب و تاب سان چمڪندي نظر ايندا رهيا آهن. سنڌ جي سپوت شاعرن سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي ٿرن برن، سنڌ جي جبلن ۽ جهنگن، سنڌ جي ساون پٽن ۽ پوٺن، سنڌ جي سانگين ۽ جهانگين، گاهن ۽ گلن، ولين ۽ وڻن کي پنهنجي ڪلام ۾ سموهيو آهي.

انگريزن جي دور ۾ جتي نثر ۾ لکندڙن، سنڌي ٻوليءَ کي جديد لاڙا ۽ نيون جهتون ڏنيون، اتي صوفي شاعرن به پنهنجو ڪردار خوب نڀايو آهي. صوفين سڄڻن، سنڌ جي ڪلاسيڪي صنفن جهڙوڪ: بيت، وائي ۽ ڪافي ۾ خوب طبع آزمائي ڪري هنن صنفن کي هميشه لاءِ امر ڪري ڇڏيو. هن دور جي مشهور صوفي شاعرن ۾ فقير قادر بخش بيدل، محمد محسن بيڪس، حمل فقير لغاري، حسين فقير ديدڙ، شاهه محمد ديدڙ، مخدوم امين محمد، رمضان ڪنڀر، چتو سانگي، پير رشيد الدين، پير رُشد الله، فقير غلام حيدر تيرهيو، شاهه نصير الدين نقشبندي، حسن بخش شاهه، مصري شاهه، قطب علي شاهه، روشن علي شاهه، سيد مهدي شاهه، فقير ولي محمد لغاري، سيد صاحب ڏنو شاهه، حاجي خانڻ چنجڻي، زمان شاهه ساقي، مننار فقير راڄڙ، سيد رکيل شاهه، محمود فقير ڪٽياڻ، خواهه محمد فقير ڪٽياڻ ۽ ٻيا هئا.

مصري شاهه، محمود فقير ڪٽياڻ، فقير ولي محمد لغاري ۽ محمد فقير نه فقط همعصر شاعر هئا بلڪ هڪ ٻئي جا پاڙيسري به هئا. چئني جو ڪلام ڇپجي چڪو آهي. محمود فقير جو ڪلام 1959ع ۾ ”ڪلام محمود فقير ڪٽياڻ“ جي نالي سان ڇپيو، وري نه هن جو ٻيو ايڊيشن سامهون آيو ۽ نه ئي متس ڪو تحقيقي ڪم ڪرڻ جي ڪنهن ضرورت محسوس ڪئي. اهڙي طرح محمد فقير ڪٽياڻ جو ڪلام ”منطوق محمدي“ جي نالي سان 1950ع ۾ ڇپيو ۽ تنهن ڪانپوءِ 2002ع ۽ 2008ع ۾ وري ساڳيو مجموعو ڇپجي چڪو آهي، پر ان تي به ڪو تحقيقي ڪم ٿي نه سگهيو آهي. ٻنهي شاعرن جي شاعري لوڪ ادب جي ڪاڻ آهي پر اڄ جو نوجوان ان کان بي خبر آهي، ان ڪري گهڻي وقت کان هنن شاعرن جي ڪلام تي ڪم ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي رهي هئي. مان جڏهن 2005-06ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم اي (سنڌي) ڪري رهيو هئس ته مون کي سنڌ جا سمورا شاعر ۽ اديب، ادبي تاريخن ۾، آسانيءَ سان ملي ويا هئا، پر محمود فقير ۽ محمد فقير ڪٽياڻ جو سرسري ذڪر ڏسي ڏاڍو ڏڪارو ٿيو هئس ۽ من ئي من ۾ پنهنجو پاڻ سان وچن ڪيو هئم ته هنن ٻنهي فقيرن تي پنهنجي وس آهر ڪم ضرور ڪندس. شايد مولئٰ پاڪ منهنجي ارادي کي پروڙي ورتو هو ۽ هڪ سبب پيدا ڪيائين، جنهن ڪري هي ڪٺن ڪم آسان ٿي پيو. ٿيو هينئن، جو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي

بورڊ آف گورنرس جي ويهين گڏجاڻيءَ ۾ پروفيسر قلندر شاھ لڪياريءَ جي تجويز تي، محمود فقير ۽ محمد فقير ڪتياڻ جي ڪلام جي ڏکين لفظن، اصطلاحن ۽ محاورن جي لغت ترتيب ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو. محترم ولي محمد ڪتياڻ جي معرفت منهنجو نالو تجويز ڪيو ويو ۽ مسلسل سال کن ڪم ڪرڻ کانپوءِ هيءَ لغت تيار ٿي توهان آڏو پهتي آهي. لغت جي ترتيب هن ريت آهي:

لفظن جي سمجهاڻي: هر لفظ جي سمجهاڻي ٽن پاڱن ۾ ورهايل آهي:

(الف) پهريائين لفظ جي نحوي صورت نروار ڪئي وئي آهي (ب) ان بعد لفظن اصول ٻولي ۽ ڪوشش ڪري اشتقاق ڏنو ويو آهي ۽ ان کان پوءِ (ج) ان جي معنيٰ سمجهائي وئي آهي.

(1) لفظن جي نحوي حالت نروار ڪرڻ لاءِ ۽ بنيادي ٻوليءَ کي نروار ڪرڻ لاءِ هيٺيون نشانيون قائم ڪيون ويون آهن:

(الف) نحوي حالت:

ذ= اسم، مذڪر.

ث = اسم، مؤنث.

ذ. صفت = صفت مذڪر

ث . صفت = صف مؤنث

صفت = صفت، مذڪر توڙي مؤنث.

(ب) بنيادي ٻوليون:

سن= سنسڪرت　　　ھ = هندي

پرا = پراڪرت　　　بل = بلوچي.

ع = عربي　　　انگ = انگريزي

ف= فارسي

(2) هر معنيٰ کي پوريءَ طرح سمجهائڻ لاءِ، ٻه يا ٻن کان وڌيڪ هم معنيٰ لفظ ڏنا ويا آهن ۽ اهڙن هم معنيٰ لفظن جي وچ ۾ ننڍي ليڪ (-) ڏني وئي آهي.

(3) جيڪڏهن ڪنهن لفظ جون معنائون هڪ کان وڌيڪ آهن تہ "دم" جي نشاني (.) سان هڪ معنيٰ کي ٻيءَ معنيٰ کان جدا ڪيو ويو آهي.

(4) هر لفظ جي معنيٰ جي هيٺان، شاعر جو بيت يا ڪافيءَ جي مصرع وغيره شاهديءَ طور ڏني وئي آهي. جيڪڏهن ٻنهي شاعرن جي ڪلام ۾ ساڳيو لفظ موجود آهي، تہ ٻنهي جو ڪلام شاهدي طور آندو ويو آهي.

(5) هر شاهدي واري ڪلام جو مڪمل مڪمل حوالو ڏنو ويو آهي.

(6) ٻنهي شاعرن جي زندگيءَ ۽ ڪلام جو مختصر احوال بہ ڏنو ويو آهي تہ جيئن پڙهندڙن کي بنيادي معلومات مهيا ڪري سگهجي.

(7) شاعرن، پنهنجي پسنديده شخصيتن جو ذڪر پنهنجي ڪلام ۾ ڪيو آهي، تنهن ڪري انهن شخصيتن جي مختصر سوانح حيات بہ حاشيہ ۾ ڏني وئي آهي.

(8) راڳ، راڳڻين ۽ موسيقيءَ جي اصطلاحن جي، ممڪنہ حد تائين وضاحت ڪئي وئي آهي.

(9) قرآن پاڪ جي آيتن ۽ حديثن جو ترجمو حوالي سميت ڏنو ويو آهي.

(10) هندو ڌرم جي اصطلاحن ۽ چئني ويدن جي بنيادي معلومات ڏني وئي آهي.

مون ڪوشش ڪري، هر لفظ جون ممڪنہ معنائون، هن لغت ۾ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ جيئن پڙهندڙن کي مطلوبہ لفظ جي هر معنيٰ، هن لغت ۾ ملي سگهي.

محمود فقير ڪٺياڻ ۽ محمد فقير ڪٺياڻ جي ڪلام جي لغت ترتيب ڏيڻ وقت هيٺ ڄاڻايل لغتون ۽ ڪتاب منهنجي مطالعي ۾ رهيا:

(1) نئين جامع سنڌي لغات (ٽي جلد) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.

(2) سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن جي لغت، ڊاڪٽر فهميده حسين.

(3) هندي- سنڌي لغت، محمد پناھ قرڙو.

(4) فيروز اللغات (اردو) مولوي فيروز الدين.

(5) فرهنگ فارسي (اردو() مولانا محمد رفيع ۽ مولوي حڪيم ابوالفضل محمد.

(6) سنڌي ادب جي تاريخ (ٽي جلد) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو.

(7) انسائيڪلو پيڊيا سنڌيانا. (جلد پهريون) نگران: ڊاڪٽر فهميده حسين.

(8) غير سامي مذهبن جا باني. الطاف جاويد/ جاويد ميمڻ.

(9) توريان جيڪرتند، اظهر سمون.

(10) جامعہ راشديہ. مرتب: مفتي محمد رحيم سڪندري.

(11) ديوانِ مسڪين، سيد حزب الله شاھ راشدي، مسڪين.

(12) ڪلام محمود فقير ڪٺياڻ، مرتب محمد صالح سپيو.

(13) منطوق محمدي، محمد فقير ڪٺياڻ.

محمود فقير ڪٺياڻ ۽ محمد فقير ڪٺياڻ جي ڪلام جي ترتيب ڏنل هن لغت ۾ اصطلاحن، فقرن ۽ لفظن جون جيڪي معنائون درج ڪيون ويون آهن، انهن سان اختلاف بہ ٿي سگهن ٿا. هيءُ ڪم ڪو حتمي نہ آهي، پر هن ڪم کي شروعاتي ڪم سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ هنن صوفي شاعرن جي ڪلام ۽ ٻوليءَ تي هن سلسلي ۾

ڪم ڪرڻ جي گنجائش سدائين رهندي، پر مون کي يقين آهي ته منهنجو هي پورهيو رائيگان نه ويندو.

آخر ۾ آئون شڪريو ادا ڪرڻ چاهيان ٿو محترم پروفيسر قلندر شاهه لڪياري، ڊاڪٽر فهميده حسين، خان محمد جروار ۽ ولي محمد ڪٽياڻ صاحب جو، جن جي معرفت، مان هيءَ لغت ترتيب ڏئي توهان جي هٿن ۾ پهچائي رهيو آهيان.

12 مئي 2011ع

عنايت انڙ
ڳوٺ دين محمد انڙ

# محمود فقير ڪٽياڻ (سوانح حيات ۽ ڪلام)

محمود فقير ولد علي خان ڪٽياڻ، ڳوٺ سليمان خان ڪٽياڻ، ضلعي حيدرآباد ۾ 1852ع ڌاري پيدا ٿيو. سندس تعلق ڪٽياڻن جي هيبتاڻي پاڙي سان هو. سندس والده جو نالو "زرنار بيگم" هو، ننڍپڻ ۾ سندس والد وفات ڪري ويو، تنهن ڪري، پاڻ ڪا بہ مڪتبي تعليم حاصل ڪري نہ سگهيو ۽ پنهنجو بني ٻارو ڪرڻ لڳو. ننڍپڻ ڪان ئي سندس طبيعت فقيريءَ ڏانهن مائل هئي. طبيعتاً خوش مزاج ۽ رلڻو ملڻو ماڻهو هو. خندهہ پيشاني تہ ڄڻڪ سندس ورثو هئي. ڪل مک ۽ چرچائي بہ هو. ان جو اثر سندس شاعريءَ ۾ نمايان نظر اچي ٿو. سندس ڪلام جو ڪجھ حصو طنز مزاح تي مشتمل آهي.

محمود فقير قدبت ۾ پورو پنو هو، مٿي تي اڪثر وڏو پٽڪو ٻڌندو هو. سلوار گهڻو ڪري ڪاري ۽ ڪپڙ جو ڊگهو اچو پهراڻ پائيندو هو. ڪلهن ۾ اجرڪ يا ٿوال ضرور هوندو هئس. سونهاري مُٺ جيڏي هوندي هُئس.

محمود فقير اڪثر ڪري مهينن جا مهينا سير سفر تي نڪري ويندو هو. خاص ڪري ٿر ۾ ناري جي پاسي گهڻو ويندو هو، جتي ڪيترائي ماڻهو سندس معتقد بنجي ويا، جن ۾ مرحوم شاهہ محمد خان پرڳڙي بہ هڪ هو.

فقير صاحب عاشق مزاج ۽ حُسن جو تہ طالب هوندو هو. ڪٿي بہ ڪا سهڻي صورت ۽ من مُهڻي مورت ڏسندو هو تہ مٿس مفتون ٿي پوندو هو. سندس محبت پاڪ ۽ نظر نيڪ هوندي هئي. هڪ دفعي "نبيسر" جي پاسي ويو تہ أتي ڪي حسين ناريون کوهہ تان پاڻي ڀريندي ڏنائين تہ بي اختيار ڪافي چئي ڏنائين. سندس خاص عشق، ڳوٺ موسيٰ خان ڪٽياڻ جي رهواسي "محمد مگڻهار" سان هو. فقير صاحب جو ساڻس ڏاڍو پيار هوندو هو. چون ٿا، فقير چوندو هو "ابا منهنجو تہ محمد (صہ) جي نالي سان پيار آهي."

محمود فقير پنجويهن ورهين جي عمر ۾، پنهنجي عزيزن مان شادي ڪئي. فقير صاحب جو پنهنجي فيقءِ حيات سان بہ گهڻو پيار هوندو هو. البت شاديءَ ڪانپوءِ بہ سندس فقيري طبيعت ۾ ڪو فرق نہ آيو. ڪيس چار پُٽ ۽ چار نياڻيون پيدا ٿيون. سندس خاندان اجا تائين موسيٰ خان ڪٽياڻ ۾ رهندو آهي.

فقير صاحب پهريائين لنواريءَ وارن بزرگن جو معتقد هو، پر پوءِ سگهو ئي محمد مگڻهار جي مرشد، پير موج علي شاهہ (تندوالهيار) واري جو مريد ٿيو. فقير صاحب، پنهنجي ڪيترين ئي ڪافين ۾ پنهنجي مرشد جي تعريف ڪئي آهي. تنهن ڪانسواءِ پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي رح ۽ سندس اولاد ڏانهن بہ سندس رغبت ۽ لاڙو هوندو هو. تنهن ڪري سندس خاندان اڄ سوڌو پير صاحب پاڳاري جو مريد آهي.

محمود فقير جي دور ۾ ڪيترائي صوفي شاعر ۽ اهل الله موجود هئا، جن سان فقير

جون رهاڻيون ٿينديون رهنديون هيون. فقير صاحب جي خاص صحبت، ڪافين جي بادشاهه حضرت سيد مصري شاهه امام رضوي، فقير نواب ولي محمد لغاري ۽ سيد سلطان علي شاهه جن سان هئي. حضرت مصري شاهه کيس چوندا هئا تہ ”تون شاهوڪار شاعر آهين.“

زندگيءَ جي پڇاڙڪن سالن ۾، فقير صاحب کي ”ٻڙد واءُ“ جي بيماري ٿي پئي، جنهن کيس ڏاڍو لاچار ڪري ڇڏيو. هن ئي بيماريءَ وگهي 1907ع ۾ وصال ڪيائين. سندس آخري آرامگاهہ ”پير حاجي رتناڻي“ واري قبرستان ۾ واقع آهي.

شاعري:

محمود فقير جي زندگيءَ ۾ يا سندس وفات کان سُتت پوءِ، ڪنهن کي سندس ڪلام سهيڙڻ جي ضرورت محسوس نہ ٿي، پر فقير صاحب سان محنت ڪرڻ وارا ڪي موچارا ماڻهو، پنهنجي حافظي ۾ محفوظ ضرور ڪريو وينا هئا. ائين ئي 52 سالن جي ڊگهي عرصي ڪانپوءِ ڳوٺ ابوطالب سپيو جي رهواسي مرحوم محمد صالح سپيو کي محمود فقير جي ڪلام سهيڙڻ جو خيال پيدا ٿيو. محمد صالح سپيو هڪ سال تائين مختلف ماڻهن کان، فقير جو ڪلام ٻڌي نقل ڪندو رهيو ۽ آخرڪار ”ڪلام محمود فقير ڪٽياڻ“ جي نالي سان، 1959ع ۾ منظر عام تي اچي ويو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ ڇپايو هو. تنهن ڪانپوءِ سال گذري ويا، نہ ئي هن مجموعي جو ٻيو ايڊيشن آيو ۽ نہ ئي ڪنهن کي وڌيڪ تحقيق ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي.

”ڪلام محمود فقير“ کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، پهرين حصي ۾ 76 ڪافيون ۽ 2 بيت آهن، جڏهن تہ ٻيو حصو ”متفرقہ“ ڪلام تي مشتمل آهي، جيڪو هيٺين عنوانن تي آڌاريل آهي. فقير صاحب ۽ گنگو مينگهواڙ، ڏمالي ۽ جوٽس جو جهڳڙو، محمود فقير ۽ بيگم جي ملاقات، ٿيهہ ڏينهن، مُلي ۽ مواليءَ جو جهيڙو، خيري ۽ سيائيءَ جو جهيڙو ۽ هڪ سي حرفي.

فقير صاحب جو گهڻو تڻو ڪلام سنڌي ۽ سرائيڪي ٻوليءَ ۾ آهي. البتہ ”گنگوءَ واري ڪردار ۾ مينگهواڙي ٻوليءَ جا لفظ، پڻ ڪتب آندا اٿس. فقير صاحب جي ڪافين جو وڏو موضوع وحدانيت، سسئي پنهون ۽ عمر مارئي جا لوڪ داستان آهن.

فقير صاحب جي شاعريءَ ۾ وزن جي گهٽ وڌائي وڏو عيب آهي پر انهيءَ جا ٻہ ٻہ سبب ٿي سگهن ٿا. هڪ اهو تہ فقير صاحب اٽپڙهيل هو ۽ پنهنجي لا اُبالي طبيعت جي ڪري هن کي هڪ هنڌ ويهڻ نٿي آيو جو ڪنهن استاد شاعر جي صحبت مان ڪجهہ سکي وٺي ها. ٻيو سبب اهو ٿي سگهي ٿو تہ فقير صاحب جو ڪلام، جن ماڻهن جي واتان ٻڌي نقل ڪيو ويو هو، اهي سڀ اٽپڙهيل ۽ پوڙها هئا، تنهن ڪري گمان غالب آهي تہ ويسر جي ڪري ٻہ وزن ۾ گهٽ وڌائي ٿي هجي! وزن ۾ جهول هجڻ جي باوجود سندس ڪلام ۾ رواني، موسيقيت، سلاست ۽ اندرئين قافئي جي ڪري، وزن وارو جهول ڪافي قدر لڪيو وڃي ٿو.

سندس ٻولي نج، سليس ۽ عوامي آهي. خوبصورت محاورا ۽ تشبيهون استعمال ڪيون اٿس. سندس مزاحيہ ڪلام ۾ بہ سٺي منظر ڪشي ڪيل آهي. ”خيري ۽ سيائيءَ جي جهيڙي“ ۾ عورتاڻا لفظ، محاورا ۽ اصطلاح ڪتب ٿيل آهن. مُلو، موالي ۽ گنگوءَ جا ڪردار بہ جاندار ڪردار آهن. ماحول ۽ ڪردار حقيقي رنگ ۾ پيش ڪيا اٿس. اسان چئي سگهون ٿا تہ محمود فقير، پنهنجي دور جو هڪ بهترين سُگهڙ هو ۽ سندس ڪلام ۾ سُگهڙائپ واضح نظر اچي ٿي.

# محمد فقير کٽياڻ (سوانح حيات ۽ ڪلام)

محمد فقير ولد رئيس حيدر خان کٽياڻ 1296ھ بمطابق 1878ع ۾ ڳوٺ سليمان کٽياڻ (ضلع حيدرآباد) ۾ پيدا ٿيو. وقت جي رواج مطابق قرآن شريف، سنڌي ۽ فارسيءَ جي ابتدائي تعليم حاصل ڪيائين. ننڍپڻ ۾ ئي سندس والد وفات ڪري ويو، تنهن ڪري، سندس تعليم جو سلسلو منقطع ٿي ويو. تنهن هوندي به فرصت جي وقت مولوي حاجي عبدالرحمان سمي صاحب کان طب توڙي فارسيءَ جي وڌيڪ تعليم حاصل ڪندو رهيو. فقير صاحب رئيس غلام محمد ٻرڳڙي وٽ سندس زمين چنڌهل تي عام مختيار ٿي وڃي رهيو. جتي سندس ملاقات فقير محمد هاشم مجذوب سان ٿي. محمد فقير جي فقيري طبيعت کي هيءَ نوڪري نه آئڙي، تنهن ڪري هيءَ نوڪري ڇڏي ڏنائين.

فقير صاحب نوڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ اچي ڳوٺ ۾ رهيو ۽ ڪي ڪورائي فقير سندس صحبت ۾ رهڻ لڳا. راڳ ويراڳ سان فقير صاحب جي تمام گهڻي محبت هوندي هئي.

فقير صاحب جي دل فطرتاً حسن ڏانهن مائل هئي ۽ مجازي عشق به ڪيس گهڻيون مهميزون چڪايون. سندس آواز ۾ وڏو ميناج ۽ اثر هو، جنهن ڪري راڳ سندس واسطي روح جي راحت بنيو.

محمد فقير جا وڏا اصل کان پير سائين حضرت محمد راشد روضي ڌڻي رح جا مريد هئا ۽ پاڻ به وڃي پير صاحب پاڳاري حضرت شاهه مردان شاهه عرف ڪوٽ ڌڻيءَ کان توحيد جي تلقين ورتائين. فقير صاحب جي پنهنجي مرشد سان تمام گهڻي عقيدت هئي. جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي (1914ع) ۾ انگريزن پير صاحب پاڳاري کان لڙائيءَ لاءِ ڪجهه نقدي امداد توڙي، بهادر فقيرن مان رنگروٽ طلب ڪيا ته فقير صاحب فوج ۾ ڀرتيءَ واسطي درگاهه شريف تي وڃي پهتو، پر فقير صاحب رياضتن ۽ مجاهدن جي ڪري ڪمزور ٿي چڪو هو، تنهن ڪري ڊاڪٽر ڪيس ناپاس ڪيو پر فقير صاحب جو صدق ڏسي، پير صاحب جي سفارش سان فوج ۾ ڀرتي ٿي محاذ تي ويو. محاذ تي غازين سميت سلامت وطن موٽي آيو.

فقير صاحب جو پنهنجي مرشد جي هڪ ٻئي درويش ميان داد فقير سان به پريت جو پيچ هوندو هو. فقير صاحب وقتاً فوقتاً ساڻس سالڪانه صحبتون ڪرڻ وٽس ويندو هو.

فقير صاحب جي ڳوٺ جي ويجهو هڪ مشهور صوفي شاعر ۽ اهل معرفت فقير نواب ولي محمد لغاري تاجپور ۾ رهندو هو. فقير ولي محمد سائينءَ، فقير صاحب کي پنهنجي شاعري مطالعي ڪرڻ لاءِ ڏنائين ۽ راهه سلوڪ ۾ به سندس رهنمائي ڪيائين.

ان وقت حضرت غوث الحق مخدوم سرور نوح رح جن جي درگاهه جو سجاده نشين مخدوم ظهير الدين عرف مخدوم ڀَرُوُ جام جن هئا. سندن ولي عهد هڪ نيڪ سيرت ۽ نيڪ مرد جناب مخدوم غلام محمد جن هئا. هڪ عجيب اتفاق بنيو، جو سندس ۽ فقير صاحب جي

وچ ۾ الاهي انس جو رشتو قائم ٿي ويو. هالا ۾ حضرت پکن ڏٽي جي قبي ۾ فقير صاحب هڪ مهينو مراقبو بہ ڪيو هو. فقير صاحب ائين بہ چوندو هو تہ ”اسان کي حضرت پکن وارن صاحبن کان باطني عشق جي راهہ ۾ امداد ٿيل آهي.“

محمد فقير 63 ورهين جي ڄمار ۾، اڱاري جي ڏينهن 7 محرم الحرام 1360هہ بمطابق 4 فيبروري 1941ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري، پنهنجي حقيقي محبوب سان وڃي مليو.

## شاعري:

محمد فقير جو سڄو ڪلام ’منظوق محمدي‘ جي نالي سان، قبلا سائين مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ 1950ع ۾ پهريون ڀيرو ڇپائي پڌرو ڪيو. 52 سالن جي طويل عرصي ڪانپوءِ، رئيس احمد خان ڪٽياڻ، هن مجموعي جو ٻيو ڇاپو 2002ع ۾ ۽ ٽيون ڀيرو 2008ع ۾ منظر عام تي آندو. محمد فقير جو سڄو رسالو مختلف راڳن ۽ راڳڻين ۾ ورهائي، ترتيب ڏنل آهي. محمد فقير جو سڄو ڪلام 42 سُرن تي مشتمل آهي. فقير صاحب جو 95 سيڪڙو ڪلام ڪافي ۾ چيل آهي ۽ باقي ڪلام پنهنجي دور جي مقبول صنفن ۾ چيل آهي، جنهن 275 بيت، 4 سي حرفيون ، 1 هفتو ۽ 1 مثنوي شامل آهي.

اسلوب بيان خواهہ معنىٰ جي لحاظ سان سندس ڪلام نرالو آهي ۽ جنهن تي فقير صاحب جي شخصيت ۽ ذاتي فڪر جو گهرو رنگ چڙهيل آهي. هن قسم جو امتيازي ڪلام نسبتاً زياده آهي. حقيقت ۾ اسلوب بيان جي جدت ۽ فڪر جي عبقريت، فقير صاحب جون بہ امتيازي خصوصيتون آهن.

سرائيڪي ٻولي فقير جي مادري زبان هئي، هو سنڌ جي سرزمين جو نيپاج هو ۽ سنڌ جو چپو چپو گهمي ڏٺو هئائين، تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ تي بہ ملڪو هئس. ان کان علاوه فارسي، عربي، هندي ۽ موسيقيءَ جي اصطلاحن جي بہ پوري پروڙ هئس. مختلف ٻولين جي ڄاڻ ڪانسواءِ سندس ذاتي تجربي ۽ مخصوص شغلن بہ سندس واسطي مختلف الفاظ ۽ محاورا مهيا ڪيا، جن کي پنهنجي خيالات جي اظهار لاءِ پوري طرح استعمال ڪيو اٿس.

فقير صاحب کي لغت جي وسيع ڄاڻ هئي، جنهن جي ڪري الفاظ ۽ قافيہ سندس واسطي ارزان ٿيا ۽ شعر سهل ۽ آسان بنجي پيو آهي، جنگ جا محاورا، سندس جذبي ۽ جوش لاءِ موزون بنيا. ٻوليءَ جي وسعت سان، جي چاهيائين تہ ڪلام جي مختلف مصراعن کي علحده تجنيس حرفي جي صفت سان سينگاريائين.

حُسن جي هلان ۽ مجازي عشق جي مهميزن، سندس طبيعت ۾ جذبہ جوش جو اهو طوفان پيدا ڪيو، جنهن جو زور، سندس ڪلام توڙي ڪردار ۾ نمايان رهيو، سچائي ۽ بي ريائي سندس طبيعت جا جز ۽ جوهر هئا ۽ انهيءَ ڪري پنهنجي حال کي قال جي پردي ۾ ڪين لڪايائين. فقيري حال آيس تہ ڪفني ڳچيءَ ۾ وڌائين، ڳايائين تہ نچي نچي ڳايائين. رقص

ڪيائين تہ سر بازار ڪيائين ۽ مئڪشي ڪيائين تہ بہ بانگ - دُهل ڪيائين.

جيئن تہ اسين پهرين وضاحت ڪري چڪا آهيون تہ فقير صاحب پنهنجي طالبن جو هڪ ٽولو بنايو ۽ سازن جي پوري وڄت سان ڳائڻ ۾ محو رهيو. راڳ جي ڪيس پوري ڄاڻ هئي ۽ سُر تار جو شيدائي هو. فقير صاحب جي نظريي مطابق هن ڪائنات جي ابتدا توڙي وجود، سُر تار جي تنظيم تي مبني آهي. پاڻ چوندو هو تہ ”ذاتي تعاليٰ لفظ ڪُن“ بہ سُر سان آوازيو، تڏهن ڪائنات پنهنجي مڪمل تنظيم سان وجود ۾ آئي. راڳ، سُر تار ۽ سازن جي معلومات سندس واسطي، انهن فنن جا خاص الفاظ، محاورا ۽ اصطلاح ارزان ڪيا، جن ڪي پنهنجي خيالات جي اظهار خاطر پوريءَ طرح استعمال ڪيائين.

سندس شخصيت جي خوبين توڙي خامين جو عڪس، سندس ڪلام ۾ نمايان نظر اچي ٿو. جرئت رندا نہ، خودي ۽ خود خيالي، دم جي ڌُن، خيال جي تلاش، جلالي جذبو، مستي ۽ موج، راڳ ۽ رقص، مئڪشي ۽ مدهوشي، اهي مڙيئي نہ صرف سندس ڪلام جا عنوان آهن، بلڪ ان جو مغز ۽ روح آهن. انهن خصوصيتن سبب سندس فڪر بہ جملہ ڪافي گو شاعرن ۾ هڪ امتيازي حيثيت رکي ٿو.

# ناشر پاران

ڪجهه سال اڳ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس ۾ پبلڪيشن ڪميٽيءَ طرفان ”سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن جي لغت“ جي تسلسل ۾سنڌ جي ڪيترن رهجي ويل ڪلاسيڪي شاعرن سان گڏ ٻين وچئين دور جي ۽ جديد دور جي اهم شاعرن جون لغتون جوڙڻ جي منظوري ڏني هئي. هن وقت موجود ”ڪلاسيڪي شاعرن جي لغت“ ۾ قاضي قادن کان خليفي نبي بخش تائين ڏهن شاعرن جي ڪلام ۾ موجود ڏکين لفظن جي معنائون شامل آهن. اُها لغت منهنجي نگرانيءَ ۾ شاهه لطيف چيئر پاران تيارڪئي وئي هئي جنهن جي ايڊيٽنگ ۽ ترتيب ڪرڻ مهل ئي مون کي احساس ٿيويو هو تہ اجا بہ ڪيترا شاعر رهجي ويا آهن جن جي لغتن جوڙڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. شاعر جيئن تہ ٻوليءَ جا وينجهار هوندا آهن ۽ اهي پنهنجي دور ۾ پنهنجي علائقي جي لهجي جي مخصوص لفظن، اصطلاحن ۽ بناوتن کي پنهنجي انداز ۾ استعمال ڪندا آهن ان ڪري انهن کي سمجهڻ لاءِ ۽ اهو ذخيرو گڏ ڪرڻ لاءِ پڻ اهڙين لغتن جي ضرورت پوندي آهي. ان سلسلي ۾ اٿارٽيءَ طرفان اڳ ۾ هڪ لغت ”اکر اکر آرسي“ نالي سان شايع ٿيل آهي ۽ هيءَ ٻي لغت اوهان جي هٿن ۾ آهي جيڪا محترم عنايت انڙ تمام محنت سان تيار ڪئي آهي.

محمود فقير ڪٺياڻ ۽ محمد فقير جي ڪلام ۾ سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام گڏيو پيو آهي ان ڪري پڙهندڙن کي هن لغت ۾ سنڌي ۽ سرائڪي لفظ گڏيل نظر ايندا. جيئن تہ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ شهرن ڳوٺن پاڙن ۽گهرن ۾ سنڌي ۽ سرائڪي هڪ ٻُليءَ جي ٻن لهجن طور مروج آهن ۽ منجهن لفظي خزانو يا شبد ڀنڊا (Vacubulary) ٿوري فرق سان يا تقريبن ساڳيو آهي ان ڪري انهن جو هڪ ئي لغت ۾ هئڻ هڪ طرف نئين روايت آهي تہ ٻئي طرف هڪ ماءُ جي ٻن ڌيئرن طور انهن کي هڪ لڙيءَ ۾ پوئڻ سان منجهن هڪجهڙائيءَ ۽ فرق جي بہ خبر خبر پوندي جنهن جو لساني مطالعو پڻ اهم ٿيندو.

اسان کي اميد آهي تہ هيءَ لغت سنڌي ادب جي شاگردن، استادن ۽ پڙهندڙن کي پسند پوندي.

**ڊاڪٽر فهميده حسين**

15 فيبروري 2015ع

# الف

- **آبُ:** ذ [ف؛ سن. 1. آپ= پکڙڻ. 2. آوا= مٿان جو پاڻي- آسماني (برسات جو) پاڻي] نير- جَل- ينهن- برسات- بارش. اوجر- چلڪو- تجلو. مان- عزت- شان.

**جوڙيئي آدم ذات صفات وچون، گڏ آب عجب الثبات وچون،**

**رکيئي رمزِمن الروحي دي ذات وچون، کر حڪم صحي سِر نانوَڻ دا.**

(محمد فقير، سُر توڙي،ڪافي- 1. ص. 215)

**رُلاءِ ڪيم رَندن تي، رک آخُوندن جو آب.**

(محمود فقير، موالي، ص. 128)

- **آبِ حَياتُ**: ذ. حياتيءَ جو پاڻي- اُهو پاڻي جنهن جي پيئڻ سان دائما زندگي حاصل ٿئي- آب بقا- امرت جل- آب خضر. ٿڌو ۽ مٺو پاڻي. (اصطلاحاً) ڪا بہ اهڙي شيءِ جا زندگيءَ کي جاودان بنائي.

**پيئان ٿو آب حيات حُسن سان،**

**صُراحي سُرخ سُر ساز سُخن سان.**

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي- 26، ص- 120)

- **آتم گيانِي**:ث.خود شناسي (جا مرشد هٿان حاصل ٿئي) .ذ. صفت. پاڻ سڃاڻيندڙ- خودشناس.

**آپ گنواڪي آپ پڃاني، صوفي سُرت سُڄاني، آتم گياني.**

(محمد فقير، سرتلنگ، ڪافي- 56، ص- 97)

- **آتَڻُ:** ذِ. [سن. 1. آرتن= هُنر جي ڪم وارو هنڌ، هُنر گهر.2. آ= چوڌاري+تن= ڪَتڻ] گڏجي ويهي سُٽ ڪتڻ جي جاءِ. وصال جي منزل يا مڪان. گڏجاڻي- ميلاپ.

**چشمان چرخا ڪيتا چُو، ڪينوين آتڻ تي مئين آوان.**

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-5، ص-148)

- **آتش:** ث.[ف] آڳ- باهہ- ڄيرو- سوز- درد. ڏرشنا- اُڄَ- اُساٽ.

**آتش بازي اکين واري، پشي آڙهہ آنبہ وارو،**

**اڇي انحدبين بجائن ٿا.**

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-4، ص-106)

- **آثارُ:** [ع] اُهڃاڻ- علامت- نشاني. ويرانيءَ جا نشان.

**الف ميم چا گڏ، آدم اوڏا اَڏ، چلي ڪيتا سڏ، اکيان دي آثار.**

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي- چلو، ص- 243)

- **آچار**: ذ. اصل واري رواج موجب پئنچات يا امينن جو راڄُوٽي فيصلو- انصاف روءِ فيصلو. نبيرو- نِياءُ.

**عشق اکين جي اوتاري، اويڙا آچار ڪيا،**

**اَنا اَن اوقات اعليٰ، انوري آزاد سان.**

محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-7، ص-53)

- **آڇاڙو**: ذ. [سن. آ+ ڇايہ+ ڙوڪ پاڇو- سايو، سن. آڇڇَد= ڍڪڻ- لڪائڻ- پهرائڻ] ڍڪ- پوش. اوڇڻ. پائيءَ جا

پورَ- آڏيون وڏيون ڇوليون ۽ لهرون- وڏيون لهرون.

اظهار ٿي آوازي، محلي مچي مجازي،

قائم ڪري قدازي، اثبات جو آڇاڙو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-8، ص-110)

• **آخر**: ذ [ع] پڇاڙي- پُڇاڙي- اَنتُ- دنگ- ڇيھ. حَدَ- اوڙڪ. پويون ڏينھن- قيامت- آخرت. (ظرف) نيٺ- سڌان- پڇاڙيءَ ۾.

اول آخر اظهار تي، اولي اڇي انسان جي،

ارشاد سان آباد ڪيو، اسلام اعليٰ آشڪار.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-17، ص-62)

• **آخُوندَن**: واحد. آخُوند: ذ. صفت [ف. خواندن= پڙهڻ> خوان> آخون= لکڻ پڙهڻ جي هدايت يا تعليم] مذهبي تعليم ڏيندڙ- فقيھ- مُلا- سکيا ڏيندڙ- معلم استاد.

رُو لاءِ ڪيم رَندن تي، رک آخوندن جو آب.

(محمد فقير جو موالي، ص- 128)

• **آدپُرشُ**: ذ. پهريون وجود يعني خُدا.

رُوپ سَروپ اَنوپ اَنيڪي،

آدپُرش ڏُن ڏِياني ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-4، ص-175)

• **آدم**: (اسم خاص) الله جي پهرين پيغمبر جو نالو (حضرت آدم عليھ السلام). خلق- ماڻهو- آدمي.

آدم ۾ اِبليس جي فن ۾، رکي پردو پرين پارس،

بنائي بيک بازيءَ جو، عجب انسان ٿي آيو.

(محمر فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-8، ص -212)

• **آديسِي**: ذ. صفت. سِر نمائيندڙ- متو ٽيڪيندڙ- گروءَ جي حڪم ۾ (هميشھ) رهندڙ. فرمانبردار. جوڳي فقيرن جو گروھ- ڪن ڇير فقير. الله لوڪ. الائي ڪهڙي مُلڪ جو. لامڪان فقير. نصيحت ڏيندڙ.

سير سجاڻي سچ جي، وحدت واٽ وٺن،

پر ۾ پاڻ پسن، آديسي اسرار ٿي.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-258)

آديسي اڙٻنگ، تازا چڪين تنگ،

نيلا اُٺ نسنگ، هليا ويا هوايون.

(محمد فقير، ڪافي-4، ص-47)

• **آڌُوتَ**: [سن.1. آڌوت = جدا ٿيل، تياڳيل. 2. اَوَڌُو (اُو= هيٺ+ ڌوُتَ= ڌُٽيل < ڌُو= ڌُوٽڻ) جنهن دُنيوي خواهش کي ڌوٽي ڦٽو ڪيو هجي] دنيا کي ترڪ ڪندڙ- تارڪ. تياڳي فقير (دنيا سان لاڳاپو ٽوڙيندڙ) فقير، سنياسي، ويراڳي. ساڌو- جوڳي.

عاشق اسم ڪمايا، صورت اندر سمايا،

آڌوت اَن اَلايا، گلزار هو گگن ۾.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-10، ص-14)

• **آڏوتي**: ڏسو ”آڏوت“.

**جنساري جسمات، انساني اسمات،**

**اظهاري اثبات، آڏوتي عُريان.**

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-10، ص-71)

• **آرا**: واحد.آرو. دل جو لاڙو- انگل- ناز- پيار- قرب. حُب- سڪ. رُخسار ڏني مختيار ٿيس، اختيار عشق دا آرا.

(محمود فقير، ٿيه ڏينهن، ص-123)

**کهڙو مانُ ملن جو، جن جو اٿي سان آهي آر.**

(محمود فقير، موالي، ص-129)

**ڪري هٿ ۾ ’لا‘ جي ڪاتي، پا وُجود ۾ جوڙي جهاتي،**

**اسم صورت ڪر اثباتي، عاشق ٿي رکي آرو.**

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-7، ص-4)

• **آروڙي**: مصدر. آروڙجڻ. **فعل مجهول** [سن. آ+ رُٽ= ڪاوڙجڻ] **ڪاوڙ وقت مُنهن ۾ گهُنڊ پوڻ- ڪاوڙجڻ**- ڏمرجڻ.

**عشق دل انگي، وِير مُٺ دل ونگي،**

**جوڳي ڪڍِ گاروڙي، آروڙي اڙٻنگي.**

(محمود فقير، ڪافي-39، ص-67)

• **آڙاهُ**: ذ. [سن. آوَرتہ> آرَڻ= ڪُن، اوڙاه] باه جو مَچُ. ڪورو. نرڳ- دوزخ. (صفت) تمام وڏو. اٿاه- اونهو. حد درجي جو.

**باهر ڪيرو ڪيرو ڪِل ۾، اندر ۾ اڙاه،**

**’محمد‘ بي پرواه، ڪائِي متو موت تي.**

(محمد فقير، بيت-222، ص-289)

• **آڙنگ**: ذ. [سن. آ+ گهَرمَ= گرمي، پگهر] برسات کان اڳي هوا جي گهُٽ، ٻُوسٽ- رُگهہ- رونبو.

**عشق اوپارو آڙنگ ڪيڙو، وسر يا ٿول ٽڪاٽا،**

**بيشڪ بشري بيک بنائي.**

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-7، ص-70)

• **آڙو**: (آڙو پاڙو) ذ. اوسو پاسو- آس پاس- جنبو پاڙو. پاڙو - ويڙهو- اوڙو پاڙو.

**ڳايان ڳلي ڳلي ۾، اولنگهہ وڃائي آڙو،**

**پنهنجي پسي پيشاني، پُرجهي پريم پاڙو.**

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-8، ص-110)

• **آڙه**: ذ. باه جو وڏو مچ- آڙاه.

**آتش بازي اکين واري پسي، آڙه آنبہ وارو،**

**اچي انحد بين بجائن ٿا.**

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-4، ص-106)

• **آسڻ**: ذ. [پرا. آسَڻَ؛ سن. آسن ‹آس= واهڻ] ويهڻ جي جاءِ- بينڪ- گدي. پاٽاري- وِهَڪَ. آشيان- ماڳ- تڪيو- مڪان. فقيراڻو تڪيو- اوتارو- آستانو.

**الف آڏوتن جو نہ اوڇڻ تي آرو،**

**نڪو آسڻ اُس لئہ نہ آٽڻ آسارو.**

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص -247)

• **آشرما**: (آشرَم) ذ. [پرا. آسَمَ؛ سن. آشَرَمَ] ساڌن، سنياسين جي رهڻ جي جاءِ- مڙهي- ڪُٽيا. برهمڻن جي جيوت جي هڪ منزل. (آشرم چار آهن: 1. هر هماچاريہ= برهما جي پوڄا جي خيال وارو- آديسي- صوفي- ويدانتي- خدائي طالب. 2. گرهستي= گهر تڙ وارو، جو جهان ۾ وهنوار بہ ڪري ٿو. 3. وان پرست= ويدانتي علم جو طالب علم. 4. سنياس= لاتعلقي يا تياڳ جي خيال وارو). خوشيءَ جي موقعي تي ٺاهيل جهوپڙي يا ڇنو. مدرسو- اسڪول. ڌرمي اسڪول يا اصول. وڻن جو جُهڳٽو- جهنگ.

**"محمد" ڪي مهمان ورنن آشرما،**

**پڄن پيد بِرما ڪا سرگم سُنائون.**

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص-173)

• **آشڪار**: صفت [ف] ظاهر- پڌرو- ڇٽو- نروار- ڪليل.

**آخر اول اظهار ٿي، اولي اڇي انسان جي،**

**ارشاد سان آباد ڪيو، اسلام اعليٰ آشڪار.**

(محمد فقير ، سُر بهاڳ، ڪافي-17، ص-62)

• **آشيان**: ذ. [ف. آشيانہ] آکيرو- آهيرو- گهر. آستان- مڪان.

**اکين ۾ آشيان ڪيو، اچي عشق امين،**

**بقائي واري بيت، وڄائي وحدت سان.**

(محمد فقير، بيت-152، ص-281)

• **آفات**: ث [ع. آفت جو جمع آفات] آفتون- مصيبتون- تڪليفون.

**سِر دا ساناگا چاوين، هٿ لاوين، پڇي عشق آفات ڪُون.**

(محمد فقير، سُر پاهڙي، ڪافي-32، ص-138)

• **آڪرا**: واحد. آڪرو . ذ. صفت. [سن. آڪَرد آ+ ڪري= اڻ ڳِڌل، جنهن اگهہ ۾ اڳي ڪنهن بہ نہ ورتو هجي] مهانگو- گران. [سن. آڪلَ] ڪُهرو- شوخ. مغرور- هنيلو. ڪاوڙيل. ضدي- تيز- تکو.

**عاشق اڏيءَ تي آڪرا، احوال ڪن جي انوري،**

**احمر ڪيو القاب سان، حاصل تنين حج اڪبري.**

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-23، ص-66)

• **آڪان**: چوان.

**ڪِيا آڪان ڪهندي اگون، هي ڳالهہ اِي اِسرار ڊِي.**

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-261)

• **آگا**: واحد. آگو. ذ [تُرڪي. آقا؛ ف. آغا] آغا- آقا- آگا (اسم خاص) خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**ڏي ڪي دلاسا دلئون دلبر، محبوب من جا منا منور،**

آگا اچڻ جو ڪر احسان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-1، ص-9)

- **آنبہ**: ذ. [سن. انبوهہ] گوڙ- ميڙ- اجتماع. ٻاهہ جو مچ- آڙاهہ.

عشق اندر ۾ آنبہ ٻاريو، اکر عقل جا اُڏاڻا،

ايري عدم ڪان اور اَلائي.

(محمد فقير، سر لوڙائو، ڪافي-7، ص-70)

- **آنگر ڏيڻ**: هڪل ڏيڻ. (ڪنهن چوپائي کي)

ڏيوَن دڙڪي، اَٿ ڪر آنگر.

(محمود فقير، ڪافي-65، ص-86)

- **آنهڪار**: [سن. آنُ= هائو+ ڪر= ڪرڻ] هاڪار- آنڪر- مڃتا.

هرجاءِ هڪل هڪ ڪيو، حُسن کي هسوار،

ڪاٿي ڪام ڪروڌ سان، لوپي ڪٿ آنهڪار.

(محمد فقير، بيت-215، ص-288)

- **آٿا**: آٿيان، ويساهہ رکان. ڀرسو ڪريان.

مڙئي مذهب ملت جاڻان، نہ ڪنهن ڏي ڪو وهم آٿا،

مثالي ماڳ تو ماڻيان، ڪولي مشهور مئيخانو.

(محمد فقير، متفرقہ ڪلام، ص-241)

- **آٺُو**: ذ. مني پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم- ڄرڪو. (صفت) جُمهہُ ڪري ايندڙ. هاڻُو ڪري ڪائي ويندڙ- گهڻو ڪائيندڙ. اهي فقير جي پنهنجي خواهشن کي گهڻو ڪائيندا آهن.

اِي جي آٺُو، سدا نچ گاٺُو، گگن محل کي باجي بجاٺُون.

(محمد فقير، سر پيم پلاس، ڪافي-4، ص-51)

- **اَبرار**: ذ. صفت. [ع. بَرجو جمع ابرار] ڀلارا- نيڪ- صالح. تابعدار (ماءُ پيءُ جا). اولياءُ.

لام- لاهوتي لقب، عارف عجب ابرار دا.

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-262)

- **اَبرو**: ذ. [ف. اَبرو: سن. ڀرو] اک جي مٿان وارن جي ڪمان- ڀِرُون.

اَبروسن سنگينان پالي، گهُومل ندي گمسان،

درسن والي دم دم ديهِي.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-1، ص-1)

- **اَبلق**: ذ. [ع] گهوڙي جي رنگ جو نالو. اهڙو گهوڙو، جنهن جي بدن تي وڏا اڇا ڪارا (ڪارو ابلق) يا اڇا ۽ ڳاڙها (ڳاڙهو ابلق) دڙڳ هجن.

اَبلق لک گهوڙا ڏِتسُ هزارا،

سُو ڏا سُچر مَيا متارا.

- **اِبليس**: ذ. صفت [ع. بَلَس= نا اُميد ٿيڻ] وڏي شيطان جو نالو (جو پهريائين عبادت ڪري ملائڪن مقربن جي درجي کي پهتو، پر پوءِ حضرت آدم کي سجدي نہ ڪرڻ ڪري لعنتي ٿي بهشت مان تڙجي نڪتو) شيطان-

شرير. **لعنتي**- تڙيل.

آدم ابليس جي فن ۾، رکي پردو پرين پارس،
بنائي بيک بازيءَ جو، عجب انسان ٿي آيو.

(محمد فقير، سُر شام  کلياڻ، کافي-8، ص-212)

• **اَبناسِي**: صفت. ناس نہ ٿيندڙ- غيرفاني- لازوال- امر. سدا رهندڙ- ابدي. سرمدي- قيوم.

چاطر اَبناسي نرگن مُورک کيا ڀُڏواني ري.

(محمد فقير،سُر ڪونسيہ، کافي-4، ص-175)

• **اُبهلا**: (اُبهرو) تکڙو. تکائي ڪندڙ، جلدي ڪندڙ.

عاشق اُبهلا آهن اڙٻنگي.

(محمود فقير، کافي-13، ص-52)

• **اپياسي**: صفت. اپياس ڪندڙ- محنت سان پڙهندڙ.

روپ سروپي پيد اپياسي، آپي ساڌو آپ سنياسي،
ٻورن آپ پراني، پيد بيانِي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، کافي-56، ص-97)

• **اُتپَتُ**: ث. [سن. اُتپت] پيدائش- جَمُ- تخليق. رچنا- جهان جي جوڙ- مخلوقات. [سن. اُد+ پَت] هُرکر- آنتمانڊ- اُڻ تڻ- انتظار- ڳڻتي- مُونجهہ.

ثُريا وِيا پک اُتپت اندر، ثُرياجات مين جاتِي ري.

(محمد فقير، سر ڪونسيہ، کافي-13، ص-179)

• **اِتحادُ**: ذ. [ع. اِتَحدُ= هو هڪ ٿيو] ايڪو- اِتفاق- ٻڌي- ايڪتا- ميلاپ- يگانيت.

عشق جي آتش اندر، آخر اول آواز ٿي،
اتحاد آئون اتحاد آئون اتحاد آئون آهيان.

(محمد فقير، سُر جوڳ، کافي-7، ص-193)

• **اُتمُ**: صفت. [اُتمُ] سڀ کان مٿي- تمام اُتانهون- اعليٰ ۾ اعليٰ. اوچو. عمدو. وڏي درجي وارو. قيمتي- نفيس.

اُتم آواز اوپاري، سُرودي ساز سوپاري،
سُخن سر صاف سينگاري- سلان سهٽا سريجن سان.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، کافي-12، ص-189)

• **اُتون**: اُن تان.

قربان وڃان مهربان، اُتون سروان سڄي ٿولي.

(محمود فقير، کافي-11، ص-50)

• **اٽُ**: ذ. اسم، صفت يا فعل جي آخر ۾ ايندڙ پڇاڙيءَ جا اصل مفهوم کي زياده زوردار بنائي.

بنائي ڏيوَن دڙڪي اَٽ ڪر آنگر.

(محمود فقير، کافي-65، ص-86)

• **اَٽڪڻ**: مصدر. [سن. اَرگَد] وچڙڻ- ڦاسڻ. روڪجڻ- رنڊجڻ- اَڙڻُ. هٻڪڻ (ڳالهائڻ ۾). جهلجڻ- بند ٿيڻ. پاڻ ۾ ڳنڍجي پوڻ.

اَٽڪڻ جون عادتون، اکين کي آهين،
ڪٽڪ سان ڪاهين، ڪوپن جي ڪاپار تي.

(محمد فقير، بيت-163، ص-282)

• **اِثباتُ**: ذ. [ع] ثابتي- ثبوت. مضبوطي. دعويٰ. اقرار. بقاءُ (نفيءَ جو ضد). **الله تعاليٰ جي هستيءَ جو اقرار آهي.** "**ڪلمي ۾ ڏس نفي اثابت**" (لا اِلهِ) نفي آهي ۽ (اِلا الله) اِثبات آهي.

تازي طبل سان سرتاج شاهي، صمصام سُر سان ساغر صُراحي،
اِثبات عادل عارف اِلاهي، اڪبر اکين ۾ اظهر اشارو.

(محمد فقير، سر پيروي، ڪافي-8، ص-13)

• **اِثباتي**: صفت. اثبات وارو- ثابتي رکندڙ. اقراري- هائوڪاري- ڪلمي شريف جو اثباتي فقرو.

ڪري هٿ ۾ 'لا' جي ڪاتِي، پا وُجود ۾ جوڙي جهاتي،
اسم صورت ڪر اثباتي، عاشق تي رکي آرو.

(محمد فقير، سر آسا، ڪافي-7، ص-4)

• **اثرات**: واحد. اثر. [ع] نشان- علامت- آثار.

سُورِيءَ واري سيج تي، سمجهي ذات صفات،
ڪلمون اناالحق جو، آوازي اثرات.

(محمد فقير، بيت-241، ص-292)

• **اثردار**: ذ. صفت. اثر رکندڙ- خبر رکندڙ.

رهِي راڳ رنگ ۾، اثر دار انگ ۾،
صحي صاف سُنگ ۾، سُخن کي سينگاري.

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-2، ص-235)

• **اَٿَرُون**: (اَٿرويد). اسم خاص. [سن. اَٿرويدَ] هندن جي چئن ويندن مان پوئين ويد جو نالو.

ويديجر، رگ، شام اٿرون، برمان مُک پرچار ڪيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-6، ص-176)

اوم اَٿرون ويد ويراڳِي، اوم يجر رگ شام هري.

(محمد فقير سُر ڪونسيه، ڪافي-14، ص-179)

• **اَپارَ**: صفت. [اَ= نہ+ پار= پرين ڪنڌي] جنهن کي ٻيو ڪنارو نہ هجي- بي ڪنار- بي ڪنڌي- انحد- بي حد. اٿاهہ- بي انت- بي شمار- گهڻو.

پائي پاند ڳچيءَ ۾، ڪريان عرض اپار.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-2، ص-191)

• **اُپاشن**: (اُپاسنا). عبادت- پوڄا- شيوا. تعظيم. خداپرستي. مراقبو. بندگي.

ڪرم ڪُل ويدانِي، اُپاشن سِداني، گياني وگياني، ڪي سير سمائون.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص173)

• **اَجَلُ**: ذ. [ع. اَجَلُ] مقرر مُدو ٽيل- ڪُڙ. ڪُتي- قضا- موت.

نظر جي نظاري، سُرت سِر سينگاري،

وهم ڪُل وساري، اشاري اجل سان.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-47، ص-146)

• **أجلِي**: سفيد- اڇي. صاف- خالص.

پد پرڪاشي پُرجهہ پڌارت، سنت سُناوي گيان ڪٿا ڪٿ،
أنپت أجلي يگٽ يٿارت، 'محمد' مينگهہ ملارا ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-12، ص-179)

• **أجهاڻِي**: وساڻي- أجهامي وئي. ختم ٿي وئي.

لڳي آگ عشق جي، اجان نہ أجهائي.

(محمود فقير، ڪافي-33، ص-63)

• **اَجَهلُ**: ذ. صفت. [اَ= نہ+ جَهلُ] نہ جهلڻ يا روڪڻ جهڙو- أهو جهلجي نہ سگهي يا جنهن تي ضابطو نہ رکي سگهجي. اَڻ جهل- اَڻ ٽُرُ- بي حد- بي شمار- گهڻو- جهجهو.

اکين ۾ اِتحاد ٿيو، أجهل عشق اچي.

(محمود فقير، بيت-93، ص-275)

• **اُجهو**: ذ. [سن. اَشَرَيہ= قرار گاهہ پناهہ] پشت پناهہ- پردو- ڍَڪُ- بچاءُ- آسرو- سهارو. گهر- رهڻ جي جاءِ. مٿي لڪائڻ جو هنڌ.

اڙين سندو اعليٰ اجهو، احمد ظفر زمان ٿيو،
صورت واري سينگار سان، ثابوت سِر سُبحان ٿيو.

(محمد فقير، مثنوي-1، ص-297)

• **أجهورَ**: اونهون پاڻي- گهرو پاڻي- وڏو پاڻي.

اچن سي أجهورَ تي، سيئي سُجاڻا.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

• **اَحبابُ**: ذ. [ع. 'حِبُ' جو جمع] دوست- يار- سنگتي- ساٿي- مُحب- پيارا- عزيز.

احباب، ارباب، القاب احمر، اِسمات، جسمات، سُخنات سرور،
اِتحاد، آباد، ارشاد انور- اسرار، اظهار، زُنار ظالم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-53، ص-38)

• **احد**: صفت. [ع] هڪڙو- واحد. اڪيلو- تنها- يگانو. (اسم خاص) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

احد احمد، ميم محمد، فيض فقيري فهم ۾ چا ٿيو.

(محمد فقير، سُر سارنگ، ڪافي-15، ص-80)

• **احرام**: ذ [ع] حج يا عُمري جي موقعي تي اڻ سبيل چادرون، هڪ سان گوڏ ٻڌجي ۽ ٻي بدن تي ويڙهبي آهي. اهڙي اڻ سبيل ٻہ ڪپڙي پهرڻ جي رسم، هڪ مقرر جاءِ ڪان ڪعبة الله تائين پاڻ تي، ڪن (جائز) ڪمن جي حرام ڪرڻ واري حالت.

هر مذهب کي ٻڌائي، آوازي احرام.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-20، ص-154)

• **اَحسن**: صفت. [ع. حسين جو تفصيل] وڌيڪ چڱو- تمام چڱو- وڌيڪ خوبصورت ۽ نيڪ- زور پسند- نهايت

وٽندڙ.

مَئي پيءُ ’محمد‘ موج مچائِي، چشمان دي چالان،
احسن ألٿ عجائب جيهي.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-1 ص-1)

• **احمد**: صفت [’حميد‘ جو اسم تفصيل < حمد= ساراهڻ) گهڻو ساراهيل- سڀ کان وڌيڪ ساراهيل (اسم خاص) حضرت محمد ﷺ جن جو ازلي نالو.

احد احمد ميم محمد، فيض فقيري فهم ۾ چا ٿيو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-15، ص-80)

• **احمر**: صفت. [ع] ڳاڙهو- سُرخ- رتو- لال.

محمد يوسف جو ياور يرانو، يڪدم يسر ٿيو ياقي يگانو،
بازي برهه ۾ بيسر بهانو، احمر اڏيءَ تي عاشق جو اثر.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-7، ص-12)

• **اَخفيٰ**: صفت. [ع] سڀ کان وڌيڪ لڪل يا مخفي. صوفين وٽ دل جي ستن لطيفن مان پويون لطيفو.

نفي، قلبي، روحي، سِري- خَفِي، اَخفيٰ ڪقسب ڪِري،
قتل ڪر شوق شَڪ شِري- اَنالاقرار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-15، ص-7)

• **اخوان**: ذ. [ع. اَخ] ڀائُر- ڀاءُ.

تاجا خان هو يا اخوان جيها، جنهن دي گهر ڳِئِي هان،

مين گهِن گهٽي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-112)

• **اخواني**: صفت. چلولو- متوالو- ڀاءُ جهڙو.

تخت هزاري دا اخواني.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-147)

• **اَڌڪارِي**: ذ. [سن. اَڌِي = مٿان+ ڪُر= ڪرڻا] اختياري- حق- عهدو. قبضو. لياقت. حڪومت. طاقت. شان- مرتبو. انتظام.

اوم هرِي ڪا اڌڪارِي، درشن ڌاران ڪر درباري،
ساچ سُناوي سُر سنسارِي، ساڪي سنت همارا ري.

(محمد فقير، سر ڪونس، ڪافي-12، ص-173)

• **اَڌوڙ**: (اَڌوڙي) ث. [سن. اَرڌَ= اڌ+ ڌُريَہ= لاڏو وَهٽ] ڳِئون، مينهن، رڍ، ٻڪريءَ يا اُٺ جي کل (ملتاني) اڌواڙ.

جُتي پتان جوڙي ڏيسان، ڪيم چمڙو سايو،
اَڌوڙ اٿم ٽنگي، ڪالهه ڪوڙي ڪايو.

(محمود فقير، گنگو، ص-105)

• **اَڏِي**: ث. [اَڏُر= پَهَڏُ سوم ٻوٽيءَ کي گهَڏَ يا پيهڻ لاءِ] گاهه، گوشت ۽ مَڇيءَ وغيره کي وڍڻ لاءِ ڪاٺيءَ ٽڪرو. اُهو ڪاٺيءَ ٽڪر جنهن ۾ سنداڻ کُتل هجي. اها ڪاٺي جنهن تي بندوق رکي هٽجي. (اصطلاحاً: (ڏيءَ تي سِر

ڏيڻ) مرڻ لاءِ تيار هجڻ.

محمد يوسف جو ياور يرانو، يڪدم يسر ٿيو ياقي يگانو،

بازي برھ ۾ بيسر بهانو، احمر اڏيءَ تي عاشق جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-7، ص-12)

• **اَذڪار**: ذ. [ع، ذڪر جو جمع] ڏٺيءَ جي يادگيريءَ ۾ دعائون ۽ ساراهون. بيان- ڳالهيون.

احمدي احوال سان، آوازي اذڪار.

(محمد فقير، هفتو-1، ص-262)

• **اِذجَاءَ اَجَلَهُمُ**:

ننڊ نياڳي ويسر وساري، اِذجاءَ اَجَلَهُمُ ساعت سنياري..

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-1، ص-235)

• **اَرَ**: ث. اَنَڪَ- آڏ. [اُرُ: ذ] [سن. اُرُسُ= ڇاتي، اُره] ڇاتي- سينو. ارواح- جيءُ- دل- من. چاھ- شوق. ٻُڌي- تيز فهمي- ذهن ذڪاءُ-سنو حافظو. شڪتي- طاقت- قوت.

ڪنٺ ڪنول اَرَپونر غفايا، اوم ڪا انگ لڳايا مئين.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-7، ص-173)

• **اَربابِ**: ذ. (تصوف جي اصطلاح موجب) باطني رازن ۾ معنائن کي سمجهندڙ.

احباب ارباب القاب احمر، اسمات جيسمات سُخنات سرور،

اتحاد آباد ارشاد انور، اسرار اظهار زُنار ظالم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-53، ص-38)

• **اَرٿاءُ**: ذ. [سن. اَرٿ+ آءُ] مثال- نمونو. تصوير- تمثيل. چٽائي- صفائي.

ويدايو رڌُ نر اَر اَرٿاءُ، اوم هري اونڪار ڪيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-6، ص-176)

• **اَرُداسُ**: ث. [ع. عرض. ف. داشت. سن. اَرٿ، اَرد= عرض ڪرڻ+ آس] التجا- سوال- عاجزي- عرضي- گذارش- منٿ- نيزاري. پيتا- موڪا. نذرانو - هديو.

بلي شاھ، ارداس، گلاب، سرشٽ ديانند ٻُڌ پرتاب.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-16، ص-180)

• **اَرڙ**: ذ. [سن. اجگر= وڏو] اجگر بلا- ارڙ بلا- ازدها- ڊمڻ- وڏو نانگ (صفت) پيٽي- ڇُيو- ڏرو- ڪائو- حريص- تمام وڏو (چور). زبردست- حرفتي- چالاڪ- چالباز- مڪار. هوشيار.

سَرڙ ساموندي ارڙ پٽارا، ناميل نرڙ نغارا.

(محمود فقير، ڪافي-77. متفرق ڪلام، ص-102)

• **اَرڙا**. واحد. ارڙو، مصدر: اروهڙجڻ. تپي ڳاڙهو ٿيڻ- ڪاوڙجڻ- ڪوپ ٿيڻ. ڇي هٽڻ- ضد ڪرڻ. هوڏ ٻڌي بيهڻ.

حاڪم ڪَرڙا، ٻَڌي اَرڙا، ڪڙاهي ڪات.

(محمود فقير، ڪافي-40، ص-68)

• **اَرُضِ وَ سَماءِ**: ذ [ع] زمين ۽ آسمان.

ارض و سماءِ وچ هوڪا هُليا، حُسناتي هسواري دا.

(محمد فقير، دوهيڙو-1، ص-298)

• **اَرَمُ**: ذ. [ف. اَرُمڪ= هڪ پشمي ڪپڙو] ريشمي يا اوني ڪپڙي جو هڪ قسم.

• **اِرُمُ**: اسم خاص. [ع] صَنعاءُ ۽ حَضر مَوتَ جي وچ ۾ 'شداد بن عاد' جو ٺهرا اِرضي بهشت. عاد جي ٺهرايل ٿنين واري شهر جو نالو. اِرَمَ ذاتِ العِمادِ. (قرآن حڪيم).

• **اَرو**: اصطلاح. اري ۾ اچڻ. ڪنهن وڪڙ يا مصيبت ۾ ڦاسڻ.

پچي ويو بغل ۾، عشق جو اَرو.

(محمود فقير، خيري، ص-141)

• **اَرواحُ**: ذ. [ع. رُوح جو جمع. سنڌيءَ ۾ واحد طور ڪم ايندڙ] روح. طب جي اصطلاح. ارواح ٽن قسمن جا آهن: (1) روح حيواني. (2) روح نفساني. (3) روح طبعي حياتي- دم- ساهه. خواهش- خيال. اِشتها- سڪ.

عدم کان ارواح ٿي، عاشق تي،

آيو پکن تي، پسڻ پسڻ پسڻ جو.

(محمد فقير، بيت-173، ص-283)

• **اَري**: ڏسو 'ارو'.

ازل کان آوازي اوقاتي اصل، آيو سوئي عاشق اکين جي اَري.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-14، ص-114)

• **اَڙٻنگ**: ذ. صفت. بي پرواهه- اَرڏو. پهلوان- بلوان- طاقتور- سگهارو. ڏنگو- اَهنڊُ- حرڪتي. شوخ هوڏي.

هٽ ڪر اپنا خيال، عسق اصل اَڙٻنگ ڏِنوسي،

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-1، ص-6)

• **اَڙٻنگي**: ڏسو اَڙٻنگُ.

عشق اُبهلا آهن اڙٻنگي، دُرس دلير زوراور زنگي.

(محمود فقير، ڪافي-13، ص-51)

• **اُڙدُ**: ذ. [ٽُرڪي. اردو= ڇانوٽي] فوج- لشڪر- ڪٽڪ- جَمَر غفير- ميڙ- انبوهه- دَنب- خلق- ڍِڳ- انبار- ڪوڙ.

اُڙد عمر جا ڪُو پا قهرِي، ديرن تي دربان.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

• **اَڙي**: ث. [سن. اَري] وڪڙ- پيچ. تڪليف- مشڪلات. ڏک- سور- اهنج- ايذاءُ. (ظرف) اڙجي- پُلجي- پنيلجي- ڦاسجي.

عشق اندر ديان ڪاتيان قهري،

وج اَڙي وچ انڌين اَهري،

'محمود' منصب لڌ ڳئي لهري.

(محمود فقير، ڪافي-65، ص-86)

• **اَزلُ**: ذ. [ع] شروعات کان سواءِ هميشگي- اناد. "ابد" جو ضد. دنيا جي پيدائش". جو پهريون ڏينهن- ميثاق وارو ڏينهن- مُبَدِ- اصل- بنياد- ابتدا- تخليق جي شروعات- ابتدا آفرينش. قسمت- مقدر- تقدير.

ازل کان آوازي اوقاتي اصل، آيو سوئي عاشق اکين جي اَري.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-14، ص-114)

• **اُسر**: مصدر. اُسرڻ. [سن. اُد= مٿي+ سَرَڻ= گذرڻ، چُرڻ] اُپرڻ- وڌڻ- رَمَ. مٿي چڙهڻ. روانو ٿيڻ- اُسهڻ- وڃڻ- هلڻ. نڪرڻ.

موتيارومي 'محمد' منور، برس باغ بقائي بندر،
ڪٿان آس اُلاسي اندر، اُسر عدم ڳنون آئي هي،
مستي والي موج مگهن وِچ.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-5، ص-168)

• **اِسرارُ**: ذ. [ع. 1. اَسرار= ڳُجهہ، راز. 2. اِسرار=لڪائڻ] ڳُجهہ- ڀيد- ڳجهيون. ڳالهيون- ڳُجها ڪم- راز رنگ.

اکين واري آتش بازِي، نام عجائب نهي نهي،
اَڇي اصلاتي اِسرار سان.

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-5، ص-106)

• **اسم**: [ع] نالو. مستقل معنيٰ دار ڪلمو جنهن ۾ زمانو نہ هجي.

اسم جسم دا چوڙ بهانا، هي سڀ ايڪ ايڪائي، نهين جُدائي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-91)

• **اِصلاحُ**: ث. [ع] دُرستي- سُڌار- اوتار.

اعليٰ اصل اوقاتِي، عادل عجب عدل جي،
آواز ان الاهي، اصلاح عشق اڪبر.

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-7، ص-224)

• **اَصيل**: صفت. [ع. اَصَلَ= هو محڪم بنيو] چڱي نسب وارو- شريف- نيڪ ذات- چڱو مڙس- اصل نسل وارو- ٻُٽائتو. اصل خاندان- خانداني- عزت وارو. سچو ماڻهو.

لام- لاهوتي لعل ٿيا، اکين جا اصل.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-258)

• **اَطهر**: صفت [ع. 'طاهر' جو تفضيل] سڀ کان وڌيڪ پاڪ. نهايت پاڪ- تمام پوتر.

'محمد' مام مظهر،ا صل عام اطهر،
ٿيو عشق اظهر، علي آ علي آ.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-60، ص 41)

• **اِظهار**: ذ. [ع. اِظهار= پڌرائي ڪرڻ] پڌرائي- مشهوري. ڪورٽ اڳيان بيان. گواهي. زباني شاهدي.

اَڏيءَ واري آر تي عاشق، اصل ڪان اظهار،
ڦرن ٽا ڦرڪِي.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-1، ص-101)

• **اَظهر**: صفت. [ع. 'ظاهر' جو تفضيل] وڌيڪ ظاهر- تمام پڌرو- تمام چٽو. مشهور.

تازي طبل سان سرتاج شاهي، صمصام سُر سان ساغر صُراحي،
اثابت عادل عارف اِلاهي، اڪبر اکين ۾ اظهر اشارو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-8، ص-13)

• **اعظم**: صفت. [ع. 'عظيم' جو تفصيل] تمام وڏو- سڀ کان وڏو- تمام وڏي عزت وارو. اسم اعظم.

عشق چئي الله اڪبر ألاسي آواز ڪيو،

الستي احوال اعظم اِلاهي آباد سان.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-7، ص-52)

• **اعظم شاني**: ڪيڏو نہ وڏو شان آهي- ڇاتہ شان آهي. (بايزيد بسطاميءَ جو بي خوديءَ ۾ هنيل نعرو).

• **اقرب**: ظرف. [ع. 'قريب' جو تفصيل] قريب- تمام ويجهو. اوڏو- اوڏڙو.

اندر باهر اصل اعليٰ، اويڙو عشق ٿي عالم،

ألاسي اوج آوازي، آلايان اَن اقرب ٿو.

(محمد فقير، سر ڪلنگڙو، ڪافي-1، ص-188)

• **اڪبر**: ذ. صفت. [ع. 'ڪبير' جو تفضيل] سڀ کان وڏو- وڏيڪ وڏو. اسم خاص. ڏٺي تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو "الله اڪبر: الله سڀ کان وڏو آهي".

تازي طبل سان سرتاج شاهي، صمصام سُر سان ساغر صُراحي،

اثبات عادل عارف اِلاهي، اڪبر اڪين ۾ اظهر اشارو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-8، ص-13)

• **اڪمل**: ذ. [ع. 'ڪامل' جو تفضيل] وڌيڪ ڪامل- سڀ ڪان وڏو ڪامل- سمپورڻ. پورو- مڪمل.

عشق اڻجهل نہ هجي، سُرخ سهٽل نہ هجي،

سُخن صيقل نہ هجي،اتي اڪمل نہ هجي.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-20، ص-64)

• **أڪنڊ**: ث. [سن. أتڪننا< أت= مٿي+ ڪَنٺَ= ڪنڊ] پيار- محبت- پريت- نينهن. سڪ- أڪير- حُبَ- ڪشش- چڪ- تانگھہ.

أڪنڊ اوهان جي آهي ازل کان، ڳالھہ نڪا ٻي ڄاڻان.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-3، ص-156)

• **اڪسير**: ذ. [ع. اِڪسيرُ] ٽامي کي سونُ بڻائيندڙ دوا- ڪيميا- پارس. هِڪتِڪَ دوا. ترياق. آبِ حيات. (صفت) نهايت مفيد.

ٿيا خيال، برحال، في الحال فالم-

ڪنچير، مهمير، اڪسير عالم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-53، ص-37)

• **أڪير**: ث. [سن. أتڪَلڪا. پرا. أڪليا] دل جي ڇِڪَ- سڪ- حُب- پيار- قرب- أڪنڊ. شوق- سَڌَ.

س- سڪايل سوز جا، اندر جن أڪير.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-254)

• **آلا**: مصدر. الائڻ. [سنيءَ أتُ+ لَوَنَ] أليڙڻ- اڪيلڻ- ڪولڻ. پلاڻ لاهڻ. خالي ڪرڻ.

'محمد' مقال موڪي، مذڪور موج مستي،

القاب اِنس اولي، اَن اَن ألا ألا.

(محمد فقير، سر پهاڙي، ڪافي-18، ص-130)

• **ألا**: واحد. ألو. چيرو- چراٽ- پَڄَرَ. چوڇڙي- ٻريل ٻُنڊي. عشق جي آڳ.

**صُراحي جو ساقي بشر بيک باقي،**

**يگانو تي ياور يکو يار ياقي،**

**ألاسي اٿر سان آوازي اولائي.**

(محمد فقير، سَرٻنس، ڪافي-16، ص-2)

• **ألاري**: مصدر. اولارڻ. (ڏڪ) لاءِ هٿ اولارڻ يا هٿيار اولارڻ. سَجڻُ.

**ونگ واري ڪر ألاري، ڏي لاماري لڙ ڊِي.**

(محمود فقير، ڪافي-64، ص-85)

• **الاڪي**: ڏسو 'ألا'.

**ڪُل شيءِ محيط ألا ڪي، ثابت سِڙا ساسي.**

(محمد فقير، سر ٿوڙي، ڪافي-8، ص-221)

• **ألان**: واحد. الو. ذ. [سن. أل= ٻرڻ] باهه جي چٽنگ- شعلو. ٽانڊو چيبي. لاٽ.

**ڏيسان باهه پنيور ڪُون، اُتن ألان پئي آڳ دي.**

(محمود فقير، ڪافي-65، ص-85)

• **ألانبي**: ڏسو ألو.

**ورتين مارو ڪوڙ ولهي ڪون، عشق ألانبي آندي.**

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-119)

• **الائي**: ڏسو. ألا.

**عشق اندر ۾ آبنہ ٻاريو، اکر عقل جا اُڏاٽا،**

**أيري عدم ڪان اور ألائي.**

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-7، ص-70)

• **الايا**: ڏسو. ألا.

**عاشق اسم ڪمايا، صورت اندر سمايا،**

**آڌوت اَن الايا، گلزار هو گگن ۾.**

(محمد فقير، سُر پيروي ڪافي-10، ص-14)

• **اِلا الله**: ذ. ڪلمي طيبہ جو اثباتي ڀاڱو بمعنيٰ "سواءِ الله جي".

• **الاِنسان سِري وَأنا سِرَہ**: حديث قدسي. انسان منهنجو ڳجُهہ آهي ۽ آئون سندس ڳجهہ آهيان- انسان منهنجو راز آهي ۽ آئون سندس راز آهيان.

**اَلاِنسان سِري وأناسِره، عجب ناهي ناهہ،**

**اَنا اَن اَلائي آيس.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-36، ص-88)

• **الاِنساني**:

**اَلاِنساني برقعو پايم، سُرت سيني ۾ سُوجهہ،**

نظر ۾ ڏس نواز منهنجو.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-9، ص-5)

• **الله نورالسموات والارض:** (ق) پاره 18، سورة نور، آيت-35) **الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين جي روشنائي آهي.**

**ڪولي سرگم ساز ڪي، صورت سِر سُبحان،**

**’اللهُ نورُ السمٰوات‘ چئي، چشم جي چالان.**

(محمد فقير، بيت-211، ص-288)

• **اَلبيلا:** ذ. صفت. [سن. الموبِلَ> اَلَمَ= گهٽو+ ويل= نخريلو ٽيڻ] دادلو- لاڏلو. (واحد. البيلو) **چنچل.** پيارو. **اَنگلي- نخريلو.** لاغرض- بي پرواهه- بي خيال. نازنين. حسين- خوبصورت- وڻندڙ- دلبر. ٻالو ڀولو.

**ويهين ڏينهن اڳياهي وانگي تيڏا، البيلا هڪ انب.**

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-122)

• **البيلو:** ڏسو. اليبلا.

**اَناالحق اظهار آلايم، عجب عاشق ٿي البيلو.**

(محمد فقير، سُر پوربا، ڪافي 6، ص، 148)

• **اَلست:** ذ. [ع] ڇا مان آهيان؟ ”اَلَستُ بِربکمُ“ وارو قول. (آئون اوهان جو رب ناهيان؟) **روزِ ميثاق- ازل.**

**ٿي ويو الست آئون آواز، شان تنهنجو آ شهباز.**

(محمود فقير، ڪافي-74، ص-96)

• **اَلستِي:** اَلست وارو- ميثاق وارو.

**عشق چئي الله اڪبر، اُلاسي آواز ڪيو،**

**الستي احوال اعظم، اِلاهي آباد سان.**

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-7، ص52)

• **اُلٽِ:** ث. اُبَتِ- اُبتي ڦيري. اُٿل.

**عشق اَجهل، اُلٽ اَنل، ڪيتِي اول اثباتي،**

**تيز طبل، ميگهه منبل، هيڪ هڪل هنداتي.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-16، ص-17)

• **الحَمدُ:** ث. [ع. آلُ+ محمد= ساراهه] قرآن شريف جي پهرين سورة ”سورة فاتحه“ **جو پهريون لفظ. هر قسم جي تعريف- شڪرانو- هرطرح جي ثنا. اَل (ع) اسم خاص جي نشاني= خاص.**

**ختما ڏيون خوشيءَ مان، پڙهي الحمد ساري.**

(محمود فقير، موالي، ص-131)

• **الغرضا:** ذ. صفت. [ع. غرض= مطلب] بيپرواهه- بيخيالو- نه ليکيندڙ. (ظرف) **حاصل مطلب- المقصد.**

**الغرضا آهن گوهر غازي، زور زوراور ذات.**

(محمود فقير، ڪافي-17، ص-54)

• **الف:** الله. پهريون اکر يعني الله ”الف- ب“ جو پهريونا کر، الله جي معنيٰ ڏيکاريندڙ.

**قتل ڪام، جا سلام، ڏنا سام سوايا،**

**چشم چوٽ، الف اوٽ، گهٽا گهوٽ گهايا.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-72، ص-49)

• **اَلقاب**: ذ. [ع. لَقبُ] لقب- خطاب- عهدا. اعزازي. نالا.

احباب ارباب القاب احمر، اسمات جسمات سُخنات سرور،
اتحاد آباد ارشاد انور، اسرار اظهار زُنار ظالم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-53، ص-38)

• **اَلڪُ**: ذ. [سن. اَلڪشيَہ < اَ= نہ+ لَڪش= ڏسڻ] خدا جو صفاتي نالو. (صفت) اڻ ڏٺل- غائب. بي نشان. اڻ لکو. **اڻ ڏٺل**- غائب. بي نشان. اڻ لکو.

اوم ڪِي مهما 'محمد' جاني، اوم الک پرنام هرِي.

(محمد فقير، سر ڪونسيہ، ڪافي-14، ص-179)

• **اَلوَلَ**: ث. [سن. اَلولَ= نينگ، رونشو، مزو، راند، ريچڪ، موج، لهرا] عيش- سک- مزو- لطف.

اچي عسَ الول ڪئي، اکين ۾ اثباب،
ظهور وڪيو ذات، ذڪائي ذوق سان.

(محمد فقير، بيت-152، ص-281)

• **اُلوٽ**: ذ. صفت. [سن. اَ= چوڏاري+ لغتَ= ويڙهيل سيڙهيل، ڪريل] نشي ۾ ٿُپ- مدهوش. مخمور- سرشار.

عشق اُلوٽ وَلُوٽ ولايت جهنگ جبل جهاڙي.

(محمود فقير، ڪافي-31، ص-62)

• **اُلوٽِي**: ڏسو. اُلوٽ ڪي.

عشق اُلوٽي، چڙهيا چوٽي، ٻئي پالوٽي پڙهہ ڍِي،
الٽ آون، گهوٽ گهاون، لڳي ٻالڻ ٻلدِي.

(محمود فقير، ڪافي، 56، ص-81)

• **اَلهٽُ**: ذ. صفت. نشي ۾ چور- الوٽ- تمام گهٽي ننڊ- خمار.

اٺوٽ ڪڙيون الهٽ اند، پازيب جون چيريون چند.

(محمود فقير، ڪافي-37، ص-66)

• **اَليندا**: مصدر. اَلائڻ. [سن. اُت+ لَوَ دِن] اُليڙڻ- اکيلڻ- ڪولڻ. پلاڻ لاهڻ. خالي ڪرائڻ.

اُت اوئي او اُت اوئي، عشق هي اَليندا اَليندا.

(محمد فقير، سر تلنگ، ڪافي-43، ص-92)

• **اَمارو**: ذ. [ع. اَماره= بڇڙاين ڏي امر ڪندڙ] بڇڙاين لاءِ تيار ڪندڙ "نفس آمارو".

چا اَمارو نفس ڪافر، چا مسلم روح راز،
چا سراسر سير سارو، چا گهُليو گُر جو گيان.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-8، ص-53)

• **اُمالڪُ**: ظرف. اوچتو. يڪدم- جهٽ پٽ.

دلربا کي دل ڏي، اُمالڪ اصل.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-258)

• **امام**: ذ. [ع] اڳواڻ- پيشوا- سونهون- رهبر- هادي. مقتديٰ- سردار- مهندر. مذهبي رهنما. هرهڪ فن يا علم جو وڏو ماڻهو. جماعت کي نماز پڙهائيندڙ- جماعت جو اڳواڻ. تسبيح جو وڏو داڻو.

**محبت جي ميزان ۾، مرد پروڙي مام،**
**عاشق ٿيا امام، آوازي احوال جا.**

(محمد فقير، بيت-198، ص-286)

• **اُمراه**: اُمراءُ. ذ. [ع. اَمير] وڏا ماڻهو- سردار- دولت مند- معزز.

**اڙي مائي، دُرس ڏمالي، تو مڙس چوڙيا،**
**ڏاڍي عشق وِچون، اُمراه ٿيئين.**

(محمود فقير، ڏمالي، ص-114)

• **اَمَلُ**: ذ. [هہ. اَمل] آفيم- نشو.

**تون اَمَلُ کائين اِلاهي، توکي مهتي وارو لاب.**

(محمود فقير، موالي، ص-128)

• **اَنا**: ضمير. [ع] آئون- مان. هتي اناالحق ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي.

**اَنا اَنا اَلا ڪي، همدم حڪم هلاڪي،**
**چهري چشم چلاڪي، چالان هو رهاهون.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-12، ص-15)

• **انا اَحمد بلا ميمي**: (حديث) آئون احمد آهيان ميم کان سواءِ يعني احد.

**اولا ڪر انساني آڪي، قرب ڪمايا مئين وو مئين،**
**اَنا احمد بلا ميمي، فن فرمايا مئين وو مئين.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-42، ص-32)

• **اناالحق**: جملو. [ع] "آئون خود حق آهيان". منصور حلاج جو بي خوديءَ وارو نعرو.

**ساز وجودي سِر جي سُر ۾، ڳيت اَنا الحق ٿا ڳائين.**

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-4، ص-3)

• **اَنُ**: اناالحق جو مخفف.

**عاشق اسم ڪمايا، صورت اندر سمايا،**
**آڌوت اَن اَلايا، گلزار هو گگن ۾.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-10، ص-14)

• **انبل**: ذ. وهٽن جو ٿلو. (صفت) پيار ڪندڙ- هر صحبت. (اَنُبَلَ) ٿ. ويهاريل عورت- سينڌي.

**ڪارا اُٺ ڪوهيارل جا ڪن رائي منجهہ رَڏِي،**
**جبل تي آئون انبل ٿيس طبل آهيان تڏِي.**

(محمود فقير، ڪافي-20، ص-57)

• **اَنتُ**: ذ. [سن. اَنتَ] حد. ڇيهہ- پڇاڙي- آخر- انتها. ڳجهہ- راز- باطن. اندروني حالت يا طبيعت. حياتيءَ جو خاتمو- موت. خبر- حساب.

اسين عامل پيش الله جا، اسان کي سائينءَ ڏنو سَٽُ،
اسين قبض لکون ٿا قرآن تي، ناهي ڪنهن کي اَنٽُ.

(محمود فقير، موالي، ص-129)

- **اَندريان (اندريون)**: ٿ. ملهه جو هڪ داءُ- اندرئين پاسي وارو جاننو. (صفت) اندر واري- باطني (ڳالهه).

ڏاڍا جوان ڏُنگرا، سي ڏُهرا ڏمالي،
اندريان هٽن اوچتو، سي هرٽا حمالي.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

- **اِنس**: ذ. [ع] ماڻهو- انسانذات.

رمزان لائي رنگ ٿئي رهبر، صاف صورت جي سهڻي سربر،
اولي اِنس واري چوڙي سِر تي چتيون چتيون.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-22، ص-21)

- **انفس**: [ع. صف] تمام نفيس- تمام سٺو.

احوال عشق جي سان، انفس اتي ٿي عاشق،
اڪبر ڏيان اکين ۾، آواز جا اولاٽا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-49، ص-36)

- **انفاس**: ذ [ع. نفس جو جمع] دم- ساهه- گهڙيون (ساهه جون)،

جوڳي پڙهي جوش سان، اسم پاس انفاس.

(محمد فقير، بيت-30، ص-269)

- **انگ**: ذ. [سن. اَنڪ] عدد. اکر. ڏنگي ليڪ. عضوو. جسم- بدن.

پيد برهه دي پاڪر پاڪي، انگ پيوت رلائون، رنگ لائون.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-31، ص-137)

- **انگِي**: مصدر انگڻ. [سن. اَنڪَ= انگ، نشان، ليڪ، چِٽُ] انگ هڻڻ. نشان ڪرڻ. رنگ ڏيڻ. چٽ ڪيڻ. ليڪ ڪيڻ. ڪپڙي تي قيمت جو انگ.لکڻ. جانور کي کُهي ڪل لاهڻ بعد عضوا عضوا ڪري وڍڻ،

عشق دل انگي، وِيرَ مُٺ سان ونگي.

(محمود فقير، ڪافي-39، ص-67)

- **اَنل**: اَناالحق جو مخفف.

عشق اجهل، اَلٽ اَنل، ڪيتي اول اثباتي،
تيز طبل، ميگهه مندبل، هيڪ هڪل هندا تي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-16، ص-17)

- **اَنندُنگر**: ذ. [سن] آرام واري بستي- اطمينان وارو شهر.

اَنندنگر ۾ آئِي هون، پريم نگر ڪِي ٿي پوجاري.

(محمد فقير، سُر پونپالي، ڪافي-7، ص-57)

- **اَنيڪي**: (اَنيڪ) صفت. [سن. اَن= نه+ ايڪ= هڪ] گهڻا- بيشمار.

رُوپ سروپ اَنوپ اَنيڪي، آد پُرش ڏُن ڏياني ري.

(محمد فقير، سر ڪونسيہ، ڪافي-4، ص-175)

• **اَنوارُ**: ذ. [ع. نُور جو جمع] تجلا- چمڪا.

آواز انس اولي اظهار عشق ڪيو،

اڪين واري اشاري انوار عشق ڪيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-6، ص-109)

• **اَنُوپُ**: ذ. [سن. اَن= نہ+ اُپَما= مشابهت] انوکو- لاثاني.

رُو پ سروپ اَنوپ اَنيڪي، آد پُرش ڏُن ڏياني ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-4، ص-175)

• **اَنَهَدُ**: ذ. [سن. اَناهت= نہ هنيل، سجو+ ناد= آواز، ڏڪ هڻڻ ڪان سواءِ آواز] اندر جو آواز- من واڻِي.

پنهنجو سُجاڻي پاڻ، انهد وارِي بين بجائي.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-3، ص-2)

• **اِنِي اناالله**: (ق) توهان ۾ مان الله.

اِنِي اِناالله سير سِريءَ جو، برهہ واري پاڻ.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-3، ص-2)

• **اوپارو**: ذ. وهڪري جي اُبتڙ. ”لهوارو“ جو ضد. ڪُن يا موڙ سبب پاڻيءَ جو ڪناري سان لڳو لڳ مٿاهين پاسي ڏانهن يا اُبتو وهڪرو.

عشق اوپارو آڙنگ ڪيڙو، وسريا ٽول ٽِڪاڻا،

بيشڪ بشري بيک بنائي.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-7، ص-70)

• **اوتاري**: ذ. صفت. اوتاري وارو (فقير).

عشق اڪين جي اوتاري، اويڙا آچار ڪيا،

اَنا اَن اوقات اعليٰ، انوري آزاد سان.

(محمد فقير، سر پيم پلاس، ڪافي-7، ص-53)

• **اوٽ**: ث. پناهہ- آڏ- پردو. ڍَڪُ- اولو- اجهو- بچاءُ- ڇانوَ. جَهلو- اوٽ- سهارو. پاسو- پر. ڪنارو- ڪنڌي.

عشق عجب انس دي اولي، اَناالحق الايا،

اڪيان والي اوٽ اويڙي، عاشق ٽيڪي آيا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-4، ص-123)

• **اوڄُون**: (اوج) ذ. [ع] بلندي- مٿانهين چوٽي (آسمان جي)- ڪاپار- سمت الراس. مٿاهون درجو- مرتبو- عزت- اقبال- شانِ ڪمال- عروج- ترقي- همٿ.

پنگون پِي برهہ جون عاشق ڪن ٿا اوُڄُون،

چرش تي چڪر ڪن ملنگ ڪن ٿا موُڄون.

(محمود فقير، ڪافي-15، ص-53)

• **اوڇِهرِين**: (اوڇهراٽيون ڪائڻ) پنڪيون ڪائڻ- ڇُهوٽا ڪائڻ- ڏڪا ٽاٻا ڪائڻ.

اوتارن ۾ اوجهرين، پنهنجو ڳڻهه ڦٽايئي ڳهر ڙي،
جان محمد جُنگ جوان، جنهن دوست لاٽي در ڙي.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

• **اوڇڻُ**: ذ. [سن. اَوَڇَدُ= ڍڪڻ، لڪائڻ] اوڍڻ جو ڪپڙو. ڪپڙو لٽو. ڍڪ. سمهڻ مهل مٿان وجهڻ جو ڪپڙو.

الف آڏوتن جو نہ اوڇڻ تي آرو،
نڪو آسڻ اوس لئہ نہ آتڻ آسارو.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-247)

• **اورَ**: ث. [سن. 1. اَرُ= هلڻ، ڊوڙڻ، اُڏامڻ. 2. ارس= طاقت، زور، شڪتي، ٻڌي] هلان- ڪاهه- حملو- جُلهہ- چڙهائي. غلبو. هُوڙهيائي. زور- زبردستي.

اکيان والي اور اشاري، ظاهر ذاتي سهڻي ساري،
’لا‘ ڊِي لعلي لائِي، صاف صفائِي.

(محمد فقير، سُر مَلنگ، ڪافي-42، ص-92)

• **اوراٽ**: ث. هنيانءَ جي دؤري ڪري غشي- بيهوشي- ڍڪر.

ڏُونهان ڏُوڏَ ڏکن ٿا دل ۾، عشق ڪئي اوراٽ.

(محمود فقير، ڪافي-16، ص-54)

• **اوريون اور**: ڏک سک جو احوال ڏيڻ- سُورَ بيان ڪرڻ. دل جو حال ڏيڻ. ڳجهي ڳالهہ ڪرڻ. حال بيان ڪرڻ. حال اورڻ.

اوريون اور الله سان، واري وحدت واڳ.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-3، ص-191)

• **اوڙ**: ث هرجِي چوٽيءَ جو ليڪو- چُونيءَ سان ڪيڙيل زمين جو هڪ سنڌو. هر جو نشان. (هتي) ايمان جي اوڙ ڏئي ٻيائيءَ جي دل مان پاڙ پٽڻ.

ڪجل ڪارَ، والِي ڊارَ، سير سينگارَ ستيان،
الف اوڙ، ڳگن ڳوڙ، ڪيتا جوڙ جُتيان.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-11، ص-159)

• **اوطاق**: ث. [تُرڪي. اوطاق= ڪوني، تنبو، دالان] گهر جي جاءِ کان سواءِ ٻاهر ڪچهريءَ جي جاءِ. مهمان خانو. منزل- مڪان.

ڪولِي عشق اکين ۾، آوازي اوطاق،
عجب ٿي مُشاق، ’محمد‘ سان محيط ٿيو.

(محمد فقير، بيت-162، ص-282)

• **اوطاقي**: ذ. صفت. اوطاق ۾ ترسيل- ٽِڪيل- رهيل. دوست- يار. آرامي- ٽانيڪو.

اکين ۾ اظهار ٿيو، اچي اوطاقي.

(محمد فقير، سي حرفي، ص-253)

• **اوقات**: ذ. [ع. واحد. وقت] سنڌيءَ ۾ واحد طور مستعمل لفظ وقت- ويلو. مهمل- ڏکيو وقت- مصيبت. ضرورت- گهرج. پُڄندي- حيثيت.

تيو اَکِن ۾ ازل کان اوطاقي، احوال اعليٰ اوقات اندر.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-48، ص-35)

• **اولاڪي:** (اولاڪو) ذ. [سن. اُلڪا= شعلو، باهه، اُماڙي] ساڙ- پَڇُ- ڪامَ- ساڙو، اُلڪو- فڪر- ڳڻتي- پريشاني- رولڙو- ڏوجهرو- تڪليف- انتظار- ڏک.

چَنيون ٻڌِي چوري چس، ريبي ڪيائون رهلا رسَ،

پينر آئون بيوسن، اولاڪي ۾ اڙي وئي.

(محمود فقير، ڪافي-37، ص-66)

• **اوڳي:** ث. صفت. ”اوڳو“ جو مونث. موڳِي- چرِي.

اصل کان آئون آهيان اوڳي، ماري سورن ڪيس موڳي.

(محمود فقير، ڪافي-38، ص-66)

• **اولا:** واحد. اولو. پردو- اَجهو- آسرو- پناهه- اوٽ. پاچو. چانوَ.

عشق اويڙا تي عاشق، عربي اولا ڪر آيا،

پيرِ مُغان تي پڌرا، پارس پيرا هي پايا.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-12، ص-195)

• **اولاٽا:** واحد. اولاٽون. لولي- لاڏو- راڳ. اوراٽو- اورڻ- وري وري چوڻ. ٻار کي ڪُڏائڻ يا ڪيڏائڻ وقت عورتون جيڪو گيت چون. ٻار- اوسارو.

احوال عشق جي سان، انفس اُتي تي عاشق،

اڪبر ڏيان اڪين ۾، آواز جا اولاٽا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-49، ص-36)

• **اول:** ظرف. ذ. پهريائين. اڳ ۾- منڍ ۾- شروعات ۾. (صفت) پهريون- ابتدائي مُنڍ وارو- آڳاٽو- اڳوڻو. مقدم.

آخر اول اظهار تي، اولي اچي انسان جي،

ارشاد سان آباد ڪيو، اسلام اعليٰ آشڪار.

(محمد فقير، سُر ڀاڳ، ڪافي-17، ص-62)

• **اولي:** (اولو) پردو- اجهو- آسرو.

آخر اول اظهار تي، اولي اچي انسان جي،

ارشاد سان آباد ڪيو، اسلام اعليٰ آشڪار.

(محمد فقير، سُر بهاگ، ڪافي-17، ص-62)

بلوچ بنا، سامان سجا، ارمان انهيءَ آهه اولي،

اڄ گهوٽ، آيو اٿم اوٽ اجهو، تيس ڳونن ۾ ڳولي.

• **اولُون:** [سرائڪي] اوريان- اورتي. اوريئن پر- هن پاسي.

عجب عاليشان اِلاالله، ڪيو عشق عقل کي اولون.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-12، ص-195)

• **اولياءِ:** ذ. [ع. وَلِي] الله جو دوست. الله وارو. پهتل شخص. درويش- ولي.

عادل اويس عارف، هي اولياءِ امير،

الفت عجيب اعليٰ، انور فقير ڪي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-47، ص-146)

- **اوم:** ذ. [سن] ايشور جو نهايت پوتر نالو (جو هندو تِرمُورتيءَ يعني برهما، وشنو ۽ شِوَ لاءِ گڏي ڪم آڻيندا آهن ۽ ڪنهن به پوڄن، منتر يا دعا وغيره جي آخر ۾ اُچاريندا آهن.)
- **اونڪارا:** اوڪارڻ. مصدر. [سن. اُتڪرشڻَ= مٿي ڇڪڻ، ٻاهر ڪيڻ] اُڪارڻ- پار ڪرڻ. روڪڻ- جهلڻ. وابستگيءَ سان گڏ. گهرائيءَ سان.

نام جپون جب اوم اونڪارا، ويک سروپي ستگر سارا،

پُرجهہ پريمي پرت پسارا، پيد بتاؤن پاتئين پات.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-5، ص-175)

- **اوهنگ سهنگ:** [سن] گوڙ ڪرڻ- شور ڪرڻ. چخ چخ ڪري بيان ڪرڻ.

نام ڪِي نوبت ناد بجا ڪي، سُندر سرگم ساز بجا ڪي،

اوهنگ سُهنگ برهم بُلاڪي، اُلٽا پيد بتايا مئين.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-7، ص-173)

- **اويڙا:** ذ. صفت. نگو. اَڏنگو. ڏکيو. آئونترو. زوراور.

عشق اويڙا ٿي عاشق، عربي اولا ڪر آيا،

پيرِ مغان ٿي پڌرا، پارس پيراهي پايا.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-14، ص-196)

- **اويڙو:** ڏسو اويڙا.

اصل عشق آهيان اول ڪان اويڙو، ڪري آر اُلٽو اڪين ۾ اچان ٿو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-59، ص-40)

- **اويس:** اسم خاص. [ع. اُويس= بگهڙ] هڪ وَليءَ جو نالو "اويس قرني". (جو يمن جي قَرَن قبيلي مان هو ۽ هُن اڻ ڏٺي حضرت رسول ڪريم صہ جن تي ايمان آندو هو.)

عادل اويس عارف، هي اوليا امير،

اُلفت عجيب اعليٰ، انور فقير ڪِي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-47، ص-146)

- **اويسي:** ذ. صفت. "اويس قرني" جي طريقي تي هلندڙ فقير. (جنهن ظاهري مرشد ونڻ کان سواءِ ئي راهہ هدايت ورتي هجي).

هئي نروار نر نعرو، ڪري سينگار سڀ سارو،

سَرُوپا صاف سِر پهري، صنم سردار سوپارو،

سُٽائي سُر، پياري پُر، پسائي پاڻ پاڳارو،

اويسي عين ارشادي بسم احوال اظهر جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-72، ص-46)

- **اَهُٽُ:** ذ. ڪاسبيءَ جو ڪڙميءَ تي ساليانو لاڳ- آهت (آهتي). صفت. اهو ڪاسبي جو هاريءَ کان پنهنجي ڪم جو اجورو فصل مان وٺي.

ڪاري ڪانبو اَهت اُڳاڙين، صحبت ڏيون توکي ساءُ،

بيا ويهن ٽا پٽ تي، تون ڪٽ چڙهي ويهي ڪاءُ.

(محمود فقير، گنگو، ص-109)

• **اُهڃاڻ**: ذ. [سن. اَڀجڃانَ] نشان- پتو- پارُ- ڏسُ- علامت.

سِر ڏيئي ٿيا سُرخرو، صوفي صورت ساڻ،
اڪين جي اُهڃاڻ، عاشق ٿيا اثبات جا.

(محمد فقير، بيت-162، ص-282)

• **اَهِري**: مصدر. اَهَرڻ. لوهارن ۽ سونارن جو هڪ اوزار (جنهن تي لوهه ۽ سونُ ٺپيندا آهن). سنداڻ.

عشق اندر ديان ڪاتيان قهري،
وج اڙي وِچ انڌين آهري،
'محمود' منصب لڌ ڳئي لهري.

(محمود فقير، ڪافي-65، ص-86)

• **اير نہ پير**: (اير پير نہ هجڻ). تعلق نہ هجڻ- واسطو نہ هجڻ. شڪ شبهو نہ هجڻ.

پوپٽ پتنگ پاڻ ۾، ايرنڪو پير.

(محمد فقير، بيت-25، ص-268)

• **ايڪ ايڪائِي**: ث. هيڪڙائي- وحدت- يگانگي.

اسم جسم دا چوڙ بهانا، هي سڀ ايڪ ايڪائي نهين جُدائي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي- 42، ص-91)

# ب

• **باد**: (بادِ صبا). صبح جي ٿڌري هوا. بهشت جي هوا. نسيم- پُردا.

قلب قادر ڪرم سان، شُڪر ڪيو شاد،
باري بيشڪ باد، آيو عدم ملڪ کان.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-256)

• **باران**: ذ. [ف] مينهن- برسات- بارش.

باران برس بادل، بشري بحال بازي،
بيشڪ بندر بقائي، بازار جا بجا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-19، ص-130)

• **باراني**: ث. مينهن تي ٿيل پوک- برسات تي ٿيل پوک. مينهن ۾ پسڻ کان بچائيندڙ ڪپڙو. برساتي.

بيخود بات، دِي برڪات، بِن برسات باراني.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-31، ص-25)

• **بازيگر**: ذ. صفت. بازي ڪندڙ- تماشو ڪندڙ- مَداري. رانديگر. ڪيڏاري. هنرواري.

بازيگر بن بازي پتري، صاحب سُرت سُجاني، راز رنداني.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-41، ص-91)

• **باس**: ث. [سن. واسَ] بَدبوُ- ڌپ- خوشبوءِ- اڳواٽ خبر- سماچار- اُهڃاڻ. (سن. پاسُ= خواهش، آرزو) آچ- سُڪا-پيٽا- نذر. مڃتا. قبوليت.

آس ڪُون آس، پنهل ڊِي اُداس، برهہ ڊِي باس وٽي وردي.

(محمود فقير، ڪافي-64، ص-85)

• **باطن**: ذ. [ع] ڳُجهہ- راز- منجهہ- اندر. (صفت) ڳُجهو. نحفي- لڪل. (اسم خاص) خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

اول آخر ظاهر باطن، سُٹا سِر سبحان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-57، ص-97)

• **باطون**: ذ. [ع. باطن] اندر- منجهہ. ڳجهہ- راز. ضمير.

روز شب باطون ظاهر، جهڙو اندر تهڙو ٻاهر،

ڏس حُسن سان تي ماهر، برهہ بيحد باب ۾.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-14، ص-215)

• **بالا**: صفت. [ف] مٿاهون- بلند- اوچو.

بيشڪ تي بيمار بزم سان، بالا بسمي بيڪ بحال آهيان.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-28، ص-21)

• **بالَمُ**: ذ. صفت. [سن. وَلَڀَ] پيارو- پريتم- محبوب. دلبر. دوست. عاشق. بيخوف- بي پرواهہ. خوش سَرهو. خاوند-مڙس. بي پرواهہ.

برهہ والِي بازي بالم، بزم باغ بهار،

برابر برحال ڏٺوسي.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-3، ص-7)

تخت هزاري دا هئي بادشاهہ بالم، مين هان طالب تيڏي رب ڪون هئي معلم.

(محمود فقير، ڪافي-58، ص-82)

• **بانٺ**: ث. ووٹٹن جون سُڪل ڪانيون. لين يا ڄارين جي لاڪڙ. (هتي سڪل بانٺيءَ جهڙو مراد ورتي وئي آهي.)

مُلان ويک شرع، ڏاڍي شوق وچون، تنهن شوق چاپا،

اُتي بانٺ ڏاگها.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-113)

• **بانشي**: (بانشو). ذ. [ف. باشهہ] هڪ قسم جو شڪاري پکي- باشو. (مجازاً) تيز رفتار وهٹ (گهوڙو، اُٺ) ڦڙتاتيءَ سان ڪم ڪندر جوان.

بحري باز تہ بانشي وانگي، چنبين وچ چوڈار.

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-6، ص-107)

• **بانڪي**: (بانڪو) ذ. صفت. [سن. وَنڪَ= ڏنگو، حرڪتي، ڏاهو] بهادر- پهلوان- سورهيہ.

بيريا بانڪي بهادر ڪي بقاء بردار تي،

برسرِي بازار ۾ بشري بغاوت چا ڪندي.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-6، ص-52)

• **بانگا**: واحد. بانگو. ذ. صفت. بانگ ڏيندڙ- مؤذن. تسبيح جي ٻنهي چيڙن ڪي ملائيندڙ ڊگهو مٹيو.

برهہ بازار جا بانگا، نسنگ نروار تي نانگا.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-12، ص-214)

• **بانگ**: ث. [ف] آواز- صدا- سڏ. نماز جو سڏ- آذان- ٻانگ. ٻانگي جو آواز.

عشق آوازي ديد بياضي، بن بانگ بُلند برڪاتي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-54، ص-96)

• **بانوِلي**: مصدر ث. [ف. باولي] بانوِلي ڏيڻ. باز کي پکي جهلي ڏيڻ ۽ شڪار ڪرڻ سيکارڻ. ڪنهن کي جڙتو بهاني سان برغلائڻ. پيتي، لب.

برهہ ڏني بانولي، جيئن بحري چُنو باز.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **ٻيوت**: ذ. صفت. [سن. وِيُوت] رَڪَ لڳل- مٽيءَ هاڻو- خاڪ آلوده.

پيد برهہ دي پاڪر پاڪي، انگ ٻيوت رالائون، رنگ لائون.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-31، ص-137)

• **ٻيوتن**: ٻيوت جو جمع.

گياني گفتار سان، گهورن واري گهر،

طبل تازو تر، ٻيون برحال ڪيو.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-249)

• **ٻيوتي**: ڏسو ٻيوت.

پڳوان پيد پڳوه، پڙڪِي پڙڪ ٻيوتِي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-18، ص-130)

• **ٻُنَلُ**: (ٻَٺُ) ذ. [سن. پِرِشٺ= ڪِريل، خالي يا ويران پونگي، ويران باغ] بيابان- ويرانو- رڻپٽ. واريءَ يا مٽيءَ جو دڙو. مٿانهون پَٺُ. ڦٽل دڙو- پَنُ. دِڳُ- دِير. (صفت) غيرآباد. سڪل.

سُوندِ سُوٽا ڦوندِ پناڻ، خاڪ مٽي تون ٻُنل پاڻ.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-148)

• **بڇيا**: مصدر. بڇڻ. [سن. مُڇ= چوڙي ڇڏڻ] ڪُتي کي ڪنهن ماڻهوءَ يا مرونءَ تي ڇيڙڻ. حملو ڪرائڻ. وڙهڻ لاءِ پڙڪائڻ. لائي ڇڏڻ (ڪا مصيبت).

عجب رنگي رنگ لايا، بڇيا ڪي باز بحري.

(محمود فقير، ڪافي-36، ص-65)

• **بَحرُ**: ذ. [ع] درياءُ- سمنڊ. مڪيہ پنج بحر (سمنڊ) آهن. صوفين جي اصطلاح ۾ "هيءَ دنيا"- خاڪِي عالم- جهان. (اصطلاحاً) صفت. فياض. وڏي علم وارو- عالم. تيز فهم- هوشيار- ذڪِي. (ذ) غور- فڪر- ويچار.

بحر بيچوني بقادا برسر بازار ۾،

بتا بيک بشر ڪا باب مجهي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-4، ص-108)

• **بَحُور**: [ع] بحر جو جمع. ڏسو بحر.

صيفل ساڏڪُون هِن ياد ڪي ارشاد ارم دي،

کيتي حُور، دل بحور، چوڙ شعور شرم دي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص-77)

- **بختاور**: ذ. صفت. بخت وارو. ڀاڳ وارو- خوش نصيب- سڀاڳو.

**جنهن بختاور تي بارو، سمجهي جڳت ٿو سارو.**

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

- **بَخمل**: ث.[ف. مخمل] ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم- مخمل. گل جو هڪ قسم.

**پائي آوندا هئي چندن چرڻا، بُت هِس بخمل هردم هِلڻا.**

(محمود فقير، سي حرفي، ص-145)

- **بدخشان**: اسم خاص. افغانستان جي اتر ۾ هڪ پرڳڻي جو نالو (جو ياقوتن ۽ **لعلن ڪان مشهور آهي**). هتي بدخشان جي هيرن ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي.

**لعل بدخشان موتي هيري، هار ڳلي چندني يي.**

(محمد فقير، سُر پونپالي، ڪافي-1، ص-53)

- **بَدَرِ**: ظرف [ع. بَدلَ] بدلي ۾- جي بدران- ڏي وٽ ۾.

**پيرِ مغان ۾ پيهي پڌر ٿي، برسيو بزم ۾ بنرو بدل بدر ٿي.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-7، ص-12)

- **بدعت**: ث. [ع] نئين ڳالهه- نئين ريت. دين يا شريعت ۾ نئين رسم (جا پيغمبر صہ جن جي وقت ۾ نہ ٿي هجي).

**مارينديوسئين "محمود" چئي، تڪڙو وڏي سان تاب،**

**اها ساندا آن کي ثاب، لِکي بدعت پنگ جِي.**

(محمود فقير، موالي، ص-127)

- **بَدلُ**: ذ. [ع] عِوض- بَدلو- پاڙو جهاڙو. انتقام- وير. نيڪيءَ جو عيوض- جزا. اُجورو. ڪيتو. قائم مقام- جاءِ نشين. (سن. وارِدَ) ڪڪر- جُهڙ.

**صُورت انساني دي اولي، برهہ بدل کر آيا هي.**

(محمد فقير، سور ڪاريهل، ڪافي-3، ص-185)

- **بديل**: صفت. [ع] مثيل- نظير- جهڙو- ثاني.

**صيفل بديل ڪاڻ بيراڳي، ڦيريدار فقير.**

(محمود فقير، ڪافي-32، ص-62)

- **بَرا**: واحد. برو. ذ. [ف. بره= گهيٽو، هرڻ جو ٻچو، غزال] هرڻ جهڙو هڪ قسم جو ٻڪر- چٽڪمرو ٻڪر- ننڍن وارن ۽ ڪنن وارو ٻڪر. ٻڪرو- ليلو- ڇيلو. (صفت) بروارو- ويڪر وارو. هتي برن اُنن ڏانهن اشارو آهي.

**برا پنارا ميا متاري، چائيندا کاٺ ڪَيرِ دي قنذاري.**

(محمود فقير، ڪافي-63، ص-84)

- **بِردُ**: ذ. [سن. ورڌَ= واڌارو، خوشي، دولت. هہ. بِرَدُ= ناموس، نالو، ساراهہ] نيڪنامي. ناموس- ساراهہ- عزت- آبرو- وقار- شان. پَت- لڄ- شرم- ننگ.

**ڏرت مُلان، تون نہ پرت پڙهيين،**

**ڪيو برد وجائيندئن پيا بيل بندا.**

(محمود فقير، ڏمالي، ص-114)

• **بَردار**: ذ. صفت. [ف. بَردارد برداشتن= کڻڻ] اسم جي پنيان ”کڻندڙ“ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ ”دست بردار- علم بردار وغيره“. (بردار. ث. ف. بَر= تي+ دار= سُوري] ڦاسي- سوري- موت.

بزم بيک بحال بقائِي، برھ دي باران،

بهادر بردار ڏنوسي.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-4، ص-18)

• **بَرڙيون**: (بريون ٻڪريون). بري اسم تصغير، ننڍن ڪنن واري ڇيلي. ٻڪرين جو قسم.

برڙيون برن ۾، چرن ٿيون ڇتاريون.

(محمود فقير، ڪافي-6، ص-47)

• **برزخ**: ذ. [ع] ٻن جاين جي وچ ۾ پردو يا وِٿي. موت بعد قيامت تائين رهڻ وارو عرصو. مسلمانن جي عقيدي موجب اُها جاءِ جنهن ۾ مرڻ کان ونپ قيامت تائين روح رهندو (قبر).

برزخ والي بازي بهتر، برھ بجايان ڀيريان.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-11، ص-126)

• **برس**: برسائڻ. مصدر [سن. وُرُشُ= وسڻ] وسائڻ- آباد ڪرائڻ. بنائڻ- سينگارڻ.

بيرنگ بيک بقائي بالم، ڪيتا برس بحال اسان.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-1، ص-165)

• **بَرسَر**: ظرف. [ف+ع] دائما- سدائين. هميشہ.

برسر بنائي بازي، صورت صفات سازي،

قائم ڪلال قاضي، منصور عشق ڪيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-7، ص-110)

• **برسري**: (برسر). ظرف. [ف] مٿان- مٿي تي.

بي ريا بانڪي بهادر ڪي بقاء بردار تي،

برسري بازار ۾ بشري بغاوت ڇا ڪندي.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-6، ص-52)

• **برقع**: ذ. [ع. بَرقَع] نقاب. زالن جي ستر ڪرڻ لاءِ هڪ خاص قسم جو سبيل ڪپڙو (جنهن سان سڄو بدن ڍڪجي ويندو آهي). صوفين جي اصطلاح ۾ مُراقبي ڪيڻ وقت مُنهن گوڏن تي رکي مٿان سڄي جسم کي لڪائڻ يا ڍڪڻ جي چادر. هتي محمد فقير مطابق الله تعاليٰ محمد جي روپ ۾ زمين تي آيو آهي.

معنيٰ دي ميزان مُحمد، ميم دا برقع پايا.

(محمد فقير، سور پيلو، ڪافي-23، ص-119)

• **برڪات**: واحد. برڪت ث. [ع. بَرَڪَة] واڌ- زيادتي- ڪثرت- گهٽائي. دعا- آسيس. ڀلائي- طفيل- وسيلو.

بدن ۾ پڙڪا بلند ڪيا بقائي برڪات سان،

پاڙهي بيخود پيد بيان مون ڪي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-5، ص-109)

• **بَرکُ**: ذ. صفت. [ع. برڪة. برڪ= ڳاٽيٽي ۾ پهريون] سڀ کان اول، عزت وارو، معتبر، اڳرو وڏيڪ (سن

پَرمُک) ناميارو- مشهور.

ترڪ تاجا هڪ برک چريا، تنهن عرق ڪنون گمراهہ ٿيين.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-114)

- **بَرگُ**: ذ. [ف] پُن- پتو- توشو- سامان- سمر. اسباب. وجائڻ جو هڪ ساز. بينا برگ، بگا اُٺ بهري، مهري ٿيا مستان.

(محمود فقير، ڪافي-17، ص-54)

- **برما**: اسم خاص. مشرقي پاڪستان (بنگلاديش) جي اوڀرندي وارو لاڳو ملڪ.

'محمد' ڪي مهما ورنن آشرما،

پڇن پيد برما ڪا سرگرم سُنائون.

(محمد فقير، سر ڪانرو، ڪافي-7، ص-173)

- **بَرَنُ**: بَرُ. واحد. [ع. بر] رڻ پٽ- بيابان. وسيع ملڪ (جنهن ۾ پرڳٽا گهٽا هجن)- ڪنڊ.

'محمد' مرد مجنون مُڙگان مست ڪيو،

بهادر برن ۾ بينو بُنڊ ٻڌي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-16، ص-115)

- **بِرَهَمُ**: ذ. [سن. بَرهمَ] خدا تعاليٰ- ذات پاڪ مطلق. وياپڪ عالمگير روح.

اوهنگ سوهنگ بِرهم بُلاڪي، اُلٽا پيد بتايا مئين.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-7، ص-173)

- **بريان**: صفت. [ف] ڀُڳل- پڪل- باهہ تي سيڪيل- سڙيل- جليل. (ذ) پڪل گوشت.

تون ڳورو آهين پورو، سهٽو جُنگ جوان،

تنهنجي صحبت لئہ مڪان، آهيان بيحد بريان.

(محمود فقير، ڪافي-70، ص-92)

- **بڙد**: (بڙد واءِ) هڪ بيماريءَ جو هڪ قسم.[1]

(محمود فقير، ڪافي-70، ص-192)

- **بُزُ**: ث. [ف] ٻڪري. (هتي) جهنگلي- چٽ.

خُقي تنهنجو حال وجايو، تون بُرز آهين ٻڪرار.

(محمود فقير، موالي، ص-127)

- **بزم**: ث. [ف] محفل- مجلس- سميلن- چوياري.

برهہ والي بازي بالم، بزم باغ، بهادر،

برابر برحال ڏنوسي.

---

[1] هڪ دفعي محمود فقير ڪتياڻ ڪي بڙد جي بيماري ٿي پئي. پاڻ ان دور جي مشهور حڪيم سيد حاجي علي مردان شاهہ راشديءَ ڪان دوا درمل ورتي. حڪيم صاحب موسيٰ ڪتياڻ ڪان ٽي ڪلوميٽر اتر طرف ڳوٺ واحد ڏنو انڙ ۾ رهندو هو. حاجي علي مردان شاهہ مشهور بزرگ سيد محمد راشد روضي ڌڻيءَ جو اولاد هو. ڪانئس پوءِ سندس وڏو پٽ حڪيم پير حاجن شاهہ حڪمت ۾ وڏو نالو ڪيو. راقم بہ ننڍپڻ ۾ ڪيس ڏٺو هو. هو حڪمت ڪان علاوه ٻني ۽ شڪار جو وڏو شوقين هو. سندس مشهوريءَ جي ڪري، هاڻي هي ڳوٺ سندس نالي سان سڏجي ٿو. سندس عمر سؤ جي لڳ ڀڳ هئي. 1986ع ۾ پاڻ وفات ڪيائين ۽ سندس اولاد بہ حڪمت سان لاڳاپيل آهي. (اقتباس: ڪلام محمود فقير)

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-3، ص-7)

• **بِستُ**: ذ. [ف. بهشت] ”بهشت“ جو عام اُچار. جنت- سرڳ.

عاشق سرايچ، بڌي پيچ، ڏاڍي پيچ پرم دي،

مستو مست، باري بست، مندل يار محفل ڊِي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص-77)

• **بُسرين**: واحد. بُسري. ث. ڳُٽ واري ماني- ڳُٽهاري.

لڳو پيچ پُلاهن سان، بُسرئين جا ڪيئي بار،

هاڻي ٻيو ڪو موليٰ مار، اٿئون پياس پلاهه جي.

(محمود فقير، مولي، ص-129)

• **بسمي**: بِسمِ. ڪلمو. [ع. بِاسم= اسم ساڻ] بِسمِ الله الرحمٰن الرحِيمِ جا پهريان لفظ، ”الله جي نالي سان يا شروع ڪر“. ث. شروعات- ابتدا. قرآن مجيد جي هر سورة جي اڳيان ايندڙ ڪلمو. (ظرف) هائو. چڱو- ڀلي.

جوڳي جسم جلايا، جهلڪار ڪي جشن ۾،

عهدا عظيم پايا، بسمي لڳا ڪي بَنُ ۾.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-10، ص-14)

• **بسنت**: ث. ذ. [سن. وَسَنتَ] بهار جي مند- گل ابي رُت. سَرهَنُ جا گل (جي بهار ۾ ڦولارجن).

بسنت ’محمد‘ سارنگ گاوي، پُرجهه پريمي پنچم.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-4، ص-103)

• **بَشِيهَرُ**: ذ. صفت. [سن. وِشَهَرَ: وِشَ= زهر+ هَرَ= ڪٽندڙ] زهريلو نانگ- ڪارو نانگ- واسينگ.

زلف بشيهر پالي، هن سنگ ڇُور ڪالي.

(محمود فقير، ڪافي-57، ص-81)

• **بقاءُ**: ث. ذ. [ع. بقاءُ] هميشه رهڻ جي حالت. ”فنا“ جو ضد. جٽاءُ. استقامت. حيات جاودان- جيوت. بيهڪ- قيام.

بيريا بانڪي بهادر ڪي بقاءُ بردار تي،

برسري بازار ۾ بشري بغاوت ڇا ڪندي.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-6، ص-52)

• **بقا بِالله**: محاورو. الله سان هڪ ٿي وڃڻ (صوفين جي هڪ منزل، جا ”فنا في الله“. کان پوءِ حاصل ٿئي).

• **بقائي**: هميشگي- استقامت.

پيچ پني برسات بقائي، برسي باغ بهار ميان.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-2، ص-102)

• **بگا**: واحد. بگو. ذ. صفت. [سن. وَڪَ= بگهه] اڇو- سفيد- پورو (ذ) پوري رنگ جو ڏاند- اڇي رنگ جو اُٺ.

بينا برگ بگا اُٺ بهري، مَهرِي ٿيا مستان.

(محمود فقير، ڪافي-17، ص-54)

• **بگدِي**: هن لفظ جو صحيح اُچار ”بُغدي“ آهي. ذ. [بُختِي> بُغدي] وڏو مضبوط لاڏو اُٺ.

بگدي بلوچن جا، سي دِنگَ ديوانا.

(محمود فقير، ڪافي-33، ص-63)

• **بِگِلُ**: ذ. [انگ. Bugle] پتل جو توتارو (جو فوجي اطلامن لاءِ وڄايو وڃي)- فوجي توتارو.

پيريان، گل بحالِي، نوبت وَڄا نرالِي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-12، ص-15)

• **بُلا**: اسم خاص. پنجاب جو مشهور صوفي شاعر بابا بلهي شاهه.[2]

بُلا هون ڪٿ بيدل هون، ڪٿ بيسر والا بندر هون.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-46، ص-93)

• **بلاول**: اسم خاص. مخدوم بلاول. (اصل ٺٽيءَ جو وينل هو، وڏو مفسر ۽ ولي الله، جنهن کي شاهه بيگ ارغون ڏهين صدي هجريءَ جي اوائل ۾ شهيد ڪرايو. سندس مسجد ٺٽيءَ ۾ موجود آهي ۽ سندس مقبرو "باغبان" دادو ۾ آهي، جتي 'ماهه پهرين جمعي' تي وڏو شغل ٿيندو آهي.)

عشق بلاول گهائي پيڙهيا، صوفي دا سبحان،

ڏڙ سسي ڪنون ڏا ڏر ٿيندا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-60، ص-99)

• **بلاولي راڳ**: هندستان جي ڪلاسيڪي راڳ جي نظام ۾ هن راڳ جا ڪل 14 قسم ڳڻيا ويا آهن، جن ۾ شڌ بلاول، ڪلبه بلاول، الهيار بلاول، منگل بلاول، ڪماچي بلاول، جي جئونتي بلاول، سنڪرا بلاول، ڪجيلي بلاول، ايمن بلاول، ڪامودي بلاول، مدهه رسيا بلاول، سڪيا بلاول، ڀهاگ بلاول ۽ سوها بلاول شامل آهن. انهيءَ ٺاٽ کي هندو مذهب جا جيترا به علم موسيقي تي لکيل سنگيت، جن مان خاص ڪري رتناڪر، هنونت ست درپن، پاوري لڪش ۽ پارت ڪندي جو لکيل سنگيت "معرفت النغمات" آهن، اهي سڀ چون ٿا ته جيترا به سنگيت ٺاٽ آهن. انهن ۾ شد ٺاٽ صرف بلاول ٺاٽ ئي آهي. هاڻ هيٺ هن راڳ جو سرگم لکجي ٿو، هن کي هندي ۽ سنسڪرت ۾ شنڪر اپرن ميل ٺاٽ چوندا آهن. هي راڳ اُترانگ جو راڳ آهي. ڳائڻ جو وقت صبح جو آهي. هن راڳ ۾ گنڌار ڪمزور ڪري لڳائجي. نکاد وِڪر روپ سان لڳائبي. هڪڙا گائڪ (راڳي) وادي سُر کي کرج (سا) ۽ ٻيا ڌيوت (ڌا) کي استعمال ڪندا آهن. راڳ بلاول جو سرگم ٿيو:

**آروهي**: **ساري گي ماپا ڌي ني سا.**

**امروهي**: ساني ڌي پا ماگي ري سا.

محمد فقير جي رسالي ۾ به ڪافيون سر بلاولي ۾ آهن ۽ ترتيب جي لحاظ کان رسالي ۾ بلاوليءَ کي 3 نمبر تي رکيو ويو آهي.

(اقتباس: توريان جيڪر تند. مصنف اظهر سمون)

---

[2] بابا بلهي شاهه پنجابي زبان جو مشهور شاعر ۽ صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس اصل نالو سيد محمد عبدالله شاهه هو پر درويشيءَ ۽ بزرگيءَ جي ڪري "بلهي شاهه" جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس والد سخي محمود 'اُچ گيلان' (بهاولپور) کان ملڪوال ۾ آيو. جتان "پانڊو" ڳوٺ ۾ اچي رهيو. جيڪو قصور ۾ آهي، بلهي شاهه اتي جند ورتو. سندس ڄم جو سال 1106/ 1692ع ڄاڻايو وڃي ٿو پر ڪجهه محققن جي خيال موجب بلهي شاهه 1103هه/1691ع ۾ ڄائو. سندس نسبي سلسلو چوڏهينءَ پيڙهيءَ ۾ حضرت عبدالقادر جيلاني رحه سان وڃي ملي ٿو. سندس تعليم بابت مستند احوال نٿو ملي، پر سندس استادن ۾ سندس والد کان سواءِ ٻن عالمن مخدوم غلام محي الدين ۽ خواجه غلام مرتضيٰ جا نالا ورتا وڃن ٿا. بلهي شاهه کي لاهور ۾ پير عنايت شاهه (آرائين) قادري عطاريءَ جي آستاني تي دلي سڪون مليو. پاڻ سڄي زندگي شادي نه ڪيائون. بلهي شاهه 1171هه/ 1757ع ۾ وفات ڪئي ۽ هر سال محرم مهيني ۾ سندس عرس ٿيندو آهي. (اقتباس. انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جلد_1، 79_478).

• **بَلَهَذِيرُ**: ذ. صفت. [ع. بِلا= سواءِ+ حَذَرُ= ڊِپ] بي ڊپو- بيحياءُ- بيشرم- اَٽاسو- بدفضيلت- خبيث- نَحُسُ- پليت- بدمعاش- رهزن. شرير- چور. ظالم- خنزير.

تون ٻهڪين ٿي بلهذيرُ، پپو رِي ڪُتِي.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

• **بَمر**: [ف. بَمُ، بِمُ] ڏهل- ڏُڪڙُ- پڪوان يا نغاري جو ٿرُ (ڳرو) پاسو. راڳ يا ساز جو ٿلهو ۽ اُچو آواز- "زير" جو ضد. ٻٽاڪ- لاف- ڏٽو- ڳلتو- گشو- رعب- داٻ- تاب.

ڪم ڪرين تون ڪوجها، ٻَڏي بي فائدا بم.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **بَنُ**: ذ. [سن. وَنَ] جهنگل- ٻيلو. بيابان- ويراني. (مصدر. ٻنجڻ، ٻنائڻ) ٺاهه- سينگار- آراستگي.

جوڳي جسم جلايا، جهلڪار ڪي جشن ۾،

عُهدا عظيم پايا، بِسمي لگا ڪي بن ۾.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-10، ص-14)

• **بُند**: ذ. ڪاٺ جو ٿلهو ٽڪر. وڻ جو ٿُڙ (جنهن کي ٽاريون نہ هجن). ٿلهو سڪل ڪاٺ.

'محمد' مرد مجنون مُڙگان مست ڪيو،

بهادر برن ۾ بينو بُند بڻي.

(محمد فقير. سُر پيلو، ڪافي-16، ص-115)

• **بَنرو**: ذ ['بَنو' مان اسم تصغير] گهوٽ- وَنو- لاڏو.

پيرِ مغان ۾ پيهي پٽر ٿي، برسيو بزم ۾ بنرو بندر ٿي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-7، ص-12)

• **بنسِي**: ث. [سن. وَنشي] بانسري- مُرلي.

دوارا درشن ڏياني ڏاران، بنسي جاجي بين بجاون.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-16، ص-180)

• **بَنُواسِي**: بَنُواسُ. جهنگ ۾ رهندڙ- صحرانشين.

پاجُون آيا چوراسي، ٿي برهہ بدل بنواسي.

(محمد فقير، سور پُوريا، ڪافي-1، ص-241)

• **بُڻ**: [ف بَن. سن. بُڌن] اصل- پاڙ- جڙ- مُنڍ- شروعات- بنياد- پيڙهہ- نسل- نسب- اولاد- پشت- پونير- خاندان- آڪهہ- پُري. ڪورين جي اصطلاح ۾ گڏيل ٻہ تندون.

بُڻ اوهان جو بُڇڙو، اوهين قرب جا ڪچا.

(محمود فقير، خيري، ص-136)

• **بُوتو**: ذ. [ف. بُت] بُت. مجسمو- صورت. بدن- جسم. نقلي صورت.

ازل ڪان آواز اَنا ٿيو اصلي الله جو،

برسر بشر بوتو بنيو آدم صفي الله جو.

(محمد فقير، مثنوي-1، ص-297)

• **بُودا**: واحد. بودو. ذ. [ف. بوتہ] اُٺ- ڪنواٺ- گورو. (صفت) ٿلهو ۽ بي ڊولو. (سن. اَبوڌ> =نہ+ بُڌ= سمجهڻ)

اڻوجهہ- بي سمجھہ.

پوتان بودا جَتان، جُهيڪا جُهونگا آيا جُهلِي.

(محمود فقير، ڪافي-11، ص-54)

- **بودلائي**: عقل جي سادگي. پورڙائي. نهنائي- هانيڪائي- بردباري. الله لوڪائي. بلند بودلائي، سُخن جي سچائي.

بلند بودلائي، سُخن جي سچائي،

خبر ڪن خُدائي، ناچو تي نيارا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-21، ص-132)

- **بورُ**: ذ. گهوڙي جو هڪ قسم- سونهري ڳاڙهي رنگ وارو گهوڙو. هلڪي ڳاڙهي رنگ وارو اُٺ.

رنگ سُرخو زور پلو، بور گهوڙو ڏينم ڪٽي.

(محمود فقير، ڪافي-46، ص-71)

- **بوستان**: ذ. [ف. بُو= خوشبو+ آستان= جاءِ] باغ- بُستان- ڦُلواڙي.

بشر واري بازي برسر، برهہ جي بوستان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-58، ص-98)

- **بولُ**: ذ. [ع. بَولُ] پيشاب- مُٽ- پولهہ- دُبر. اوگهڙ- آندا گُجيون. اوجهڙي.

بول نڪرندا پنگين جا، تن سانڊن جا سخت.

(محمود فقير، موالي، ص-127)

- **بُولو**: ذ. [ف. بُلاق] ڳهہُ جو هڪ قسم — نٿ جي نموني ننڍڙو ڳهہ (جو نڪ ۾ سوراخ ڪري پائبو آهي).

جهاپا، جهومڪ، جهالر، جُهوڙو، بينسر، بولو پَئُ!

(محمود فقير، ڪافي-7، ص-48)

- **بُونبُ**: ذ. [سن. بِمبَ] ڪُوهو (ٻيڙيءَ يا جهاز جو)- گنبذ جي چوٽي يا ڪنگري. نيل جي چُمنبَ. ڏاڪوڻءَ جي متئين پُڙَ جي چوٽي. دلي جو ڍڪ. نڪ يا ڪن جي چوٽي. (صفت) وڏو- ٿلهو- متارو.

اَرڏا اُٺ آهن آريءَ جا سي باري بُونبَ ٻڙا.

(محمود فير، ڪافي-17، ص-54)

- **بهاري**: ث. گلن ڦٽڻ جي موسم- بسنت رُت (جا ڦڳڻ، چيٽ ۽ ويساک واري سماهِيءَ ۾ تقريباً 15 اپريل تائين آهي). خوشي- راحت- آنند- فرحت. رونق- جهڄمڳ. سبزي- ساوڪ.

نگارِي نظم جي، بهاري برم جي،

حُسن جي حڪم جي، ڪيان ڳالهہ ڪيهي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-1، ص-122)

- **بِهاڳُ**: ذ. هندستاني پڪي راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو. سنڌيءَ ۾ هن راڳڻي کي وِهاڳُ بہ چئبو آهي. سردارن لاءِ منگتن جي وڏي صبوح واري ساراهہ. وهاڱڙو- فراق- درد- غم- وڇوڙو. بِهاگ. پچاڙي- آخرتائين. رات گذرڻ تائين. محمد فقير جي رسالي "منطوق محمديءَ" ۾ هيءَ راڳڻي پنجين نمبر تي آهي ۽ هن راڳڻيءَ ۾ سندس 25 ڪافيون موجود آهن.

- **بِهبُودِ**: ث. [ف. بِهہ= چڱو+ بودي< بودن= هئڻ] چڱائي- پلائي- خيرخواهي- بهتري- برتري. فائدو.

موجود تون موجود تون، بيشڪ بقاء بهبود تون.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-12، ص-60)

• **بَهِي**: صفت [ع] سهڻو- وڻندڙ (پرا. پَسڻ سن. پَشَڻُ) ڏڙهي- بهڪ (ڪُتي جي).

ارڙ اينگس پرڙ پينگس، آيو پينگ بَهِي.

(محمود فقير، ڪافي-23، ص-57)

• **بِياس**: اسم خاص. پنجاب جي پنجن ندين مان هڪ نديءَ جو نالو (جا سنڌو درياءَ جي پرتي ڪندڙ شاخن مان هڪ آهي.)

پيد بياس ڪِي بات بتاوي، گاروڙي گرناري ڪو.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-16، ص-180)

• **بَياضُ**: ذ [ع] اَڇائي. اَڇو ڪتاب يا دفتر. خاص نڪتن، مسئلن يا شعرن جو ڪتاب ڪتاب جي قلمي نسخي ۾ خالي رهيل ٽڪرو.

چِڏ خبيث ڪرسايون، ڪوڙا ڪر نہ بياض.

(محمود فقير، موالي، ص-130)

• **بياضِي**: ث. حدبنديءَ جو هڪ قِسم (جنهن ۾ جلد باپوش پڪي چمڙيءَ جو ٿئي). عمدو شعر يا نظم.

بيرنگ برسي بازي، بشري بيڪ بياضي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-33، ص-27)

• **بي تاب**: ذ. صفت. بيچين- بيقرار- بي آرام. پريشان- گهبرايل.

ڪِيا حُسن بي تاب مُجهي، وِڪا نوڪ نظر ناياب مُجهي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-4، ص-108)

• **بي پير**: ذ. صفت. جنهن جو گُر يا مُرشد نہ هجي. بي اثر. بي مروت. شرير.

بي پليون بي پيراڪيون، گهائن گهوٽ گهُورن سان.

(محمد فقير، سُر ڏناسري، ڪافي-6، ص-229)

• **بي پرواهہ**: ذ. صفت [ف. بي پروا] جنهن کي پرواهہ نہ هجي- لاغرض- لا اُبالي- بي خيالو. جنهن کي ڪا ڪاڻ نہ هجي. بالم.

ٻاهر ڪيرو ڪل ۾، اندر ۾ آڙاهہ،
’محمد‘ بي پرواهہ، ڪائي متو موت ڪي.

(محمد فقير، بيت-222، ص-289)

• **بيچُون**: صفت. [ف] بيمثل- بينظير- اَمَٽ- لاثاني. لاجواب. (اسم خاص) خُدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

عدم ڪان هِت قدم پائي، وجان واقف وطن ۾ تو،
برهہ بيچون جي بازي، بنا برسي بدن ۾ تو.

(محمد فقير،س ُر پيروي، ڪافي-13، ص-15)

• **بيخُود**: صفت. [ف] پنهنجو پاڻ وساريندڙ- آپي ڪان ٻاهر. بي هوش. بدحواس.

بن بيخود پيد بياضي، دم ڏُولهہ دُرس درازي.

(محمد فقير،سُر تلنگ، ڪافي-60، ص-99)

• **بيدار**: صفت. [ف] سُجاڳ- سُچيت- جاڳيل. خبردار- هوشيار.

پنهنجي پڌر پسڻ جو، برحال پيد باقي،
برسر تہ بتايو، بيدار بنايو.

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-7، ص-224)

• **بيدل**: ذ. صفت [ف] دل ڪان سواءِ. بد دل. بي همت. (اسم خاص) سنڌ جي هڪ مشهور شاعر (قادربخش روهڙيءَ واري جو) **تخلص**.[3]

بُلاهُون ڪِٿ بيدل هُون، ڪِٿ بيسرِ والا بندر هون.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-46، ص-93)

• **بيراڳِن**: واحد. بيراڳي. ذ. صفت. ويراڳي- سنياسي- تارڪ. اُداس- ملول. عاشق. فقير.
بيراڳِن جي پٽن تي بازي، طبل تازي تيز سان تياري تازي.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-247)

صيفل، بديل ڪاڻ بيراڳي، ڦيريدار فقير.

(محمود فقير، ڪافي-32، ص-62)

• **بيرنگ**: ذ. صفت. جنهن ۾ ڪو رنگ نہ هجي. رنگ روپ ڪان سواءِ رنگ روپ ڪان نيارو. بيمثل.
انساني جي اولي اندر، برهہ بنايو بيرنگ بندر،
عرش وارو آشيانو، تان ترانو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-32، ص-87)

• **بيراني**: ث. ويراني- سُڃ. حيراني. پريشاني. خرابي.
ويا دل جاني، بُت ٿيو بيراني.

(محمد فقير، ڪافي-34، ص-64)

• **بي سِر**: ذ. صفت. سِر ڪان سواءِ سسي وڍيل. سِر جو سانگو نہ ڪندڙ. سرفروش. سرويچ. لاغرض. مٿي ڦريل. هوڏي- ضدي. لاثاني.

بي سِر واري بازي، طلب ترازي تازي،
ڪات ڪلاي قاضي، 'محمد' جي مختياري.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-62، ص-42)

---

[3] بيدل فقير سنڌ جي ڪلاسيڪي ادب/ شاعريءَ ۾ تاريخ جو اهم نالو آهي. سندس ڪلام شاهہ لطيف ۽ سچل سرمست ڪان پوءِ سنڌ ۽ هند ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو. بيدل فقير جو اصل نالو قادربخش هو پر حضرت عبدالقادر جيلاني رحہ جي عقيدت منديءَ جي ڪري پاڻ کي قادربخش سڏائڻ لڳو. هن 1815ع مطابق 1231هہ ۾ فقير محسن قريشيءَ جي گهر روهڙيءَ ۾ جنم ورتو.
فقير قادربخش بيدل تعليم تربيت ۽ سير سياحت ڪان پوءِ تصنيف ۽ تاليف جو وڏو ڪم ڪيو. هن 59 سالن جي حياتيءَ ۾ عربي، فارسي، سنڌي، سرائيڪي ۽ اردو نظم ۽ نثر جا 30 ڪتاب تصنيف ڪيا. جن مان اڪثريت عربي ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ آهي. سندس مشهور (ڪتابن ۾ "مثنوي رياض الفقرا"، "ديوان ملوڪ الطالبين"، "رموز القادري"، "ڪرسي نامہ" (سنڌي ۽ سرائيڪي ڪافين جو مجموعو) "وحدت نامو" (سنڌي بيتن جو مجموعو) "غزليات هندي" (اردو ڪلام) "ديوان بيدل" (فارسي) "پنج گنج" وغيره شامل آهن.
پنج گنج فقير بيدل جو مقبول ترين ڪتاب آهي، جنهن ۾ قرآن، حديث، مثنوي، فارسي شاعري ۽ شاهہ جا سنڌي بيت پڻ ڏنل آهن.
بيدل فقير 16 ذوالقعد 1289هہ مطابق 15 جنوري 1873ع ۾ وفات ڪئي. هر سال سندس مزار تي روهڙيءَ ۾ ميلو ۽ عرس منعقد ٿيندو آهي. (اقتباس: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جلد ٽيون، ص_516_517)

• **بيک**: ذ. [سن. ويشَ] ويس — لباس- پوشاڪ. ٻاهريون ويس. ٻهروپ- چمڙاپوش. فقيراڻو لباس- نمونو- صورت. ڏيک. ڍونگ- مڪر- فريب.

**بي مثال مثل وِچ ماهر، ٿيا بيک بحالي موليٰ.**

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-5، ص-8)

• **بينا**: ذ. صفت. [ف] ڏسندڙ- پسندڙ- پروڙيندڙ.

**بينا برگ ٻگا اُٿ ٻهري، مهري ٿيا مستان.**

(محمود فقير، ڪافي-17، ص-54)

• **بِينَ**: ث. [سن. وينَا] ساز جو هڪ قسم (جنهن جي ٻنهي پاسن کان ۽ وچ ۾ سخت تارون وڄائڻ لاءِ ٿينديون آهن. هندن جي عقيدي موجب اهو ساز پهريائين 'نارومني' جوڙيو. هن طوطو (چمڙي جي ڳوٿريءَ ۽ توتارين مان ٺهيل ساز، جنهن ۾ هوا ڦوڪي وڄائبو آهي). Big-pipe گجري- بينسري. مُرلي.

**بحر بر بيچون ۾، برهه واري بين.**

(محمد فقير، سُر هيڪار، ڪافي-2، ص-232)

• **بَينسِر**: ث. [ف. بيني= نڪ+ سَر= شان، طوق، سينگار] نڪ جي زيور جو هڪ قسم- نٿ. بولي جو هڪ قسم.

**جهاٻا، جهُومڪ، جهالر، جهوڙو، بينسر بولوءَن!**

(محمود فقير، ڪافي-7، ص-48)

• **بي نظيري**: صفت. بي مثال- لاثاني لاجواب. اَملهه. اَتور.

**مرشد ميري مُنيرِي بي نظيري،**
**جِهنبا برهه بَحال هي، قرب ڪمالؔ هي.**

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-35، ص-139)

# ٻ

• **ٻاٻَلُ**: (ٻابَلُ) ذ. بابو- اَبو. پيءُ جو پاءُ- چاچو. بزرگ. مُکي- پٽيل. ڳوٺ جو وڏو.

ونحن اقرب ٿيڙي رهندا، بي مثل تي ٻاٻل ٻهندا.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-4، ص-167)

• **ٻاجُهون**: ظرف. [سن. سرائڪي] کان سواءِ- ڌاران- بغير- بنا.

درسن ٻاجهون دم دم دل تي، وصل دا ويچار.

(محمد فقير، سُر حمير ڪلياڻ، ڪافي-1، ص-240)

• **ٻانڌا**: واحد. ٻانڌو. ذ. [سن. ٻَنڌه. ف. بند] ٻاري جي ٿُڪَ مان پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ مٽيءَ جو ڳنڍيو- ٻُندبو. ننڍو بند- بنو. ڪنارو. رَڇ ٻڌڻ جو ڪاٺُ. رَڇَ. مڇيءَ ڦاسائڻ جو هنڌ (جتي ميربحر رڇ وجهي مڇي مارين). جَڪَ- چاڀ. چوئِي. ڪوهه ۾ سِرن جي اوساري.

هي هنرمند خان ڪٽياڻ، ٻائڙ ٻارين ٻانڌا ٻاڻ.

(محمود فقير، سي حرفي- ص-148)

• **ٻاڏِي**: (ٻاڏو) ذ. صفت. ٽيڏو (اکين کان).

اَمل ڪارڻ اداسي تون، اک ڪرين ٻاڏي.

(محمود فقير، موالي، ص-131)

• **ٻارِ**: جلائي ڇڏ- ساڙي ڇڏ- باهه ڏئي ڇڏ.

’محمد‘ الفي عشق جي پائي، ٻيائيءَ وارو ٻائڙ ٻار.

(محمد فقير، سُر ڪاريهل، ڪافي-3، ص-185)

• **ٻاڪاري**: مصدر: ٻاڪارڻ. [سن. واڪ= آواز ڪرڻ] وڏي آواز سان دانهون ڪرڻ- واڪا ڪرڻ- ڏاڍيان روئڻ- وڏا سڏ ڪرڻ- زور سان آهون ۽ التجائون ڪرڻ. ليلائڻ.

ٻانيڻ پيئي ٻاڪاري، ڪنهن رمز آهي رولي.

(محمود فقير، بيگم، ص-117)

• **ٻارڪيون**: (واحد. ٻار ڪي) ث. ٻانهن ۾ ٻڌڻ جو هڪ زيور. ٻانهن رکي.

زيور هس ڪڙولا، ٻانهيون ٻارڪيون ٻيڙا.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

• **ٻارنهن**: ٻارنهن امام (مسلمانن جا)

ٻارنهن ٻول ڪرن ٻهڪارا، چوڏنهن چُوندِ ڪرن چمڪارا.

(محمود فقير، ڪافي-76، ص-102)

• **ٻاڙيون**: (واحد. ٻاڙ) ث. (ٻيڙي، چلم، حقي يا ڪنهن نشيدار شيءِ لاءِ) چڪ- تانگهہ- هير- عادت- چُوسَ.

ٻاروچل جون ٻاڙيون ٻاڙيون، جيءَ اندر ۾ لڳم جاڙيون جاڙيون.

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **ٻالُ جَتِي**: ث. ٻاراڻي وهي- ٻالاپڻ- ننڍپڻ.

پُري ڪندينءَ چو پٽري، لڳو ٻال جتيءَ جو ٻنگ.

(محمود فقير، خيري، ص-138)

• **ٻانهياري**. (واحد. ٻانهي) ث. [سن. ٻاهُڪَ= ٻانهون، نوڪر] نوڪرياڻي- خدمت ڪندڙ- تابعداري ڪندڙ- بندگي ڪندڙ.

ٻانهياري آئون ٻول ٻڌي، اڄ قول ڏيان پاري.

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-50)

• **ٻانهيُون**: (واحد. ٻانهين) [سن. ٻاهَ= ٻانهن] عاج، سون يا چانديءَ جون ترتيبوار چوڙيون (جي زالون ٻانهن ۾ پائين ٿيون).

• **ٻاڻُ**: [سن. ٻاڻ= تير] تير. محبت جو تير- عشق جو ڪان. محبت جو پيچ- عشق جو جادو. جادو جو ٽڻ. وَجهہ- موقعو.

پنهون پيچ پائي ويو، گهونگهٽ ۾ گهائي ويو،

ڏاڍي لئون لائي ويو، ٻاروچل ٻاڻ.

(محمود فقير، ڪافي-43، ص-69)

• **ٻاڻِي**: ث. [سن. واڻِي] آواز بيان. ڪلام سخن. وائي. چوڻي. ٻول. زبان- ٻولي. ڀاشا. گفتگو- ڳالهہ ٻولهہ. گروءَ جي مُک سان نڪتل وچن يا ٻول. ڌرمي ڪتابن جون وايون يا سلوڪ.

پراپت پشعتي، متما پڳتي- ويڪري ڪِي وستي ۾ ٻاڻي نبائون.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص-172)

• **ٻاوَنگِيرُ**: ذ. صفت [هہ. ٻاون= ٻاونجاهہ+ ف. گير (گرفتن>گير)= جهليندڙ] ٻاونجاهہ ڇٽن ڪي جهليندڙ- ٻاونجاهہ جو مٽ. ٻاونجاهہ اکرن جو ڄاڻون. پٽن جي راند ۾ ’ٻاونجاهہ‘ (ٻاون) پٽن جو داءُ ڪٽندڙ. وڏو دانائُ تمام سياڻو- چالاڪ- حرفتي.

جنهن ٻاونگير ٻولايو، تنهن ريبي راند ڪسي.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

• **ٻائڙ**: ذ. [سن. وياوڙت= چوڏاري ڦرڻ] هُرلي يا نار جي ڊينگي جون ڪانيون (اوپارا، ڦرهيون ۽ ونگڙا).

’محمد‘ الفي عشق جي ٻائي، ٻيائيءَ وارو ٻائڙ ٻار.

(محمد فقير، سُر ڪاريهل، ڪافي-3، ص-185)

جهنگ جبل جا، ٻائڙ سڀ ٻاريان.

(محمود فقير، ڪافي-33، ص-63)

- **ٻُڌ**: اسم خاص. [سن. ٻڌُ] ڌرم جو پايو وجهندڙ مهاتما گوتم ٻُڌ (جنهن جو اصل نالو "سدارٿ" هو ۽ ڪپل وستوءَ جي راجا "سنڌوڌن" جو پٽ هو. هندن جي عقيدي موجب هي ڀڳوان جو اوتار هو. عيسوي سن کان 477 ورهيه اڳ وفات ڪيائين).

ٻُلهي شاهه ارداس گلاب، سرشٽ ڏيانند ٻُڌ پرتاب.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-16، ص-180)

- **ٻُڌواني**: (ٻُڌوانُ). ذ. صفت. سياڻو- سمجهو- عاقل- هوشيار.

چاطر سُڌا بناسي نرگن مورک ڪيا ٻڌاواني ري.

(محمد فقير،سُر ڪونسيه، ڪافي-4، ص-175)

- **ٻُرن**: ٻرڻ. مصدر. [سن. وِرُ= وجڻ] وجڻ- جهانءِ ڪرڻ (ڪنهن ٻه واڄي جو).

ڪڙڪيون ڪڙيون ٿيون ٻيلي ۾ ٻُرن ٿيون.

(محمود فقير، ڪافي-44، ص-70)

- **ٻرو**: ذ. [سن. جوَره] تپُ- بخار. سور- تڪليف.

اهو ڄاڻ عجائب ڄاتو مون، لهي ٻيائيءَ جو سور ٻرو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

- **ٻڙڪن**: ٻڙڪڻ. مصدر. ٺهڪڻ- جوش کائڻ.

باهيان آهن تو پورل ديان، سي ٻڙڪن اندر ٻيري.

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-118)

- **ٻَڪُ**: ذ. [سن. وَڪشَس=ڇاتي] ٻنهي ٻانهن سان وڌل ڀاڪر. ملهه وڙهڻ وقت سندري ۾ هٿ وجهڻ واري حالت.

تيز تکي ڪر تيغ، سيني وِچ مارن ٻک ٻنگي.

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-122)

- **ٻَنُ**: ظرف. ٻَن ۾- اوڙاهه ۾. کوهه ۾- پاسي- پري- ٻئي پاسي.

ٻيائي وجهي ٻَن ۾، پڙ ۾ ڪر پرواز،
اجل جو آواز، سالڪ سڻن سير ۾.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-255)

- **ٻُندي**: ذ. هُرلي جو هڪ عضوو- ٽوٽي ـجنهن تي ٺهوَر ٻيهي).

ٻائڙ ٻُندي وِچ پنان ني لوٽي، تيڪُون شاهه گهتيسي ٽوٽي.

(محمود فقير، ڪافي-63، ص-84)

- **ٻنڌڻ**: [سن. ٻَنڌن] مقرر ڪم (جنهن جي ڪرڻ لاءِ ماڻهو ٻڌل هجي)- فرض. پڪو پهه- قاعدو- قانون- تنجڻو- ٻاروتو. پيوند- پيچ- ڳانڍاپو.

ٻنڌڻ ٻاروچن جا، ٻارڻ ويم ٻري.

(محمود فقير، ڪافي-7، ص-48)

- **ٻَنگُ**: ذ. [سن. وَڱڪَ] ونگ- واهڙ (درياهُ جو)- درياهُ جو ور. گهيڙ- گهٽ. ٻک- ڀاڪر.

چئي، پُري چوڪندين پڌري، لڳو ٻال جتيءَ جو ٻنگ.

(محمود فقير، خري، ص-138)

• **ٻنگي**: ٻک هٽڻ- قابو جهلڻ- ڄاڻو هٽڻ. ڄاڻو يا ٻک هٽي. ونگي.

تيز تکي ڪر تيغ سيني وچ، مارن ٻک ٻنگي.

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-122)

• **ٻهڪارا**: ٻهڪڻ. مصدر. ث. [سن. ڀاس] چمڪو- تجلو- روشني- وٽن ۾ گلن جي تازگي.

ٻارنهن ٻول ڪرن ٻهڪارا، چوڏنهن چوند ڪرن چمڪارا.

(محمود فقير، ڪافي-77، ص-102)

• **ٻهڳڻ**: ذ. صفت. [سن. ٻهگڻ<ٻهہ= گهڻا+ گُڻ= خاصيتون، خصلتون، اخلاق] گهڻن گڻن وارو. چڱن گڻن وارو. سهڻو جوان- دلبر. سياڻو- وينجهار. عقلمند- داناءُ.

ٻُتيس سيج پلنگ، ٻهڳڻ سان هٽي ٻنگ.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-8، ص-70)

• **ٻَهُون**: صفت. [سن. ٻهُ= گهڻو] وڏو انداز- گهڻو- جهجهو- جام- گهڻي انداز ۾. گهڻن نمونن سان- هر لحاظ سان- پوريءَ طرح.

ٻوڙ پلاهون ٻَهُون هئا، صحبت جا سچا.

(محمود فقير، خيري، ص-136)

• **ٻورو**: ذ. [ف. بوراهہ. هہ. بورا] ويڪر وارن پاسن کان سبيل ۽ ڊيگهه واري پاسي کان ڪليل ڳوڻ (جا پاڻ، مِٽيءَ، واريءَ وغيره ڪڻڻ لاءِ ڪم اچي ۽ گڏهه يا اُٺ تي لڏجي). ڪِڙيو- خُرجين- بار لڏڻ لاءِ ڳوٿرو.

تون مڇي ڪڻ ماجر جي، گڏهه تي ٻورو.

(محمود فقير، خري، ص-136)

• **ٻُوڪي**: (ٻُوڪِرُ). لڱ جي دانهن ڪندڙ (ٻڪر). ٻوڪڙ ڪندڙ. ڏاڍيان ڳالهائيندڙ. اجائي ٻڪبڪ ڪندڙ.

دنيا دم، غفلت غم، بخيلڻ بم ٻڪر ٻوڪي.

(محمود فقير، ڪافي-52، ص-78)

• **ٻوڪيا**: ٻوڪجڻ. مصدر. انب يا ڪجيءَ جو اوائلي ٻور جهلڻ- ٻُورجڻ- انگورجڻ- ڦولارجڻ.

ٻوڪيا ٻُوهہَ ڪليا گل گوهر، عجب رنگي اسرار.

(محمود فقير، ڪافي-16)، ص-153)

• **ٻُوهہ**: ٻوٽي جو هڪ قسم (جو اڪثر واريءَ جي پٽن يا ٽڪرن تي اُپرن، پن سائيرڙي رنگ جا، گل گول هيڊي يا ميري رنگ جا ۽ نرم ٿينس، جي دوا طور ڪم اچن ۽ پڻ نرم هئڻ سببان وهاڻن ۾ ڀرجن.)

ٻوڪيا ٻُوهہ ڪليا گل گوهر، عجب رنگي اسرار.

(محمود فقير، ڪافي-16، ص153)

• **ٻيائِي**: ث. ڏُوئي- ڪوٽ- دولاب. دورنگائي- پاسخاطري. بي انصافي. پاڻ ڪي خدا سمجهڻ واري حالت.

’محمد‘ الفي عشق جي پائي، ٻيائيءَ وارو ٻائڙ ٻار.

(محمد فقير، سُر ڪاريهل، ڪافي-3، ص-185)

• **ٻيري**: (ٻيرو). ذ. ماس جو ڳاڙهو ٽڪرو. گوشت جو ڪچو ڳاڙهو ڳيو. مڇيءَ جي ڳيي ڳيو- پورو- ڳترو.

باهيان آهن تو پورل ديان، سي ٻڙڪن اندر ٻيري.

(محمود فقير، ٽيھ ڏينھن، ص-118)

• **ٻيگهي**: ث. جهيڙو- جهڳڙو- گوڙ- شور- هُل.

تون ٻه ويڙهائي ٻيگهي ديجهان، جهيڙي تي نه جِهم.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

# پ

• **پاتئين پات**: (پاتون پات) قسمين قسمين- مختلف نمونا. گهٽائي. پانت- پات طرحين طرحين قسم- نمونو. ريت.

پُرجهه پريمي پِرت پسارا، پيد ٻتائون پاتئين پاتِ.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-5، ص-175)

• **پاڙ**: ث. [سن. پاتِ] بَد پيش جي دلالي. بدپيشي جي دلاليءَ جو عيوضو. پڙوت جو پيسو- پڙوت- رشوت.

• **پاڙي**: ذ. صفت. پاڙ ڪائيندڙ- پڙوت ڪندڙ- بي غيرت. ڏڄڻو- بزدل- ڪانئر- بي همت- پاڙي پُتو.

ڏُوٺ اُڳاڙين توئڪِي، ٻي پاڙِ ڪائين پاڙِي.

(محمود فقير، موالي، ص-128)

• **پاڳي**: پڄي ويا- ڏور ٿي ويا. پيراڳُڙي ڪري ويا. ميدان ڇڏي ويا. ڀڄي ويا.

ڏيان ڏروني ڏوم مچائِي، پول پٽڪ سپ پاڳي ري.

(محمد فقير، سهڻي، ڪافي-3، ص-204)

• **پالا**: واحد. پالو. ذ [سن. پَلَ] ڏُڦو- نيزو. وڏو سيلهه ڪندو (ٻير جو).

بگل ٻڇيون ڪٽي پالا، ڪري خمار خوش حالا.

(محمد فقير، سُر شار ڪلياڻ، ڪافي-9، ص-212)

• **پاڻُ**: ذ. [سن. سٿانَ] جاءِ- هنڌ- ماڳ- آستانو- پاڻو. گهر. ڳوٺ. واسڻ- وسي.

وسايا ويراڳ سان پٽن وارا پاڻ.

(محمد فقير سي حرفي3، ص-252)

- **پاڻُ** 2: مال جي ويهڪ جي جاءِ. چوپائي مال جو چيٽو- ڦولهڙيون وغيره.

خاڪ مٿي تون پِنل پاڻ.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-148)

- **پَتارُ**: ذ. [سن. پرتر، پرتا= پاليندڙ، سنڀاليندڙ، رکپال. پرا. پتارو] پالڻهار- بچائيندڙ. پتي- مڙس- خاوند. گهرڌڻي.

ايندو ڪندو ستاري، سو بختاور تہ پتار.

(محمود فقير، ڪافي-24، ص-58)

- **پِتلي**: (پِتل) ث. ٻوٽي جو هڪ قسم (جو سيلابي يا آلي زمين تي اُپري ۽ اُن مان اڇو ۽ ڳاڙهو کير نڪري، منجهس سهڻا گلڙا ٿين). پَترَ

ڇهڪ پئي چولي، ڦُولهي، پِتلي پاڻ تي.

(محمود فقير، ڪافي-21، ص-56)

- **پِٽان**: پِٽُون. واحد. پِٽ. ث. واريءَ جو وڏو دڙو (جو ٽڪريءَ وانگر ڏيکارجي). ڊِبَ.

شهر بحر بر باغ پِٽان تي، ڪول لحن ديان لئيان.

(محمد فقير، سور سارنگ، ڪافي-1 ص-205)

- **پَٽَڪُ**: پَٽُ" [هـ] دلير- بهادر. عالم- فاضل. هڪ لقب.

ڏيان ڏروني ڏُومَ مچائي، پُولِ پٽڪ سي پاڳي ري.

(محمد فقير، سُر سهڻي، ڪافي-3، ص-204)

- **پَڄَنُ**: ذ. [سن. پَجَن<پَج= پوڄڻ] ڌڻيءَ جي بندگيءَ جو گيت (جو پوڄا وقت ڳايو وڃي). راڳ (ديوتائن جي تعريف ۾). بندگي- پوڄا. ديوتائن جي تعريف.

پڳوان پيد پڳو، پڙڪي پڙڪ بيوتي،

پيري پيري پڄن سي، پر پر پلا پلا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-18، ص-130)

- **پڙ پڙ**: (پڙڪو) ذ. باهہ جو پَيڙ- پڙڪاٽ. باهہ جي پَڙڪڻ جو آواز. جوش- ڪاوڙ. ٿاهُ- چرڪُ.

باهہ بِرهہ دِي پَڙ پَڙ پڙڪِي، جوش جلالي جُهڙ جُهڙ جهڙڪي،

جنهن ڪيتي ايڪ ايڪائي هي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-49، ص-94)

- **پڙڪِي**: ث. [ديسي. پَدَڪ] پيڪي (باهہ جي). چمڪاٽ- روشني. پرتات- جلوو- رونق. جِيي. چرڪ- ٿاهہ. خُنڪي- هشناڪي.

پَڙڪِي باهہ برهہ جي، ڪئي بَهاري برحال.

(محمد فقير، سي حرفي، ص-248)

- **پَڳتي**: ث. ڌڻي تعاليٰ کي 'رام' ڄاڻي، هڪ ڌڻيءَ جي عبادت ڪرڻ وارو عقيدو. ڌرمي پڄن يا راڳ.

پڳتي ڪر پڳوان پڇاني، سر پرڪاشي پولاري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-2، ص-174)

- **ڀڳوان**: اسم خاص. [سن. ڀَڳ (=گيان، روشني) >ڀڳوان= پاڪ، وڏي ڀاڳ وارو، وڏي شان ۽ مان وارو، مقدس] ڏٽي. ايشور- مالڪ.

ڀڳوان ڀيد ڀڳو، ڀڙڪي ڀڙڪ ڀيوتي،
ڀيري ڀيري ڀُڄن سي، ڀر ڀر ڀلا ڀلا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-18، ص-130)

- **ڀَڻُ**: ڀڄُ- ٽوڙ. ذرا ذرا ڪر. ڀُترا ڀُترا ڪر.

عشق امامُ علي تي اظهر، ڀولاڀن ڀُلڪارِي دا.

(محمد فقير، دوهيڙو-2، ص-298)

- **ڀَنڊُ**: (ڀنڊٽي) مسلسل گهُر ڪرڻ- ڏرٽو مارڻ- مَچڻ تي لڳڻ. گهپي لڳڻ ڪرڻ. گوڙ ڪرڻ.

سارو ڏينهن سوداءُ ۾، ڀنڊ ڀڏين ڀوئي.

(محمود فقير، گنگو، ص-160)

جهاڀ،جهومڪ، جهالو، جُهوڙو، ڀينسر، ڀولو، ڀَن (محمود فقير ڪافي. 8. ص 48)

- **ڀَنگ**: [سن. ڀنگا. ف. بنگ. ع. بَنج] نشيدار ٻوٽيءَ جو هڪ قسم "ڀنگ" ٻوٽيءَ جو گهوٽيل پاٽي- سائي- سُکو.

تون ڀنگ ڀئين ٿو ٽنگ ٽُڪيا، ٽيين دونهن جو ٻہ دڙو.

(محمد فقير، حوالي، ص-127)

- **ڀَنوَرُ**: [هہ] ڪُنُ. پاڻيءَ جو گهرو چڪر- شاديءَ جي ڀُڄاٽيءَ جي رسم.

ڀَنوَر گفا ۾ ڪوئل ٻولي، تاڙي ڪئي ٻي تات.

(محمد فقير، سُر سارنگ، ڪافي-9، ص-207)

- **ڀَنيُورِينَ**: ث. واحد. ڀنيوري. [سن. ڀرم= ڦِرڻ] هڪ اڏامندڙ جيت جو قسم. (Dragon fly). برسات جي موسم ۾ نڪرندڙ هڪ قسم جو رنگين ۽ سهڻو جيت. سهٽي )عورت). سهٽي ويس واري (عورت). ڪم ڪار ۾ تيز (عورت).

هو ڀيڙا ڀنيورين سان، هو تابش ڏي ڪن ٽِڪ.

(محمد فقير، بيت-22، ص-267)

- **ڀُوتُ**: ذ. [سن. ڀُوتَ] هڪ ڀوائتي خيالي هستي (جن، ديو، سٽر). صفت. ڊيڄاريندڙ- ڀوائتو.

جُتي تِنان جوڙي ڏيسان، بچل تي نہ ڀُوتُ.

(محمود فقير، گنگو، ص-108)

- **ڀوڳُ**: ذ. چرچو گهُبو- کِل مسخري.

جلائي جسمات کي، جوڳي ڪن ٿا جوڳ،
ڀوڳين سمجهي ڀوڳ، ڀير نہ پاتو پڙ ۾.

(محمد فقير، بيت-135، ص-280)

- **ڀوري**: (ڀورو) ذ. ابوجهہ- ٻالڪ ڀولو- ٻوگهلو- سادو- عقل جو ڀورو سُورو. موڳو- نادان.

ٻيوس آهيان مان ڀوري.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-1 ص-208)

- **ڀولا**: واحد. ڀولو. ذ. [ سن. ڀَرم= ڀُلجڻ] ڀُلَ- چُڪَ- غلطي. رولو- خوف- ڀؤ- خطرو- ڊپ. انديشو- خيال- گمان.

وسوسو- وهم. ويسر (صفت) اڻجاڻ- اياڻو. سادو سودو. پورڙو. ٻالو ڀولو- ٻودلو.

عشق امام علي تي اظهر، ڀولا ڀَن ڀُلڪارِي.

(محمد فقير، دوهيڙو-2، ص-298)

• **ڀولُ**: ڀُلَ چُڪ. ڀولو- رولو. ڊپ- ڀؤ- خوف. وسوسو- وهم- گمان. انديشو.

ڀاڻ سڃاڻڻ پنهنجو آئين، ڀول نہ ٻيو ڪو ڀانئج تون.

(محمد فقير سُر ٻنس، ڪافي-7، ص-158)

• **ڀولي**: ڏسو ڀولُ.

پنڌ پيچ ڪَنون لنگهہ ڪيچَ ڳَيئان،

مين ٻروچ گهمندي ڀولي.

(محمود فقير، ڪافي-62، ص-84)

• **ڀيج ڀني**: ث. پرهہ ڦُٽيءَ جو وقت (جنهن مهل رات ڀڳل هوندي آهي ۽ هوا ۾ ڀڻ آلاڻ محسوس ٿيندي آهي). پِريات- پَرهہ ڦٽي- صبح صادق.

ڀيج ڀني برسات بقائي، برسي باغ بهار ميان.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-2، ص-102)

مين تہ ڪُپَ گهتئين، شل تپ آوئي،

سُر مان لپ ٻاءِ گهمين ڀيج ڀني.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-112)

• **ڀيچَ**: ث. برابري- هڪجهڙائي- همسري- هموراي.

عاشق سر ايچ، ٻڌي ڀيچ ڀِرم ڍِي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص-77)

• **ڀيدُ**: [سن. ڀيد> ڀِد= ڀڃڻ. ڀِد= انت، ڄاڻ] تفاوت- فرق. اَنت- راز- ڳُجهہ- مَنجُهہ.

عشق آوازي، ڀيد بياضي، بن بانگ بلند برڪاتي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-53، ص96)

• **ڀيرُ**: ذ. [سن. ڀَرم= ڦرڻ] ڦيرو- چڪر- گهمرو. وَرُ- وَڪڙ.

سُرتي نِرتي وچ ۾، ڀڄن واري ڀير.

(محمد فقير، بيت-233، ص-291)

• **ڀيرو**: اسم خاص [ڀُيَرو] موسيقيءَ جي نظام موجب ڇهن راڳن مان هڪ راڳ (1. ڀيرو. 2. مالڪوس. 3. هنڊول. 4. سري. 5. مينگهہ. 6. ديپڪ).

ڀيرو، مالڪوس، هنڊول سري، ميگهہ، ديپڪ ترنم.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-4، ص-102)

• **ڀيري**: ڀيرڻ. مصدر [سن. ڀرم= ڦِرڻ] ڦيرڻ- چورڻ- گهمائڻ (چرخي کي). ڪَتڻُ. ورائي ڪو ڪم ڪرڻ. ڦيرائڻ- بدلائڻ.

ڀڳو ڀيد ڀڳو، ڀڙڪي ڀڙڪ ٻيوتي،

ڀيري ڀيري ڀڄن سي، ڀر ڀر ڀلا ڀلا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-18، ص-130)

- **پيريون**: واحد. پيرَ. ٿ. [سن. پيري] ٽامي جو وڏو نغارو- وڏو نغارو. پيڙ.

**بگل بجائن پيريون، بيشڪ بي نظير.**

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-251)

- **پيڙا**: واحد. پيڙو. ظرف. [سن. اَپيرَڻ= گڏ ڪرڻ] ساڻ- گڏ- همراهه. نزديڪ- وَٽ- ويجهو.

**هُو پيڙا پنيورين سان، هُو تابش ڏي ڪن تڪ.**

(محمد فقير، بيت-22، ص-267)

- **پيڙي**: واحد. پيڙو. ڏسو 'پيڙا'.

**ٿيندو مرسل ميڙي، بلي ڪنديس پيڙي.**

(محمود فقير، ڪافي، 2، ص-45)

- **پيم پلاسي**: هڪ راڳڻيءَ جو نالو، جيڪا راڳ ديپڪ جي هڪ راڳڻي آهي. راڳ ديپڪ ۾ ان جون راڳڻيون هي آهن: پرديپڪ، ڏناسري، جيت سري، پيم پلاسي. ٽنڪا ۾ مذونتي. محمد فقير جون پيم پلاسي راڳڻي ۾ چار ڪافيون آهن ۽ رسالي جي ترتيب مطابق هيءَ رڳاڻي ڇهين نمبر تي رکيل آهي.

**گاڪي پُوريا، پيم پلاسي، چم چم ڇنن ڪر چمڪار،**
**ڇيتڪ چشمان چوٽ چڙهائي.**

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-7، ص-169)

- **پيڙهي**: ٿ. [سن. پوَنيه] جاءِ. جڳهه- ٽاڪ. پناهه جي جاءِ. زمين- پُونهه- ماڳ- مڪان- هنڌ. پُڄاڻي- آخر- پڇاڙي- حد. پر- ڪنڌي. مدد- واهر- وسيلو. سگهه. طاقت. مجال- همت. اوج- منزل.

**گهايل جي گهُورن جا، سي ڪيئن گهاريندا گهر،**
**چڙي پيڙهيءَ پر، نانگا نر نروار ٿيا.**

(محمد فقير، بيت-159، ص-282)

# ت

- **تابُ**: ذ. [ف. تاب. سن. تاپ<تپ= چمڪڻ، گرمي ڪرڻ] روشني- چلڪو- چمڪو. نُور- جلوو. گرمي- تپت. تيزي.

هيبت. هراس. ڏهڪاءُ- دهشت- داٻُ. دڙڪو- ڌمڪي- تڪليف. پيچ- وٽ. طاقت- مجال.

تازا بہ تازا تيز تر طبل ڪري تاب.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-51، ص-95)

• **تابَشِ**: ث. [ف] گرمي. تؤ- تاءُ- تاوڙي- گرمائش- تيزي- تکائي. ڪاوڙ- حشمت.

تيرهين ڏينهن تڪڙ ڪو تابش، آيا شينهن شڪستا.

(محمود فقير ٽيهہ ڏينهن، ص -120)

هُو پيڙ، پنيورين سان، هو تابش ڏي ڪن تڪ.

(محمود فقير، بيت 22. ص. 267)

• **تابعُ**: ذ. صفت. [ع. تَبِعَ (=فرمانبرداري ڪرڻ)> تابع (اسم فاعل)= فرمانبداري ڪندڙ] فرمانبردار- مطيع- پابند. پيروي ڪندڙ- پيرو- معتقد- پوئلڳ. هٿ هيٺ- حڪم ۾- چوڻ ۾- مجتا ۾. زيردست- ماتحت.

تحليل جو ظاهر طبل، تازو هٽي تيار ٿي،

توحيد جي تلوار سان، تابع ڪيا تو تاجدار.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-17، ص-62)

• **تابُوتُ**: ذ. [ع] ڪاٺ جي صندوق. لاش رکڻ جي صندوق. ڪاٺ جي مصنوعي تُربت (جا حضرت امام حسين رضہ جي شهادت جي يادگيريءَ ۾ ناهي عاشورن جي موقعي تي گهمائيندا آهن)- تعزيو.

’محمد‘ ڪيو ثابوٿ، سُروردي سينگار ڪي.

(محمد فقير، بيت-124، ص-278)

• **تات**: ث. [ع. طاعة= فرمانبرداري] خدمت. پرداخت- پرورش- پالنا. پرگهور- سنڀال. پچار- اُڻ ٽُڻ. فڪر- ڳڻتي. يادگيري- سار- ساروٽي.

ترڪ تجلي تاب وارِي، ترڪ تحدل طلب تات.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-1، ص-199)

• **تاپُ**: ذ. [سن. تَپ. ف. تاب] تاءُ- سيڪ. تَپُ.

ساچ سُنايا ستگُر ساڪِي، ساچ برابر تاپ نهين.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ ڪافي-11، ص-178)

• **تاجدار**: ذ. صفت. [ف. تاج+ دار> داشتن= رکڻ، هجڻ] تاج پهريندڙ- تاج- وارو. بادشاهہ. پڳدار. پاڳارو.

تحليل جو ظاهر طبل، تازو هٽي تيار ٿي،

توحيد جي تلوار سان، تابع ڪيا تو تاجدار.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-17، ص-62)

• **تارَ**: ث. [ف. سن] ڪنهن بہ ڌاتوءَ جي سنهڙي تند. ڌاڳو- سُٽَ جي تند. ڏورو. ساز جي تند. (شاعر مطابق) اوسيئڙو- اونو- ڳڻتي. يادگيري. طلب.

اندر ٻاهر هُو هُو هُليا، طلب والي تار، موهيا من.

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-5، ص-237)

• **تارِڪُ**: ذ. صفت. [ع. تَرَڪُ (هُن ڇڏيو) > (اسم فاعل) تارِڪُ= ڇڏيندڙ] دنيا ڪي ترڪ ڪندڙ- تياڳي. الله لوڪ

فقير- فقير.

تارڪَ تن جا تَرڪي هليا ترڪ،
ڦيريدار فقير تي فاني ڪري فرق.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-248)

• **تاڙيوڻ**: تاڙڻ. مصدر. جاچڻ تڪڻ- نهارڻ- چڪاسڻ- نظر ۾ رکڻ- ٽيسٽ ڪرڻ.

پير پنهل جِي خاڪ مليندِيس، تاڪ اندر ۾ تاڙيون.

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **تاڙي**: (تاڙو) ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (هي پکي مينهوڳيءَ جي موسم ۾ ڏسبو آهي، (ڪار ڪٽيي) ڪال ڪٽيءَ کان سوايو ۽ پُڇ بہ انهيءَ کان ڊگهو، رنگ ڪاريڙو پر پاسن ۽ پچ وارا ڪي کنيں 'ڪبر' وانگر اڇا. مينهن جي سڄي مند ۾ تنواريندو رهندو آهي). مِينهِڻ- پَپيهو.

پنور گفا ۾ ڪوئل ٻولي، تاڙي ڪئي ٻي تات،
تڙن تي ترسي.

(محمد فقير، سُر سارنگ، ڪافي-9، ص-207)

• **تاڪَ**: ث. (تڪڻ، تاڪڻ> تاڪ) تڪڻ جو عمل- نظر نگاهہ- جانچ- ڳولا ڦولها. لالچ- لوڀ.

پير پنهل جي خاڪ مليندِيس، تاڪ اندر ۾ تاڙيون.

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **تاڪِي**: ث. [ع. طاق= دري] ننڍو تختو- تختي. دريءَ جو طاق. دري ڪنهن چوُڪٺ جي پاسي واري پٽي. ڪاٺ جي مستطيل پٽي. پٽ ۾ ڪوٺيل ۽ لڪيل چوڪنڊي ڳُڙکي.

ڪولي تجلات جي تاڪِي، ٻلي آيو ٻلي آيو.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-29، ص-136)

• **تالُ**: ذ. [سن. تالَ] ڳائڻ وڄائڻ جو وزن (سازن جي پُوري وڄت سان). وڄت (ساز جي). تارُ. ساز جي لئي. مُجرو- ناچ. وڄائڻ جون ٿالهيون (جي طبلي يا ڍولڪ سان وڄائجن). دُهل جو مُنهن وارو چمڙو.

تال طبل سي گاوي بَجاوي، حال حقيقي هردم.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-4، ص-102)

• **تال** 2: ڦند- گُر. مڪر. انگل- ناز- نخرو. چالاڪي- ڪيڏ. بهانو- مِنهُن- عذر. ڍونگ. زنانو فن يا هنر (هِرڪائڻ لاءِ)- عشوه- غمزو.

ڪيو ترڪ طمع جو تال ترو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **تالرُ**: تال ڪندڙ- نخريباز- نخريل- چالاڪ- ڪيڏاري- بهانا ڪندڙ.

نسنگ آهين نرگ ۾ پيو، تالر ڪرين تال.

(محمود فقير، موالي، ص-126)

• **تانُ**: ث. [ف. تان= وات جو اندريون پاسو] ڳائڻ جي هڪ هُنر جو نالو. راڳڻيءَ مطابق سُرن جي سلسليوار لاهي يا چاڙهيءَ وارو لهردار آواز (نڙيءَ توڙي ساز جو). نڙيءَ يا تارونءَ منجهان هنيل پلٽو. هڪ کان وڌيڪ سُرن جي هيٺ مٿي ڳائڻ جي حالت. پلٽو.

ڏُکڙ ڪنجريان ساز سپيئي، تن من طبلي تان،
رمز انهيءَ دلڙي ريهي.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-1، ص-1)

• **تاٽيان**: تاڻڻ. مصدر. تاڻ ماڻڻ- تڻُڪَ- چڪ- ڪشش- گهل.

ايڏي ڪر نہ تون دير، هينئر تاٽيان ڪونہ ٿو تندو.

(محمود فقير، ڪافي-46، ص-72)

• **تائب**: ذ. صفت. [تابَ (= خُدا ڏانهن موٽڻ، پڇتائڻ) > (اسم فاعل) نائب] خدا ڏانهن موٽندڙ- توبهہ ڪندڙ- پڇتائيندڙ.

توبہ ڪر تائب ٿي، نہ تہ وجهئين ٿي ڳٽي.

(محمود فقير، خيري، ص-138)

• **تبر**: ث. [ف. تَبر= ڪُهاڙي] وڏي ڦر واري ڪُهاڙي- تکي ڪهاڙي. هڪ قسم جي ننڍي ڪهاڙي (جا فقير ڪٺندا آهن). ڪهاڙيَ جو قسم.

اول عزرائيل اڳون، تکي چائي ڪڙاهي تبر.

(محمود فقير، ڪافي-50، ص-77)

طلب واليان جان ڪيان تبران، ذوق پڙهايان زيران زبران.

(محمود فقير، سُر توڙي، ڪافي — 4-

218)

• **تتِي**: ث. [تپڻ < تتي] مصدر "تپڻ" مان "تتو" جو مونث. تپت- تتل- تپي ويل. سخت گرميءَ واري ويل. (صفت) تتل- گرم- ڪوسي.

چئي، پُري ڪنديءَ تون پٽري، تون تاب نہ ڪر تتي.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

• **تجلو**: ذ. [ع. جَلَوَ، جَلاء (= صاف ٿيڻ، چٽو ٿيڻ) > تجليٰ، تجلية= چٽائي سان ظاهر ٿيڻ] چمڪو- اُهاءُ. سهاٽو- روشني.

تجلو تاج ڪلنگي جو، طبل تحليل سان طاهر.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-22، ص-132)

• **تجلي**: ث. الاهي نور جي روشني. جلوو- نور- روشني.

ڏٺوسي تار وِچ تجلي، لهر وِچ لاثاني.

(محمود فقير، ڪافي-49، ص-76)

• **تحدل**: (تهدل) ث. (ف) دل جان سان. دل جي گهرائيءَ سان. (صنف) دل و جان سان. پڪ.

ويک تماشا اپانا آپي، راتيان تحدل توڙي ڏينهان.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-9، ص-177)

• **تحصيلون**: (تحصيل) ث. [ع. حَصَلَ> تحصيل= حاصل ڪرڻ (مقصد). وصول ڪرڻ (پيسا)] پوريءَ طرح حاصل ڪرڻ جي هالت. تعليم جي تڪميل- سکيا- حاصلات- نفعو.

طرحين ڪج تحصيلون، نسگ ٿي نِکر ڙي.

(محمود فقير، ڪافي-25، ص-58)

• **تحليل**: ث [ع. حَلَ (=ڇڊو ڪرڻ، ڳاڙڻ) > تحليل] حل ٿيڻ جي حالت. جُزن ملڻ جي حالت. ڪنهن ڌاتوءَ جي ڳرڻ جي حالت. ڳارو- آئٽ. پيهِي يا ڳاري جذب ڪرڻ جي حالت (جُملي شيون پاڻ ۾ ملي جذب ٿي وڃن). هاضمو- ڳارو (کاڌي جو پيٽ ۾). جزا کولڻ. حل. پچٽي.

• **تحليل** 2: [ع. حَلل، تحليلاً= جائز ڪرڻ، حلال ٿيڻ] حلال ٿيڻ جي حالت. ذبح. جائز حق. حق جو نالو- حق جو ذڪر.

تحليل جو طاهر طبل، تازو هٽي تيار ٿي،
توحيد جي تلوار سان، تابع ڪيا تو تاجدار.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-7، ص-62)

تازي تيز طبل جي، تحليلي تلوار

(محمد فقير- بيت- 243، ص 292)

• **تَختُ**: ذ. [ف > زند. توخَشتُ] بادشاهہ جي ويهڻ لاءِ اوچي هنڌ تي رکيل خاص مسند. مسند- گادي- بادشاهي- حڪومت. پلنگ- صندل.

ترڪ تڪبر تُرت تن من، ترڪ تڪيو تخت تاج.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-1، ص-199)

• **تِرُ**: ذ. [سن. تِل] مشهور تيلي ٻج جو هڪ قسم (جو خريف ۾ پوکجي، اُن جو ٻوٽو ٿئي). 'تِر' جيڏرو- ننڍڙو- ذرڙو- ڪابہ ننڍڙي ذرڙي شيءِ. ذرو.

صوفي سيئي صاف ٿيا، جن سڄاتو سير،
تفاوت نہ تِرُ، تني ڄاتو پاڻ ۾.

(محمد فقير، بيت-171، ص-283)

• **ترازِي**: ث. (ترازو= ساهمي). ساهمي- تارازي. تارن جو هڪ نکٽ- ٽيڙو. (ع. طَرادُ) ذ. ٻيڙيءَ جو هڪ قسم (هلڪي ۽ تکي ٻيڙي). ٻيڙي- ڪشتي.

مَٽين ڇاتو ڪٽين ڇاٽو، ترازي تيز تازيءَ ۾.

(محمد فقير، سُر ڪانگڙ، ڪافي-5، ص-60)

• **ترڪُ**: ذ. [تَرَڪَ= ڇڏي ڏيڻ] پاسو (دنيا کان- تياڳ. علحدگي. دستبرداري. (ترڪ ڪرڻ) دنيا جي وهنوار کي ڇڏي ڏيڻ. دنيوي لاڳاپو ٽوڙڻ. جيڪي ڪجھہ هجي قربان ڪرڻ.

ڪيو ترڪ طمع جو تال تَرو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **تَرو**: ذ. [سن. تَل= تَرو] تر وارو حصو. هينيون پاگو. بنياد. اونهائي. هينيون پاسو- پڇاڙيءَ جي بچت (پنگ وغيره) ڳجھہ- راز.

ڪيو ترڪ طمع جو تال تَرو.

(محمد فقير، سور تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **تُرهي**: (تُرهو) ذ. [تر، ترو> تُرهو= اهڙي شيءِ جنهن جو تر ٻڌل هجي. 2. ترڻ> تَرهو= اهڙي شيءِ جا تري يا تاري] ڪکن، ڪانن ۽ ڪانين جو نوڙين ۾ رسين سان تر ٻڌي ناهيل هڪ قسم جو منجو (جو اڪثر ڍنڍن ۾

چچن ۾ ٻيڙيءَ طور ڪم آڻجي). اصطلاحاً. ٻڌڻ کان ٻچڻ جو وسيلو- وسيلو. .توڪل جو ترهو“. تلو.

توڪل والي ترهي تر تون، جهل جگر دا جوش جلال.

(محمد فقير، سور ڪوهياري، ڪافي-2، ص-182)

• **ثريا**: اُها منزل جتي خدا سان ملي سگهجي ٿو. چوٿون (راج)، اها هيڪڙائيءَ جي حالت جنهن ۾ جيو ۽ برهم جو سنڌو نہ ياسي.

ثُريا وِيا پڪ اُتپت اندر، ثُريا جات ۾ جاتي ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-13، ص-179)

• **تڙُ**: ذ. [سن. تَٽُ= ڪنارو] ڪنارو- ڪنڌي. ڪنهن واهہ درياءَ وغيره جو ڪناري وارو اهو هنڌ جتان پاڻي پرجي، وهنجڻ يا چوپائي مال کي پاڻي پيارجي- گهيڙ- گهاٽ. کوهہ وارو گُوٺ. پاڻيءَ جي ڪڌ. ٻيڙين بيهڻ جي جي جاءِ- پتڻ. اهو هنڌ جتي مڇي ماري گڏ ڪئي هجي. مياڻ. جُوءِ- ٽاڪ. ميدان- پونءِ.

تماچي جام تڙ تي، مليو مئي پي مهاڻن سان.

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-8، ص-225)

• **تڙڦڻ**: تڙَپَڻُ. مصدر. [سن. تَد= ڏڪ هڻڻ] ڦٿڪڻ- لُڇڻ- بيقرار ٿيڻ. سڪڻ. سڙڻ.

عشق ڪريندا شڪار، تڙڦڻ مول نہ ڏيندا ڏيندا.

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-6، ص-107)

• **تَسُ**: [ع. طس= ڪاٺ جو پيالو] ٺِڪر جو ننڍو ماٽو (اٽي رکڻ لاءِ)

ڦاروا فقير چئي، ڪٽي تُوت پريائسُ.

(محمود فقير، بيگم، ص-116)

• **تَصدِيقُ**: ث. [ع. صَدَقَ> صَدق، تصديق= ڪنهن کي سچو سمجهڻ] سچي هئڻ جي شاهدي. ثابتي. سچائيءَ جي تائيد. پَڪَ.

’محمد‘ تاجدار، توحيد کي تصديق ڪيو.

(محمد فقير، بيت-243، ص-292)

• **تَصَرُفُ**: ذ. [ع. صَرَفَ> تَصرُفُ (ذ) = ڪنهن بہ ڪم جو اختيار هئڻ، نيڪال ڪرڻ] استعمال. عمل. اختيار. قبضو. خرچ. طاقت. اثر.

تصور ڪري صورت سندو، تصرف طلب توحيد جي.

(محمد فقير، سُر ٻهاڳ، ڪافي-21، ص-65)

• **تَفاوَتُ**: ذ. [ع. تَفاوُت] دُوري- مفاصلو- ويڇو. فرق- ڦير. وڇاندر- اختلاف. غلطي- چُڪَ.

صوفي سيئي صاف ٿيا، سڄاتو جن سِرُ،
تفاوت نہ ترُ، تني ڄاتو ڄاڻ ۾.

(محمد فقير، بيت-171، ص-283)

• **تُفنگَ**: ذ. [ف] بندوق.

رنگ تفنگ، نسنگ نهايت، پاڏا پنج هٿيارا.

(محمد فقير، گهوڙو، ص-101)

• **تقويٰ**: ث. [ع] خدا جو خوف- خداترسي. گناهن کان بچاءُ- پرهيزگاري- زهد- عبادت. تسبيح توبہ طاقت تقويٰ،

پورهيت تي نا پرگهر پينهن.

تسبيح توبہ طاقت تقويٰ، پورهيت تي نا پرگهر پينهن.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-9، ص-177)

- **تڪيا**: (تڪيو). ذ. [ع. تڪيَہ= وهاڻو] ويهڻ جي جاءِ- آستانو. ماڳ- دڪان- اجهو.

مڪ مدينہ 'محمد' مترا، تيرٿ تڪيا پوجا پترا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-16، ص-180)

- **تڳان**: تڳڻ. مصدر. جيئڻ- جيئرو رهڻ- زندهہ رهڻ- پساهہ کڻڻ- جتاءُ ڪرڻ.

اصل کان ئي تڳان تنهنجي تاري.

(محمود فقير، ڪافي-27، ص-60)

- **تُل**: ذ. صفت [سن. تُلَ= مَٿُ] برابر- همسر- جهڙو- مشابهہ- سمان- مثل. هڪجهڙو- ثاني. هڪ جيڏو. هم صورت. ساڳيو. جيڏو- سَرتو.

نازبوءِ نرگس تُڪمان تُل تُل، گونسہ گوهر غنچہ گهُل گهُل.

(محمد فقير، سُور بسنت، ڪافي-6، ص-168)

- **تلڪُ**: ذ. [سن. تِلَڪَ] نڪ جي مٿان ڀرُن جي وچ ۾ يا مٿي نراڙ تي ڪيل نشان (جو شادي، تاجپوشي يا ٻيءَ ڌرمي رسم بجا آڻڻ يا سينگار خاطر ڪيو وڃي). سينڌر يا چندن جو ٽِڪو. هندن ۾ ڌرمي نشان.

عاشق تي اثياني والا، تلڪ لڳايا مئين وو مئين.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-42، ص-32)

- **تِلِيَهرُ**: ذ. [سن. تِلُ= ڪارا‌ڻ+ هر= وارو] ڪارو نانگ- واسينگ.

وِهہُ سان ڪيئن واسينگ وِهاڻيا، لکيهر ٿيا ترتار ميان.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-2، ص-102)

- **ٿُليا**: (سرائيڪي). ٿُريا- ماپيا- ميا.

ذات صفت وِچ نِويهيان فرق نکوئي اَلا،

اَنا اَن اَنوار تورا تليا هي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-3، ص-75)

- **تَمر**: ث. [سن. تَمَس] اوندهہ- ڪاراڻ. رات.

ڪيئي خاندان کوٺي ديجهان، تازا ڪيا اٺئي تَمُ.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

- **تماشي**: (تماشو) ذ [ع. مشيٰ= گهمڻ، تماشيا= گڏ گهمڻ> ف. تماشا] نظارو- ڏيک- ديدار- عجيب. شيءِ يا نظارو. کل خوشي- رونشو. ميڙ- هجوم. سانگ. ناٽڪ. کيل- کرتب.

طبل تال تماشي تازي، تومر نومر تننن والي تار.

(محمد فقير، سُر ڌناسري، ڪافي-2، ص-228)

- **تموگنُ**: (تَموگُڻُ) ذ. ڪاوڙ- چڙ- ڏمر- غصو.

رچڪ سي رجوگن، پيانڪ تموگن.

(محمد فقير، سُر ڪارنرو، ڪافي-6، ص-172)

• **تندو**: تندو تاڻڻ. مصدر. ڊيگهه ڪرڻ- گهل ڪرڻ- اِنگائڻ- وڏائڻ.

**ايڏي ڪر نہ دير، هينئر تائيان ڪونہ ٿو تندو.**

(محمود فقير، ڪافي-46، ص-72)

• **تنگَ**: ذ. [ف] گهوڙي جو هڪ سنج- چمڙي ۽ سُٽ جو پٽو (جنهن سان هنو، گهوڙي جي پنيءَ سان سوگهو ٻڌجي). اُٺ جي پاڪڙي کي مضبوط ٻڌڻ لاءِ سُٽ، ڏاس يا ٿهوَر جو پٽو. ڪشالو- فاقو- سختي. تڪليف- اُج- اوسو. گهيڙ- گهاٽ- لنگهہ.

**آديسي اڙٻنگ، تازا چڪين تنگ.**

(محمود فقير، ڪافي-4، ص-47)

• **تنگهہ**: ث. ضرورت- گهرج- گُپُ- تانگهہ.

**حَسن مير حُسين جي مون کي طلب ڏاڍي آ تنگهہ.**

(محمود فقير، خيري، ص-138)

• **تٽڪن**: واحد. تٽڪ. ث. چڪ- تاڻ- تانگهہ.

**تٽڪن تن وِچ برهہ ديان باهيان.**

(محمود فقير، ڪافي-66، ص-86)

• **ٽُوتُ**: ذ. [ع] وڻ جو هڪ قسم (جنهن جي پنن تي پٽ ڪينئان پاليندا آهن). توت جو وڻ. توت وڻ جو ميوو Mulberry (**صفت**) تمام سنهو ۽ ڊگهو.

**ڦاروا فقير چئي، ڪٽي توت پريان تس.**

(محمود فقير، بيگم، ص-116)

• **ٽُوتڙُ**: ذ. ڊونگ- مِڪر- تال. مڪر- فريب. بهانو- عُذر- ڪوڙ. ڪنهن کي ڊيڄارڻ لاءِ ڪوڙي ڳالهہ.

**توتڙُ تنهنجي تن ۾، ڪانجاٽا ۽ خم.**

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **توحيد**: ث. [ع] **خدا تعاليٰ کي هڪ ڪري مڃڻ جو عقيدو.** وحدانيت- هيڪڙائي.

**’محمد‘ تاجدار، توحيد کي تصديق ڪيو.**

(محمد فقير، بيت-243، ص-292)

• **توفَ**: ث. [تُرڪي- توپ] بارود. گولا اڇلائڻ واري توپ. هڪ جنگي هٿيار.

**لڳي توف طرحين تن وِچ، موليٰ تنهن ڪُون مارا.**

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-123)

• **ٽَوَڪَل**: ث [ع. تَوَڪُل (علي)= ڀروسو ڪرڻ (خدا تي) سيڪجهہ ترڪ ڪري خدا ڏانهن توجهہ ڏيڻ. آسرو- آڌار- توهہ. اُميد.

**توڪل والي تار طلب دي، رندي رمز رليندا هي.**

(محمد فقير، سور پُوريا، ڪافي-15، ص-152)

• **ٽَوَنگرُ**: صفت [ف. تونگر < توان= طاقت+ گرُ= وارو] دولتمند، شاهوڪار- دنيا دار طاقت وارو. بي پرواهہ.

• **تولان**: ذ [ف. طُولان] ساز و سامان- مال ملڪيت ”طنبو طولان“. دٻدٻو- شان- شوڪت. هَٺُ- وڏائي.

**طبل تولان توحيدي، تياري تاب سان تازي.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-68، ص-45)

• **تُهمَتُون**: واحد. تُهمَت. ث. [تَهِمَ (=داغدار ٿيڻ) > تُهمَة = بهتان، شڪ] **بهتان- الزام ڪوڙو بهتان.**

**عاشقن تي عام جِي، شهرت شڪايت.**

**طعنا تُنڪا تهمتون، نخرا نهايت.**

(محمد فقير، بيت-272، ص-296)

• **تياڳي**: صف. دنيا ڪي ڇڏيندڙ. تارڪ. لاطمع. ويراڳي.

**وِرهہ جو ويراڳي، طبل تر تياڳي،**

**سُخن ساز سُر سان، سچو سِر سُهاڳي.**

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-14، ص-162)

• **تيرَٿ**: ذ. [سن. تيرٿَ= **نجات ڏيندڙ ڪم يا ماڻهو** ] **مهاتمائن جي رهڻ جي جاءِ. پاڪ جاءِ. هندن جي زيارت جي** جاءِ- جاترا.

**هردي ۾ هرنام تيرٿ تنهنجو تو ۾ آهي.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-11، ص-79)

• **تيسا**: واحد. تيسو. ذ. ضد- هوڏ. ڪروڌ- ڪاوڙ- چڙ- رُسامو. ساڙ- ريس.

**ڪاوڙ ڪرين ڪشت مان، تڪڙ ۾ تيسا.**

(محمود فقير، گنگو، ص-105)

• **تيغ**: ث. [ف] تلوار- ترار- شمشير.

**تيز تڪي ڪر تيغ سيني وچ، مارن ٻڪ ٻنگي.**

(محمود فقير، ٿيھ ڏينهن، ص-122)

• **تين گرامي**: قديم زماني ۾ موسيقيءَ جا ٽي گرام تسليم ڪيا ويندا هئا. (1) ڪرج گرام (2) گنڌار گرام ۽ (3) مُڌم گرام.

**ٻڌ سُڌ اندر ڏياني ڌاران، تين گرامي سُرڪا ساڌن.**

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-15، ص-180)

# ٺ

- **ٺاڄي**: (ٺاڄو) ذ. دهل يا نغاري جي چوٽ واري وڄت. دهلن جي زوردار آواز.

اسم اعظم ٺامو ٺاڄي، اٿر انڪار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-14، ص-16)

- **ٺاهہ**: ذ. ڇِرڪ – هراس. ڊپ- خوف.

عاشق مارڪباب ڪرينديان، ٺاهہ ڪنهين نا ٺَليان وي.

(محمد فقير، سُر سارنگ، ڪافي-2، ص-205)

- **ٺاهُو**: ذ. نغارن جي وَڄت جو هڪ قسم (محرم ۾ سواريءَ جو هڪڙي پِرُ تان وڃڻ مهل جو ڄڻ تہ اطلاع آهي). ڏُهل تي ملاڪڙي جو واڄو.

اسم اعظم تاهُو تاجي، اثر اذڪار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-14، ص-16)

• **ٿُبِن**: (ٿُبي) ث. پاڻيءَ ۾ هيٺ ٿوري دير رهڻ واري حالت- غوطو. سوچ- ويچار- غور.

گوهر گهڙي گرداب ۾، ٿوبن جيئن ٿُبن.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-258)

• **ٽڪا**: [سن. ٽڪڪ] ناڻو. ڏنُ- دولت.

جپ تار گاڪي ڪوڏڪر، مئي پي مڪا دوغن ٽڪا.

(محمد فقير، سر ڪانگڙو، ڪافي-13، ص-189)

• **ٽڪاڻي**: (ٽڪاڻو) ذ [سن. ستان] ٽِيڪڻ جي جاءِ- ٽڪاڻو- ماڳ- مڪان. آستانو. ٻاوَن جي رهڻ جي جاءِ- مڙهي- هندن جي پُوڄا جي جاءِ.

سڻايان سُخن ٿو، ٽگهٽ جي ٽڪاڻي.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-16، ص-162)

• **ٽڪورَ**: ث. سُور واري جاءِ مٿان گرم ڪپڙي يا ٻي شيءِ سان سيڪ- ڪوسي لُپريءَ جي ڏمَر- خدمت چاڪري. ٽاڪور.

• **ٽِڪورَ**: ث. دهُل يا نغاري تي ڏونڪي جو ٽڪ. هلڪو ٽڪ- ٽڪورَ.

سجدا صاف صحي وِچ صورت، ڏيندا 'لا' دي نال ٽڪور.

(محمد فقير، سر پيروي، ڪافي-61، ص-41)

• **ٽڳا**: (ٽُڳو) ذ. وٽيل سڳو- ڳنڍين وارو ڌاڳو. فقيرن جي ڳچيءَ ۾ پيل ڌاڳو (جنهن ۾ مڻيا، مٽڪا وغيره پويل هجن). فقيراڻو خاص ڳانو. ميرو ۽ پاٽل وڳو يا چتين لڳل پراڻو ڪپڙو. (شاعر مطابق) لاڳاپا لاهي ڇڏ. دنيا سان تعلق ڇني ڇڏ.

ٽگا دين ڪفر جا ٽوڙي، صورت جي پئي سام،
گهُورن ۾ ڏني گيان منهنجو.

(محمد فقير، سر آسا، ڪافي-8، ص-4)

• **ٽڳي ٽوڙ**: ٽڳا ٽوڙڻ. مصدر. لاڳاپا لاهي ڇڏڻ.

ديدان دي دربار دُرس ني، دام دُوئي دي ٽڳي ٽوڙ.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-48، ص-94)

• **ٽِلي**: ٽِلَڻ. مصدر. نخري سان هلڻ- ٽور سان هلڻ- لوڏ سان هلڻ. آهستي آهستي هلڻ.

شريعت جي شهر ۾، شرابين ڪيو شور،
ٽلي عجب ٽور، ٽڪاڻي ٽنگهٽ جي.

(محمد فقير، بيت-207، ص-287)

• **ٽِندِ**: (ٽندِ باز) صفت. آڪڙباز- وڏائي خور- نخري وارو.

ڏسو منهنجي يار جون، ڪي ٽندِ ٽوڙون.

(محمد فقير، ڪافي-38، ص-66)

• **ٽِنڪ**: ذ. صفت. چالاڪ- حرفتي- حرڪتي- لُچ. نڳ- نينگ ٽپا ڏيندڙ- ناميل- چُٽيل.

ٽڪ ٽوٽتي ٽپا ڏين ٽي چگهن تي چٽي.

(محمود فقير، خيري، ص-138)

- **ٽوٻن**: (ٽوٻو) ذ. صفت. ٽٻيون هڻندڙ- ٽوٻير- توبُ. غوطاخور.

گوهر گهِري گرداب ۾، ٽوٻن جيئن ٽٻن.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص258)

- **ٽورَ**: ث. هلڻي. چال- رفتار جو نمونو. (ٽورِ) وڏائي- آڪڙ.

شريعت جي شهر ۾، شرابين ڪيو شور،
ٽلي عجب ٽور، ٽڪاٽي ٽگهٽ جي.

(محمد فقير، بيت-207، ص-287)

- **ٽورون**: ڏسو. ٽور.

ڏسو منهنجي يار جون، ڪي ٽنڊ ٽورون.

(محمد فقير، بيت-38، ص-66).

- **ٽوري**: ٽورڻ. مصدر. آهستي پنڌ ڪرائڻ- هري هري هلائڻ- پنڌ ڪرائڻ. ڪاهڻ- نياهڻ- گذارڻ- وقت ڪاٽڻ (ڪاروبار) هلائڻ.

سارو ساٿ سنياري، ٽڪر ايندم ٽوري.

(محمود فقير، ڪافي-3، ص-46)

- **ٽوڪر**: ث. آهستي ٽڪ. نوڪَرَ- ٽڪ- مسخري- ٺٺول- چرچو- يوڳ.

سمجهي سودي وِچ لاڳئي ٽوڪر.

(محمود فقير، ڪافي-63، ص-84)

- **ٽوئڪِي**: هڪ ٽوئي اَن جو ٻاند. (ملان، پير، فقير جو راڄ تي مقرر ٽيل ساليانو ڏن) جيڪو ٻٽئي مهل جدا ڪجي.

ٽُوٽَ اُڳاڙين ٽوئڪي، ٻي پاڙ ڪائين پاڙي.

(محمود فقير، موالي، ص-128)

- **ٽيٽ مڪڙي**: جيت جو هڪ قسم (اصطلاحاً) گهٽو ڳالهائيندڙ. اپري جسم وارو. سنهڙو سڪل.

چئي، پُري ڪندينءَ ڙي پٽري، چا ٽيٽ مڪڙي ٽرڙي.

(محمود فقير، خري، ص-139)

## ٿ

- **ٿامُ**: ذ [سن. سٿان] ماٿ- سانت- چُپ- آرام. گڏجاڻيءَ جي جاءِ. ميلاپ جو هنڌ. مضبوط شيءِ.
  اڪين واري آتش بازي، ٿام عجائب ٿَهي ٿَهي.

اچي اصلاتي اسرار سان.

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-5، ص-106)

• **ٺاهہ**: ٺاهڻ. مصدر. (اسم) ٺامپ- بناوت- جوڙ. سندار- انتظام- بندوبست.

**هن ڪميٽيءَ ڪين ڪمايو، نڳيءَ وارو ٺاهہ،**

**ڪٽي خواري خلق ڪلڻ جي.**

(محمد فقير، سُر ڏناسري، ڪافي-1، ص-227)

• **ٺِڪريان**: واحد. ٺڪري. ث. ٺڪر جي ٿانءُ جو ڀڳل ٽڪر. )صفت) بدبخت- نياڳو.

**تيڏيان زالان، ڏوُنهين بي تاليان،**

**اصل تيڪون نوڙهہ مارن ٻئي ٺڪريان.**

(محمود فقير، خيري، ص-136)

• **ٺُلُ**: ذ. [ف. تل] مُنارو- پايو. بُرج (قلعي جو). **قلعي جي اندر يا مکيہ دروازي وٽ ٺهيل وڏو گول منارو.** (صفت) ڍِگهو.

**پلٽي هٽيو پئسا ونيو، نوڳيا ٿين تو ٺُل.**

(محمود فقير، موالي، ص-130)

• **ٺُمرِي**: ث. ڳائڻ جي شعر جو هڪ قسم. راڳ جي هڪ طرز.

**ڏر پد ٺُمرِي خيال ترانا.**

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-6، ص-120)

• **ٺوڙهہ**: ث. ڪوڙيل مٿو- گنج- روڏ- ٽِپڻ- ٽِپر- مٿو- سِرُ- ڪيپرائي.

**تيڏيان زالان، ڏونهين بي تاليان،**

**اصل، تيڪون نوڙهہ مارن ٻئي ٺِڪريان.**

(محمود فقير،ڏسالي، ص-113)

• **ٺوڳيا**: (ٺوڳي) ذ. صفت. [سن. سننگ= ٺڳڻ] ٺڳُ- ٺڳيندڙ- دغاباز- دولابي.

**پلٽي هٽيو، پئسا ونيو، نوڳيا ٿين تو ٺُل.**

(محمود فقير، موالي، ص-130)

• **ٺيلها**: واحد. ٺيلهو. ذ. ڌڪو- ٺيلهو. صدمو. نقصان، هاڇو- جوکو.

**توکي ٺکر ۽ ٺيلها، تون سُونهين ٿي سانگهڙ ۾.**

(محمود فقير، خيري، ص-136)

# ث

• **ثاب**: ظرف. [ع. ثاب= بدلو ڏيڻ] قبول- منظور. عموماً ”پوڻ“ يا ”تيڻ“ سان گڏ اصطلاح طور ڪم ايندڙ لفظ.

سُتي ثاب، پيئم خواب، ڪو امام آيو.

(محمود فقير، ڪافي-2، ص-46)

• **ثابت**: صفت. [ع. ثَبَتَ= قائم رهيو] برقرار- محڪم- مضبوط . صحيح- سلامت. سڄو- سارو- پورو.

ث- ثابت ساهہ جو سامي ڪري سانگ.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-248)

• **ثبوتي**: ذ. [ع] ثابت. قائم- پڪو. پختو. دليل.

هڪل هڪ حُسن سان ڏمالي دغن سان،

سُرن جي ثبوتي، سُڻائي سُخن سان.

(محمد فقير، سر بنس، ڪافي-14، ص-161)

# پ

• **پاتار**: ذ. [سن. پاتال] زمين جو هيٺاهون طبقو- درياءُ يا سمنڊ جو ترو. تَرُ اُونهون پاٽي. اوڙاهه- عُمق. (صفت) اونهون- عميق- اٿاهه.

پسي پاڻ پسڻ ۾ پنهنجو، پور ٻيا نہ پهي پهي،
پاٽي پيچ پسڻ پاتار جو.

(محمد فقير، سُر مانجهه، ڪافي-2، ص-105)

• **پاتنجل**: [سن] هڪ مشهور هندو فِلسوف جو يوگ تي لکيل ڪتاب.

پاتنجل سانکهہ ويدانت وَرِئن، ڪانڊ ڪرم ڪلتا رکيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-6، ص-176)

• **پاٽ**: ث. [سن. پاتر] نکر جي وڏي ٿالهي- ڪاٺ جو پانوڙو.

چار سير چانور ڪائين، پنٽا سجي پاٽ.

(محمود فقير، موالي، ص-130)

• **پاپُ**: ذ. [سن. پاپَ] گناهہ- ڏوهہ. خطا. دين ڌرم جي خلاف عمل. نيچ ڪم. بڇڙو ڪم. ظلم- ڏاڍ. قهر- غضب.

پورن پرگهٽ پد پرڪاشي، جوٺ نہ جس مين پاپ نهين.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-11، ص-178)

• **پارس**: (پارس ٿي پوڻ) ڪامل ولي ٿيڻ. فيض وارو ٿيڻ (جنهن جي فيض ڪان مريد مٽيا وارو ٿئي).

پيرِ مُغان پس پارس پرور، پرت سندو پيمانو، ٿي پروانو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي،-32، ص-87)

• **پاڙيچن**: (پاڙيچو) ذ. صفت. پاڙي جو- پاڙيسري. پاڙيوارو.

پاڙيچن پرين سان پوري پرت پَرِي، سُرهي سونهن پَري.

(محمد فقير، سُر مانجهه، ڪافي-1، ص-104)

• **پاڃِي**: ذ. صفت. [ف. پاجي = (پا= پير+ جي) پيرن تي ڪرنڌڙ] پاجي- ٻانهو- نوڪر- گدلو- خدمتگار. ث. ٻانهي.

گولي.

پازي آئون پينار پِنا، صحبت جا سامان.

(محمود فقير، گنگو، ص-116)

- **پاسارِي**: ذ. صفت. [سن. پڻيہَ= وڪري جو مال+ سارد سر= پڪيڙڻ] پسارڪو وڪر رکندڙ. دُڪاندار- پساري.

جوشان جوش، نوشان نوش، پوشان پوش پاساري.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-30، ص-25)

- **پاڳَ**: ث. [سن. پَٽ. پَٽُ= ڍڪڻ] پَڳَ- پٽڪو- عزت- اڳواٽي.

ڀري پاڳ، ٿي سُجاڳ، واري واڳ وصالي.

(محمد فقير، سُر سهڻي، ڪافي-1، ص-208)

- **پاڳاهون**: (پاڳُ) ذ. [سن. پاد= پيرُ] پيرُ- پڳُ. دستار. قدم.

پنج سؤ لک پاڳاهون، گهوڙا غازين جا.

(محمود فقير، ڪافي-15، ص-53)

- **پالوٽ**: ث. [سن. پريسَتم+ ڪ] اَٿَلَ (پاڻيءَ جي)- پَلٽ- طُغياني.- جهجهائي- گهڻائي- ڪثرت.

پيڪان ڪي، پئيمان ۾، پُر پي پچانا آپ ڪو،
پُختا اُسي پالوٽ ڪا، پرواز پرواني ۾ هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-42، ص-143)

پينگهي ۾ پالوٽ ڏني مون ڪي لعل پنهل لولي.

(محمود فقير، ڪافي-11، ص-50)

- **پاڻيءَ ڦوٽا**: (پاڻيءَ جو ڦوٽو) محاورو. ناپائدار شيءِ- بي بنياد شيءِ- جلد فنا ٿي وڃڻ واري شيءِ. بي بقا.

مقدار تيڏا جيوين پاڻيءَ ڦوٽا،
مين تہ مار سوٽتا تيڏا ساهہ نيوان.

(محمود فقير، گنگن، ص-112)

- **پَت**: ث. [سن. پَرتيتِي. پُرتِ= وري+ اِڻ= وڃڻ] اعتبار- ڀروسو- ويساهہ. يقين- ساک- سچائي. آبرو- عزت- مانُ. عصمت. ڀرم. لڄ.

صورت جي سينگار مان، سُر تي ڪييو سَت،
پرت واري پَت، پسڻ ۾ پاڪ ٿي.

(محمد فقير، بيت-82، ص-274)

- **پتنگ**: هڪ ننڍڙو جيت (جيڪو باهہ جو عاشق آهي ۽ باهہ ۾ سڙي رک ٿيو وڃي). پروانو.

پلٽ پهلوانن، پيڪان پسي، پچي ٿيا پسڻ ۾ پتنگ جيئن پٽي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-15، ص-115)

- **پتِرا**: (پَتَرَ) ث. پترڻ جي حالت. پڪڙجڻ جي حالت.

مڪ مدينہ 'محمد' مترا، تيرٿ تڪيا پوجا پترا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ ڪافي-16، ص-180)

- **پَٽ**: پيالو- قدح- جام (شراب جو).

پي پي پيالا پَٽ، پورِي پرت پري پري.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-23، ص-21)

• **پَٽُ**: ت. پٽڻ جي حالت. هتي پرن يا ڪنين پٽڻ ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي.

عشق شهباز جنبين وچ چئيندا، ترڦڻ مور نه ڏيندا،

ماس هڏيان دا هوش هنئين ڪون، ڪنيڙيان پٽ پٽ ڪائيندا.

(محمد فقير، بيت-224، ص-290)

• **پٽدار**: ريشم وارو- ريشمي ڪپڙو.

پوشاڪ پاڪ پوري، پڳدار جي نموني،

پئيمان ۾ پٽر ٿيو، پٽدار جي نموني.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-17، ص-116)

• **پَچار**: ٺ. ڳالهه- ذڪر. تات- پَچَرَ. يادگيري. بيان. عادت. گلا- نندا. بَلا.

پوپٽ پتنگ پاڻ ۾، ڪيهي ڪن پچار.

(محمد فقير، بيت-23، ص-267)

• **پَچَڻ**: مصدر. [سن. پَچَنِيَہَ] باھ تي پڪو ٿيڻ. رڌجڻ (باھ تي). بچڻ (ماني). سڙڻ- ٻرڻ- ڪامڻ- جلڻ. رَسجڻ (ميوو). ڪڙهڻ (زخم ڦٽ وغيره) رَجهڻ (اندر ۾).

پڙهڻ پچڻ وچ ۾، آهي وڏو فرق،

محبت وارن مرڪ، مام سڄاڻن سام جي.

(محمد فقير، بيت-115)، ص-277)

• **پَچاڻ**: ٺ. [سن. پَرت] سُڃاڻ- واقفيت- ڄاڻ. سُڃاڻپ- ڏيٺ.

پسي پنهنجو پيچ پسڻ جو، پسڻ واري پچاڻ پسان چا.

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-8، ص-238)

• **پُختا**: پختو. ٺ [ف. پُختہ] پڪائي- مضبوطي. ثابت قدمي. هوشياري- ڏاهپ- سياڻپ.

پيڪان ڪي پيمان ۾، پُر پي پَچانا آپ ڪو،

بخنا اُسي پالوٹ ڪا، پرواز پرواني مين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-42، ص-143)

• **پختي**: ڏسو پختا.

چلاغ دي نقطي، پيچ پاڪي پختي، رنگ رنگي رُخ تي،

نقطي ڪيتا دور، محمدي مذڪور.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-245)

• **پخالڻ**: مصدر (ٺ). صفت. پخال وارو- پخال ڪٽندڙ- پخال سان پاٽي پريندڙ. بهشتي. پخالي.

ڏُڪالڻ ڏوبيائي، پخالڻ پنهونءَ جي.

(محمود فقير، ڪافي-39، ص-67)

• **پَدارَٿ**: ٺ. [سن. پدارُٿ] دپَدَ= آواز. لفظ= اَرُٿ= مطلب] شيءِ. وَٿُ- وَسُتو- چيز- ٿوڪُ. عنصر. ملڪيت. ناٿو- دنيا. برڪت- نيڪي. معنيٰ. مطلب. سمجهاڻي- تفسير. بيان. فرض- مقصد.

پد پرڪاشي پُرجھ پدارٿ،
سنت سُناوي گيان ڪٿا ڪٿ.

(محمد فقير، سور ڪونسيہ، ڪافي-12، ص-79)

• **پِدَرُ**: ذ. [ف] پيءُ- والد- ابو- بابو.

حشت حقيقي حڪم سان، هر جاءِ هڪل تنهنجي هُلي،
حسنين جو پرور پدر، حضرت علي حيدر قرار.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-17، ص-63)

• **پَدَمُ**: نانگ جو هڪ قسم (زهريلو، اُڏامندڙ، ڪنڌ ۽ پنيءَ تي پُوري رنگ جا وار ۽ ديگهہ ۾ ٻن فوٽن تائين ٿئي ٿو).

ڪِپر ڪڻُ پَدَمُ ٻيا، تليهر توڙن توڙ،

(محمد فقير، بيت-54، ص-272)

• **پدم** 2: ذ. [پرا. پئم. سن.پدم] ڪنول جو گل- نيلوفر عدد شماري ڳَٽپ جي ڏاڪن مان چوڏهون ڏاڪو.

چڙي مون اتي هڪ، پدم جهڙي پهر ڙِي.

(محمود فقير، ڪافي-72، ص-93)

• **پڌر**: پڌرائي- مشهوري (ظرف) ظاهر- گليو- چِٽو. دنگ- چيهہ- اَنت- چيڙو. سُڌ- خبر.

محبت دي ميدان، پڌر پڙ وِچ، پير پريندا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-60، ص-99)

• **پَڊَ**: واحد. پَڊُ. ذ. پَٽُ- ميلن. غيرآباد زمين- پوٺو. ڦٽل شهر يا ڳوٺ وارري زمين.

پَڊَ پراٽا، ٿوهر ٿرن ۾.

(محمد فقير، ڪافي-15، ص-53)

• **پَذِير**: صفت. [ف] اثر وٺندڙ. اثر قبول ڪندڙ. هميشہ مرڪب لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ "دل پذير. اثرپذير" وغيره.

تنهنجو مليو مُنور مُدعا، پردي منجهان پرور پذير.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-24، ص-67)

• **پَرِ**: ث [سن. پال] ريت- رواج- دستور. هلي چلي- عام رواج. هلت- عادت- لڇڻ. نمونو- طرح.

رکي نوڪ نظر تي ناتو نر، پئمان پسڻ جي پاري پَر.

(محمد فقير سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **پُرِ**: ذ. صفت [ف] پريل- ٽُب- ٽار- ٽمٽار- منهان تار- لبالب- ڪنان تار.

پي تو پاڪ پرينءَ سان پيالا پُرِ.

(محمد فقير، سور راڻون، ڪافي-1، ص-232)

• **پَرَاپَتِ**: ث. [سن. پراپت دپَر- گهٽو+ آپ = حاصل ڪرڻ حاصلات- فائدو- نفعو- لاڀ. ڪمائي- پيدائش- اُپت- آمدني. ڪاميابي. بخت- نصيب- ڀاڳ (صفت) حاصل ڪيل- مقرر. درست.

پراپت پشعتي مڌما ٻہ يڳتي.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص-172)

• **پَرار**: ذ. پراڙ- پريون ڪنارو. (درياءَ جو)

لياقت نہ اٿم لوڪ جي، آئون آهيان پلڪ پرار.

(محمود فقير، موالي، ص-127)

• **پَرتات**: روشن- منور- جلويدار. دبدبي وارو. وڏو فياضي.

بلهي شاھ ارداس گلاب، سرشٽ ديانند پُٽ پرناب.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-16، ص-180)

• **پرتِ**: ث. [سن. پريت] پريت جو مخفف. پريت- محبت- قرب- پيار. عشق. مِڪَ- اُڪير- چاھ.

پارس پرت پساري، جام جلالي بہ مين هون.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-5، ص-192)

• **پُرجَهو**: ث. سمجهہ- پروڙ- ڄاڻ.

بسنت 'محمد' سارنگ گاوي، پُرجهہ پريمي پنجم.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-4، ص-103)

• **پُرسُ**: ذ. [سن. پُرُش] مرد- شخص. مڙس- پتي. ڀتار- وَرُ.

شبد سُناوي سَنتگر سَروَن، پرگهٽ پُرس پيارا ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-12، ص-179)

• **پُرشُ**: ذ [پرا. پُرِسَ. سن. پُرُش] ڏسو پُرس.

روپ سروپ انوپ انيڪي، آد پرش ڏن ڏياني ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-4، ص-175)

• **پَرگهَٽِ**: صفت (پرگهٽيو- پرگهٽبو- پرگهٽيل) پڌرو- آشڪار. مشهور- پيدا. عيان.

پرگهٽ، گهٽ ۾ گهٽ پرگهٽ ۾، پيدا نا پيداني ري.

(محمد فقير ، سُر ڪونسيہ، ڪافي-4، ص-175)

• **پَرَم**: صفت. [سن] اعليٰ- اُوچو- اُتم- مڪيہ. افضل- برتر- مڪمل. بي حد- وڏو. پهريون- اول.

عاشق ايچ، ٻٽي پيچ، ڏاڍي پيچ پرم دي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص-77)

• **پَرمان**: (پرماڻ). ذ. [پرا. پَرِماڻُ. سن. پرماڻ. پرَ= گهڻو+ ما= ماپڻ] ماڻ- ماپ- ماپو. تور- وزن انداز- مقدار. قاعدو- قانون. رسم- رواج. دليل- حُجت. ساک. ثابتي. حوالو. سَنَد. (صفت) درست- صحيح. مُباح- روا.

نام جيون پرنام پيارا، پُورن ڪر پَرمان هري ڪا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-7، ص-176)

• **پَرميسر**: ايشور= ڏٺي دايش= حڪومت ڪرڻ، وشنو اوتار جو هڪ صفاتي نالو- ايشور.

پاڇي پيچ عشق رو پڙسِي، پاڙي پرميسر جي.

(محمود فقير، گنگو، ص-109)

• **پَرنامُ**: پَرڻامُ. ذ. [سن. پَرِڻام] وڏيءَ عزت سان جُهڪي ڪيل. سلام- نمسڪار.

نام جيون پَرنام پيارا، پُورن ڪر پَرمان هري ڪا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-7، ص-176)

• **پرواز**: ذ. [ف] اُڏامڻ جي حالت- اُڏامڪ- اُڏاري. (فاعل) اُڏامندڙ. مرڪب لفظن جي آخر ۾ ڪم ايندڙ لفظ "بلند پرواز" وغيره.

اکيون پائي ڪجل ڦهري، ڪرن پرواز ٿيون پهي.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-10، ص-213)

• **پروان**: پرواني جيئن- پتنگ جيئن. پروان (ف) ذ. (اسم) هه (صفت) مڪمل- پورو- بالغ- نيڪ- صحيح. درست. بيڙيءَ جو ڪوهو- ونجهه.

پروان جان پڙ ۾ پچڻ، هيءَ عاشقن جي سونهن سوڀ.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-4، ص-234)

• **پرواني**: پروانو. ث. [ف. پروانا] جيت جو هڪ قسم (جو روشنيءَ جهڙوڪ بتي، باهه. شمع وغيره جي چوڌاري اُڏامي آخر وڃي اُن ۾ پوندو آهي). پتنگ. (مجازاً) عاشق.

پيڪان ڪي پيمان ۾، پُر پي پچانا آپ ڪو،
پختا اِسِي پالوت ڪا، پرواز پرواني مين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-42، ص-43)

• **پَرو**: ذ. نشان. ڏسُ- پتو- اُهڃاڻ- پسڻ.

جڏهن پاڻ پسڻ جو پيڙو، پرو، تڏهن ذوق نه ضايع ٿيڙو ذرو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-61، ص-99)

ڪچائيءَ جي قطري جو، پوي ڪونه پَرو.

(محمود فقير، خيري، ص-141)

• **پُري**: نسل- پيڙهي- پشت.

هاڻي سنجهي ٿيءُ رواني، نه ته پُري ڪنديسئين پڌري.

(محمود فقير، خيري، ص-134)

• **پِڙُ**: ذ. [سن. پندَ- گول ٿلهو] ميدان- وڏو ميدان. گولائيءَ ۾ زمين جو ٽڪر.

محبت دي ميدان، پڌر پِڙَ وِچ پير پريندا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-60، ص-99)

• **پڙ**: (پڙڪيي بيهڻ) صفا انڪار ڪرڻ- نابري واري بيهڻ. ضد ڪري بيهڻ. ڪپ ڪوڙي بيهي رهڻ.

پَنپُوران تون پڙ ڪييو، وات پئين ڏاري.

(محمود فقير، خيري، ص-133)

• **پَسارا**: واحد. پسارو. ذ. [سن. پرسار] وِستارُ- اُپٽار. ديگهه. وڌاءُ (ڳالهه ۾). پکيڙ. ڪندير. واڌارو. مفاصلو. مانداڻو. ڏيک- مشاهدو. نظارو. ميڙ- اجتماع. آبادي- بستي. سامان.

پڌرا پرت پسارا ڪيتا، اولي آءُ انساني، اعظم شاني.

(محمد فير، تلنگ، ڪافي-37، ص-189)

• **پَساري**: ذ. صفت. پسار جو سامان وڪڻندڙ دڪاندار. جڙيون ٻوٽيون وڪڻندڙ. (شاعر مطابق) محبت جو سامان رکندڙ- پيار ورهائيندڙ.

• **پَسَڻُ**: ذ. [سن. پَشيہَ+ درش= ڏِسڻ] اِشارو- اُهڃاڻ- شُگون- آثار. هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ.

پسڻ آهيان پاڻ پسان چا، پسڻ واري پيچ ۾ پڌرو.

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-8، ص-238)

- **پشت**: نسل- پيڙهي- پُري- ٻُڙ. خاندان. حمايت- مدد- ٽيڪ. (صفت) حمايتي- مددگار.

حافظ ويا حضور ۾، پشت هليا پاتار.

(محمود فقير، موالي، ص-130)

- **پُشتِي**: ٿ. پُشت. مدد- حمايت- ٽيڪَ. پيڙهه کي مضبوط ڪرڻ لاءِ آڏ.

پراپت پُشتي، مٿما ٻـ پِگتي.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص-172)

- **پَلاڻُ**: ذ. [سن. پَرياڻ] اُٺ کي سنجڻ جو سامان (پاکڙ ۽ ٻيو سامان) شاعر مطابق، ارادو ڪرڻ- تياري ڪرڻ.

پسڻ پس پسڻ جو، پري ڪيم پلاڻ،

پُڄائي پُڄاڻ، 'محمد' مک مذڪور ڪيو.

(محمد فقير، بيت-17، ص-267)

- **پلٽي باز**: پنهنجي ڳالهه مٽي ڪرڻ وارو. نموني سان ڪم ڪڍي ويندڙ. شعبدي باز. (صفت) پلٽو راند ڪندڙ- پلٽو ڪيڏندڙ- تلوار باز- اٽڪلي- چالاڪ. ڦرٽو. گهرٽو. ڦيرائي گهيرائي.

پلٽي باز پڪڙ، ڏو ڏوڪار رسن.

(محمود فقير، ڪافي-41، ص-168)

- **پَلنگُ**: ذ. [سن. پَريَنڪَ] کٽ جو هڪ قسم- وڏي کٽ- ڇپَر کٽ.

سُتيس سيج پلنگ تي، جاني جڙي جان.

(محمد فقير، بيت-185، ص-285)

- **پَنچَمُ**: ذ. [سن. پنچَمَ] راڳ جي اصطلاح ۾ سرگم جو پنجون سُر "پا". هندول راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.
- **پَٽِي**: ٿ. مٽي- خاڪ. دز- ڌوڙ- رَئي.

پلٽ پهلوانن پيڪانن پسي، پچي ٿيا پسڻ ۾ پتنگ جيئن پٽي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-15، ص-115)

- **پُور**: خيال- فڪر. پيچ- وڪڙ. ويچار- فڪر- ڳڻتي.

ناپور ٻياڪو پهندي هون.

(محمد فقير، سُر ٿوڙي، ڪافي-6، ص-220)

- **پُورَبُ**: ذ. [سن. پورُوَ] اوڀر- اڀرندو- مشرق. اڀرندي وارو ملڪ. اوڀر جو واءُ. ڀارت ۾ ڪانپور کان ٻِهار تائين علائقو. (صفت) اصلي- قديم. پهريون- اوائلي.

پورب ڪيا پرواز پٽن تي، ڪڪرن ڪئي آهي ڪار ميان.

(محمد فير، سُر تلنگ، ڪافي-2، ص-102)

- **پُورَتَ**: ٿ. [سن. پُورت] پُورائي- تڪميل. ڪوٺ پرڻ جي حالت. اهڙي حالت جنهن ۾ زندگيءَ جون ضرورتون پوريون ٿي سگهن- ڪفايت.

پنهنجي پسڻ جي پورت، پڳدار ٿي اچان ٿو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-11، ص-112)

• **پُورِيا**: [هہ] هندول راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو. محمد فقير جون 21 ڪافيون هن سُر ۾ آهن ۽ هي سُر ترتيب مطابق 14 نمبر تي رکيو ويو آهي.

• **پوشُ**: ذ. [ف] ڍَڪُ- غلاف. حجاب- پردو- نقاب. لباس. پرت پريل ڪپڙو (جو غلاف طور ڪم اچي). ڪتاب مٿان ڏنل ڍڪ (ڪپڙي يا ڪاغذ جو). (صفت) ڍڪيندڙ. پرده پوش.

بقائِي دا باغ بهارِي، پوش پيارل پارس هي.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-1، ص-201)

پنجتن پاڪ پوش پيارا.

(محمود فقير، ڪافي-77، ص-102)

• **پوشُ پوشُ**: نِدا. پاسي پاسي! پري پري! پري ٿيو! هٽي وڃو!

پوندي آوي پيچ پيچ، پوندي آوي پوش پوش.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-1، ص-232)

• **پوءِ واري**: ث. پنيان جي سنيال- يادگيري. پرگهور- سارسنيال. پُٺَ ڀرائي- حمايت- مدد. پيروي- تقليد.

ڏي ڪا دلدار دلدارِي، پرين پرچي ڪر پوءِ واري.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-1، ص-208)

• **پهاڙي**: ث. راڳڻيءَ جو هڪ قسم. ترتيب جي لحاظ کان محمد فقير جي رسالي ۾ پهاڙي 13 نمبر تي رکيل آهي ۽ هن راڳڻيءَ ۾ فقير صاحب جون 47 ڪافيون آهن.

• **پَهرِي**: پهرڻ. مصدر. [سن. پَرِدانَ. پَرِ= چوڌاري+ دَا= پائڻ] ڍڪڻ (وڳو)- پائڻ (ڪپڙا)- مالَ جو چرڻ لاءِ وڃڻ. گهر کان ٻاهر وڃڻ- اُسهڻ. پکڙڻ.

اکيون پائي ڪجل قهرِي، ڪدن پرواز ٿيون پهري.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-10، ص-213)

• **پَهُون**: ث. ٻڪري.

پَهُون پنهوارن جون، چُڙن تا چيلا.

(محمود فقير، ڪافي-42، ص-79)

• **پَهِي**: ث. [سن. پَنج] ڪپهہ جو پَهو- پُوڻي. ٽسري. وٽي- پيالي.

رنگي رُڪ سان رندي راند رهِي، سينگار ڪري سرشار صحي،

پيمان پکي ۾ پاڻ پهِي، پوءِ پير نہ پنتي پايان مان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-71، ص-48)

• **پَهِي** 2: ذ. صفت. [سن. پنٿ= واٽ] واٽهڙو- قاصد- پانڌي. اولاد- وارث. ٻچو. نسب.

هلان هيڪر، ملان جيڪر، پلئہ پاند پهي.

(محمود فقير، ڪافي-22، ص-57)

• **پَئُون ٻارهن**: ذ. پورو پورو داءُ. چڪو. وڏي ۾ وڏو داءُ. شروع ۾ ئي ٻارهن يعني ٻن ڇڪن جو داءُ يا ٻن ڇڪڻ جو لڳڻ. شروع ۾ ئي فتح. سڀ سٺائي. سڀ ڪجهہ حاصل ٿي وڃڻ.

عشق اوقاتي، ٻير سوغاتي، پئون ٻارهن پورا ڍارا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-54، ص-96)

• **پئيمان**: (پئمانو) ذ. [ف] پئمانَ] پيمانو- ماپو. وزن. مقرر وزن. مقرر ماپ.

پئيمان پڪي ۾ پاڻ پِهي، پوءِ پير نہ پنتي نہ پايان مان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-71، ص-48)

• **پيچ**: مصدر. پيچ پائڻ. نينهن لائڻ- عشق ڪرڻ.

پنبڻيان ڪر پرواز پسايا، پيچ پسڻ پاتار دا، جهلڪار دا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-91)

عاشق ايچ، ٻڌي پيچ، ڏاڍي پيچ پرم دي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص-77)

• **پيچي**: ذ. صفت. وريل- ڏنگو- ڦيري وارو- وٽ ڏنل (پٽڪو). ريشمي ڪپڙي جو پٽڪو.

پسڻ دي پئيمان پئر ٿي، ٻڌ پيچي پختي پٽڪي.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-3، ص-102)

• **پيرِمُغان**: ذ. آتش پرستن جو پيشوا. آتش خاني جو مجاور. شراب خاني جو مالڪ- ساقي. مجازاً، مرشد. توحيد جو شراب پيارينڌڙ.

پيرِ مُغان ۾ پيهي پئر ٿي، برسيو بزم ۾ ٻَنرو بدر ٿي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-7، ص-12)

• **پيزارُ**: ٿ. [ف] جُتي- پاپوش.

تنهنجو مُنهن محبوب مصحاف پَسي،

رخسار چُمان پيزار چُمان.

(محمد فقير، سُر ضلع، ڪافي-1 ص-225)

• **پيشوازان**: (پيشوازُ). اُهو پَڙو، جو ڪنجريون نچڻ وقت پائين. جامو.

نشي سان نيارو نسنگ ٿي نچا نٿو،

پهري پيشوازان پسڻ ۾ پچانٿو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-59، ص-48)

• **پيشوئ**: ذ. صفت. [ف] اڳواڻ- مهندار- قائد- رهبر. سردار.

پيالا پِرت دا پاڪ پي پرُ پيشوئ ڪيتا امام.

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-261)

• **پيڪانُ**: ذ [ف] پالي يا تير جي نوڪ. تيرُ- ڪانُ.

پيڪان ڪي پئيمان ۾، پُر ٻي پچانا آپ ڪو،

پختا اُسي پالوٽ ڪا، پرواز پرواني ۾ هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-42، ص-143)

• **پيالا**: (هميشہ جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ) اصطلاحاً فقيرن وٽ فقيرن جي دعوت. ڪائڻ پيئڻ جي دعوت.

ڪري سِر سُرت سان، نظاري نرت سان،

پيارين پرت سان پڳدار پيالا.

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-12، ص-239)

• **پينهن**: پيهڻ. مصدر. جَندَ ۾ پِيهي اَٽو ڪرڻ. گهوٽڻ. ڪُرٽڻ. (شاعر مطابق) سنهي ڪرڻ- چاپلوسي ڪرڻ.

هاٽي سنهو نہ پيئي پينهن، نہ تہ پُري ڪنديسئين پري.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

• **پِيَڻُ**: ث. بَلا جو هڪ قسم (زهريلي بلا). پاٽيءَ جي پڪيءَ جو هڪ قسم (قد، رنگ ۽ شڪل ۾ "قاز" جهڙو ٿئي، مڇي کائي. هن جي چربي 'لقوه' جي بيماريءَ لاءِ مفيد آهي)- ڦيٽائي. پيڻ تر ۾ ٿئي ان ڪي ڦوڪڻ بہ چوندا آهن. (پِيَڻُ) ڪا پاٽيٺ (پاٽي، شربت وغيره) نڙيءَ مان اندر اوتڻ- ڏوگهڻ- واپرائڻ. چڪڻ (بيڙي، تماڪ) مارڻ (چڙ، ڪاوڙ). ڪائڻ (زهر). چُهڻ- جذب ڪرڻ (پاٽي).

وَر بيهڻ مُئيءَ جا، پيڻ پياڪ جاني.

(محمود فقير، ڪافي-70، ص-92)

• **پيوَند**: ذ. [ف] چَتِي- ڳَنڍ- جوڙُ. ٽوپو. تعلق- ڳانڍاپو- لاڳاپو. ڪنهن ڦاٽل ڪپڙي تي هنيل ڪپڙي جي چتي. رشتيداري- هڪڙي وڻ جو قلم ٻئي وڻ جي شاخ ۾ هڻڻ جي حالت.

پيوند تنهنجي پرت جو پيڙو، جلي ويو جوش ۾ جيئڙو.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-1، ص-208)

# ج

• **جابجا**: ظرف. هرهنڌ- جاءِ بجاءِ- جتي ڪٿي- هرجاءِ- هرجڳهہ.

جُملي جهان جلوہ، جهلڪا جابجا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-19، ص-130)

• **جات**: ث. [سن. جاتَ. جَن= جمڻ] ذات- قوم- قبيلو- فرقو- نسل. برادري- نيات. مُور- هرگز.

ٿُريا ويايڪ اُتپت اندر، ٿُرياجات مين جاتي ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-13، ص-179)

• **جاٽ**: هرجي پهرين اوڙ. ارڙهن، ويهن اوڙن جو مجموعو.

اسين هاري ماٺهو هر ڪاهيون، جوڙو ٻڌي جاٽ.

(محمود فقير، موالي، ص-130)

• **جاپُ**: ذ. [سن. جَپُ] پرارٿنا- بندگي- پُوڄا- وِرد- وظيفو- ذڪر.

**برهم گياني ٻِگل بجايا، جس مين ڪوئي جاپ نهين.**

(محمد فقير، سر ڪونسيه، ڪافي-11، ص-178)

• **جادوگر**: ذ. صفت. جادو ڪرڻ وارو- جادو ڄاڻندڙ- ساحر. پوپو.

**جوت جلالي جلوه ڪيتا، جادوگر جنسار دا، جهلڪار دا.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-91)

• **جاڙيون**: واحد. جاڙ. [سن. جاديہ] ڏاڍائي- ڏاڍ- جُٺ- تعدي- زبردستي- ظلم- زوري- سختي. ڀُل- چُڪ- غلطي- خطا- غفلت- سستي- بي وقوفي- بي عقلي.

**ٻاروچل جون ٻاڙيون ٻاڙيون، جيءَ اندر ۾ لڳيم جاڙيون.**

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **جامُ**: ذ. [ف] پيئڻ جو ٿانءُ- پيالو. ساغر- پيمانو- ڪٽورو. توحيد جي منڊ.

**خيال ۾ گم ٿي خيال ڪمائي، جام پيتائون جزب جلال،**

**نينهن نيائي ناز وارن جو.**

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-4، ص-3)

• **جامو**: ذ. [ف. جامہ] ڪپڙو. لباس- پوشاڪ. ڊگهو چولو. چولو- پهراڻ. اڳئين طرف کان کُلندڙ وڏو چولو. فقيرن جو ڊگهو چولو. ڪَفنِي.

**جامو جانب پائي جنگي، رُخسار ڪري آيو رنگ برنگي.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-19، ص-19)

• **جامي**: ڏسو جامو.

**هٽ ڪر خيال دا خيما ڪوڙيم جذبي والي جامي جوڙيم.**

(محمد فقير، سُر توڙي، ڪافي-2، ص-216)

• **جائِي**: (ت) ظرف. پڪ سان- سچ پچ- يقيناً.

**منهنجو جانب ايندو جائي.**

(محمود فقير، ڪافي-36، ص-65)

• **جَبارُ**. ذ. [ع] تمام گهڻي طاقت وارو- سمورين طاقتن وارو. ڌڻي تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. الله. زوراور- ڏاڍو- سگهارو- وس وارو. بزردست.

**جَڳت جوڙ جنس جي جُملي، جمالي جلالي جبار جلي آ.**

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-27، ص-12)

• **جَبَروتُ**: ذ. [ع] قدرت- عظمت- وڏائي. سلوڪ جي ٽين منزل.

**ناموت ڇا ملڪوت معنيٰ، جبروت ڇالا هوت لام.**

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-8، ص-53)

• **جپي**: جپڻ. مصدر. [سن. جَلُپ] وري وري نالو يا منتر پڙهڻ. ورد ڪرڻ. ذڪر ڪرڻ. بندگي ڪرڻ. تسبيح پڙهڻ-

مالها ڦيرڻ. عبادت ڪرڻ- پوڄا ڪرڻ. پرارٿنا ڪرڻ.

نسنگ نينهن ناتي، جپي نام نهي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-1، ص-121)

• **جُڄُ**: ذ. ڪاڄ- شاديءَ جي مجلس. ڏڻ (ڪاڏي جو). خوشي.

جوڳي ڪن تا جُڄ، جلالي جسمات ڪي.

(محمد فقير، بيت-170، ص-283)

• **جذبي**: جَذُبُ. ذ. [ع. جَذب= ڇڪڻ] چُوسڻ- چُهڻ- ڇڪڻ. ڪشش ڪرڻ.

جذبي جوش جلال جي، پسي نيٽين نور.

(محمد فقير، بيت-4، ص-264)

جانب ماريا جذبي جادو، طرحين آون تکان.

(محمود فقير، ٿيهه ڏينهن، ص-119)

• **جڙُ**: ميخ- ڪلي. نينهن. پاڙ- بنياد. اصطلاح طور. محبت جي لئون يا تار. عشق جي جڙ.

جڙ جُمل جهان، جسماتي جنسار.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-1، ص-242)

• **جزب**: [ع] ڪشش- ڇڪ.

خيال ۾ گُم ٿي خيال ڪمائي، جام پيتائون جزب جلال،

نينهن نيائي ناز وارن جو.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-4، ص-3)

• **جَزْمَ**: ث. [ع] علمِ اِملاء موجب حرف کي ساڪن ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيل خاص نشاني جيڪا ڏيکاري ته حرف تي نه زبر (َ) آهي نه زير (ِ) نه پيش (ُ). سُڪون.

ڪون جزم شدّ پيش پڙهيندا.

(محمد فقير، سُر پُوريا، ڪافي-8، ص-150)

• **جَعفِري**: جَعَفرُ. ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم (هيءُ هڪ وڻ جو ڦل آهي، ڳاڙهاڻ مائل عُناب جيڏو داڻو، رنگ پُورو، ذائقو تکو ۽ ڪُوڙو ٿئي، گرم خشڪ تاثير رکي ٿو)- جافر- جائڦل.

موتيا مشڪي محسن منور، جعفري جڙا حملو انور.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-6، ص-169)

• **جَکِي**: ث. ڏک- اهنج- ايذاءُ- مصيبت- ڏنجهو. ڏک- بک. اجهائي جهڳي هٽڻ- بڪبڪ ڪرڻ.

جنگ ڪرين ٿو جکي مارين،

مِنان ڪيڏو ڪيو ٿئي ڪَکِ.

(محمود فقير، گنگو، ص-107)

• **جُڳاون**: جاڳائين- بيدار ڪرڻ.

جوش والي جنسار، جوان جڳاون جذب جلالي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-39، ص-90)

• **جَڳتِ**: ذ. [سن. جڳتُ. گمُ= وڃڻ ] جهان- دنيا- سنسار- ڪائنات- جُڳُ- عالم.

جڳت جوڙ جنس جي جملي، جمالي جلالي جبار جلي آ.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-27، ص-121)

• **جَلالُ**: [ع] بُزرگي- وڏائي- عظمت. شانُ. دبدبو- شوڪت. غصو. ڪاوڙ- ڏمر. جوش.

خيال ۾ گُم تي خيال ڪمائي، جام پيتائون جزب جلال.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-4، ص-3)

• **جلالت**: ث. عظمت- شان شوڪت- وڏائي. جوش- غُصو- ڪاوڙ- ڏمر- قهر- غضب.

جلالت جي جام کي ڪي جوڳي پيئن جُنگ.

(محمد فقير، بيت-60، ص272)

• **جَلالِي**: ذ. صفت. جلال وارو- غضبناڪ- جهيڙاڪ- سخت ڪاوڙ ڪندڙ. جوشيلو.

پسن تا پسڻ کي جلالي جَهَتي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-55، ص-39)

• **جَلُ جَلُ**: ذ. [سن. جَلُ = پاڻي ] پاڻي- آبُ- جَرُ- ٻيرَ (ڳوڙهن جا).

عاشق اڪين جي عشق جو، احوال ڪن احسن جتي،

بزم بل بل بہ هجي، اتي جل جل بہ هجي.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-20، ص-64)

• **جلويگر**: (جلوه گر) ث. جلوه آرا- سينگار ڪري ديدار ڪرائڻ وارو.

حُورُون ڪيون جبران حُسن ۾، جلويگر جنسار ميان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-33، ص-87)

• **جَلوَه**: ذ. [جَلوَ = روشن ڪيو ] ماڻهن کي پاڻ ڏيکارڻ جي حالت- نظارو- ديدار- روشن. ڏيکاءُ. تجلو. رونق- چمڪو- ٺٺ- پيڪو- نُور- مٽيا- پرتاب. شان- ناز و انداز سان هلڻ.

جوت جلالي جلوه ڪيتا، جادوگر جنسار دا جهلڪار دا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-91)

• **جلوه نما**: ڏسو. جلويگر.

ج- جڳ وِچ جابجا جلوه نما جابر علي.

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص264)

• **جَلِي**: صفت. [ع] ظاهر- چٽو- پڌرو- کُليل. ڏاڍيان- وڏي آواز ذڪر (خَفي جو ضد).

جڳت جوڙ جنس، جي جُملي، جمالي جلالي جبار جلي آ.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-27، ص-121)

• **جم جم**: غلط العام، زم زم.

نوري نظاري نيڻن واري، مست پياريو مئي جم جم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-40، ص-31)

• **جَمالِي**: ذ. صفت. جمال وارو. (اسم خاص) خدا جو اهو نالو جنهن ۾ رحمت هجي.

جڳت جوڙ جنس جي جُملي، جمالي جلالي جبار جلي آ.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-27، ص-121)

• **جم جمان**: ث. [ع.جَمُجَمَةُ= کوپڙي] اسم خاص. قديم زماني جو هڪ بادشاهه جمجمان سلطان جو قصو (ان جي کوپڙيءَ حضرت عيسيٰ عہ سان ڳالهايو).

**جم جمان سلطان سڪندر، ڪر ڳئي وقت گذارا.**

(محمود فقير، ڪافي-76، ص-102)

• **جُمَلُ**: صفت. [ع. جُمْلَة] **ڪُل**- سارو- سڀ- سمورو. (ذ) ابجد جو حساب.

**جڙ جُمَلُ جهان، جسماتي جنسار.**

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-1، ص-242)

• **جُمُلِگي**: ث. مِڙئي- سڀ- سارو- هَڙئي- سمورو- جُملي.

**جُملگي جسمات ڪيو، مظهر علي مظهر علي.**

(محمد فقير، سور پهاڙي، ڪافي-15، ص-128)

• **جُملي**: ظرف. سڀ- ڪُلُ- سمورو.

**جڳت جوڙ جنس جي جُملي، جمالي جلالي جبار جلي آ.**

(محمد فقير ، سُر پيلو، ڪافي-27، ص-121)

• **جِنسارُ**: ذ. سينگار- ناهه نُوهہَ- آرائش- سجاوٽ- ڳهہ ڳنا پائڻ. پوشاڪ ڍڪڻ.

**حُورون ڪيون ، ان حُسن ۾، جلويگر جنسار ميان.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-33، ص-87)

• **جُنگ**: ذ. صفت. تمام وڏو. جاننو. تمام ڳرو. بهادر- پهلوان- جوڌو.

**جُنگ پيئن تا جامُ، جُدا ٿي جسمات ڪان.**

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-252)

**پالوٽي پيدا ٿيو، سُهڻو جُنگ جوان.**

(محمود فقير، ڪافي-45، ص-71)

• **جَنهِن ڪُڻُ**: جنهن ڪان سواءِ.

**جنهن ڪڻ ساعت هڪ نہ سري.**

(محمود فقير، سي حرفي، ص-144)

• **جَنهَنوَرُ**: (جَنهَوَرُ) ذ. جوهر- جنوهَر.

**سينهوڙيون اٿن سوڪڙيون، سي جنهنور جيئن جهرڪن.**

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-49)

• **جَڻِيُون**: واحد. جَڻِيو. ذ. [سن. يڳيَہ+ اپوتيم ] اهو ڌاڳو جيڪو هندو ڌرم وارا ڳچيءَ ۾ پائين. زُنار- جواهرن ۾ پيل وارُ يا ليڪ.

**تلڪ لڳائي جڻيون پائي، عشق اَناالحق گيت ٿو ڳائي.**

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-5، ص-103)

• **جوتِ**: ث. [سن. جيوتِس] روشني- نُور، چمڪو- تجلو. جلوو. تيز. بتي- ڏيئو. همت- ڪَلا- طاقت. نگاهہ- حشمت- رُعب. ڏَنُ- دولت.

**جوتِ جلالي جلوه ڪيتا، جادوگر جنساردا، جهلڪار دا.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-91)

• **جُونِي**: جونو. ذ. صفت. ڪوڙو- ڪوٽو- ڏُروغ گو- غلط- دغاباز.

نام جپون پرنام پيارا- نام جپڻ بن جوني بات.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-5، ص-175)

• **جوڌا**: ذ. پهلوان- همت وارا. جوانمرد.

’محمد‘ جوڌا جوان، صوفي سيئي صاف ٿيا.

(محمد فقير، بيت-170، ص-283)

• **جوشُ**: ذ. [ف. جوش < جوشيدن=ٽهڪڻ] پاڻيءَ جو ٽهڪو- اُٿَل- اوٻارو- اوٻر. گرمي. شدت. تيزي- تيکُ- لَهرَ- موجَ- ڪاوڙ- چِڙ. قهر- غضب. جذبو. شوق. مَستي.

جوش والي جنسار، جوان جڳاون جذب جلالي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-39، ص-90)

• **جوڳُ**: ذ. [پرا. جوڳو. سن. يوگ. يُجَ=ملڻ] ميلاپ- وصل (اُپائيندڙ سان). مرقبو- ڌيان- سَماڌِي. ڌيان ڄمائي روح سان ملي وڃڻ. ذڪر فڪر ذريعي معرفت حاصل ڪرڻ جي حالت. تارن جو ميلاپ (جنهن جي حساب سان نجومي اڳڪٿيون ڪندا آهن). جوڳي فقير جو زُهد- تسيا وغيره.

جوڳ ويراڳ سي نام جپيا جس، چاند اُسي چِت جُهولا ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-2، ص-174)

• **جوڳِي**: ذ. [سن. يوگي. يُج=ملڻ ] جيڪو پنهنجو ڌيان ڌڻيءَ سان ملائي- جوڳ پچائيندڙ. هندو فقيرن جو گروهه (جن جو اصول زهد ۽ تپسيا ذريعي خدا سان ملڻ جو هوندو آهي). سنياسي. نانگ جهليندڙ فقير. سيلاني فقير.

جوڳي جٽيا لاهوتي لائن، گنگا جمنا من ۾ پائن.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-37، ص-29)

• **جوڳِيرَ**: واحد. جوڳيرُ. جنهن جوڳ ساڌيو هجي. ڪامل درويش- پهتل فقير- تپسِي تَشي- وڏو جوڳي.

جوڳير جي جوڳ جا، ڪري جنگي جوڙ.

(محمد فقير، بيت-56، ص-272)

• **جولانُ**: ذ. [ع. جَوَلان. جَوَل= چوڌاري ڦرڻ ] چڪرُ- چالَ- چلانگ- ڪُڏُ- گهُمرو- چڪرو- ڦيرو- چُر چُر- ڊوڙ- جوش- چوهُ- جذبو- ڪاوڙ- ٽپو- ڦيراٽي.

جوڳين ڪيو جهلڪار جمالي، جام جلالي جي جولان.

(محمد فقير، سُر ڌناسري، ڪافي-7، ص-229)

• **جوهَرُ**: ذ. [ف. جَوهَرُ ] اصل شيءِ- اصل ذات. سِرشِت- ماده. مايو. روح- سَتُ- مغز- عرق- نچوڙ. سارُ- تَتُ. طاقت- سگهہ- قوت. ماهيت- خاصيت. جا ڀي شيءِ تي مدار نہ رکي. گڻ- خُوبي. اصليت. ڪمال. لياقت- ڀيد- راز.

مستي واري مت، جوهر ڪين جوش جو.

(محمد فقير، بيت-81، ص-274)

• **جُهد**: ذ. [ع] سخت ڪوشش- سعيو- جتن. محنت- ڪشالو- تڪليف- ڏاڪڙو. پورهيو.

جاڳڻ سندي جُهد ۾، وحدت جا وينجهار،

بيائي ٻاري ٻار، غرق ٿيا گرداب ۾.

(محمد فقير،، سي حرفي-3، ص-254)

• **جيڪس**: ظرف. شايد- مُبادا- هوند.

**ڏينهن پئي وِڃ ڏاڍا ٿيئين، جيڪس دل مٺيوئي،**
**’محمود‘ ڪيتئي درويش ڪيون، چا درد قلب ڪٺيوئي.**

(محمود فقير، ٿيهہ ڏينهن، ص-118)

# ڄ

• **ڄِيي**: ث. [سن.جِهُوا ] لاٽ (باھ جي)- شعلو- جر.

• **ڄڙڪي**: مصدر. جرڪڻ. پچڻ- سڙڻ- جرڪڻ.

**بدن باھ ڄِيي پئي ڄڙڪي،**
**قبر پيڙ ڪريندي ٿڙڪي.**

(محمود فقير، سي حرفي، ص-148)

• **ڄُل ڄُل**: مصدر. ڄُلڻ. [سرائڪي] هلڻ. ڇُرڻ- وڃڻ.

**جوڳي ڳئي هِن جندڙي ڪُون جهوري،**
**ڄُل ڄُل ڏيکان اُنهان ڪون ڏوري.**

(محمود فقير، ڪافي-66، ص-86)

• **ڄُلدي**: ڏسو "ڄُل".

"محمود" يار اهو ڏک لايا،
ڄُلدي مهل نهين موڪليا.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-142)

## جهہ

• **جهابا**: واحد. جهابو. ذ. سُٽ يا پٽ جو رنگين ڦندڻ (جو سُنهن خاطر وهٽ کي ٻڌجي)- ٽؤنر- جُهوڙو. چوٽي. ڦل.

اٺوت پائڻ عيب اسان کي، ناهي زيب ذرِي،
جهابا، جهومڪ، جهالر، جُهوڙو، بينسر، بولو پن!

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-48)

• **جهاتِي**: ٿ. [سن.آڌيَڪشَ ] ليئو- لياڪو. نظر- تاڪَ- چوري ڇپي ڏسڻ واري حالت.

ڪئي عشق عجب اثابتي، پائي جهاتي اندر جهاتي.

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-3، ص-105)

• **جهاتا**: جهات. ذ. جَهپُ- جَهپو- لامارو. ڪسَ- جهڙپ- ڪاهہ- سَٽ.

مار زنبور جگر وِچ زوري، سيني نال سٽيوئي،
هلدي چلدي ڪِل خوشيءَ وِچ، جهاتا مار جهٽيوئي.

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-118)

• **جهاڙِي**: ٿ. [ٿ] وٽڪار- جهنگ- وٽن جو جُهڳٽو.

عشق الهوت ولهوت ولايت، جهنگ جبل جهاڙي،
سبق سيڪاري زير زبر جو، پيچ پنهل پاڙي.

(محمود فقير، ڪافي-31، ص-62)

- **جهاڳُ**: مصدر جهاڳڻ. [سن. ڪُشپ= لوڏڻ ] تانگهي پاڻيءَ مان هلڻ- پار ڪرڻ (پاڻيءَ ڪي). وڏي مسافري. جبل لِتاڙڻ- مشڪلاتون سهڻ.

ڏيوَن دڙڪي اَٽ ڪر آنگر، ڪُپ ڳڙدِي ٺُڪ ٻڌ نانگر،
ڳُڙدي گِجندي شينهن، ويسان، جبل ڪُون جهاڳ دِي.

(محمود فقير، ڪافي-65، ص-86)

- **جهالَرُ**: ث. [سن. جهلري] ڪپڙي جي ڪِنار، جنهن ۾ ننڍڙا ڦندڻ پوتل هجن. ڳهه جو هڪ قسم. ڪَن ۾ پائڻ جون جملہ واليون.

اڻوٺ پائڻ عيب اسان کي، ناهي زيب ذرِي،
جهاپا، جهُومڪ، جهالر، جُهوڙو، بينسر، بولو يَن!

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-48)

- **جَهٽُ**: لامارو- جهڙپَ. جَهٽِي. چَڪُ (ڪُتي جو). جهپڻ- هوا مان ايندڙ شيءِ کي جهلڻ- اُڏامندڙ يا مٿان ڪرندڙ شيءِ کي هٿ ۾ جهلڻ (جهڙوڪ بال). ونڻ (اثر). ٻڌڻ (آواز).

ڪاريهل ڪَر ڪٽي، جوڙي هٽي جَهٽُ،
ڪو آڏوتي اَلهٽُ، جوڳي جهلي جهڙپ ڪي.

(محمد فقير، بيت-61، ص-272)

- **جَهٽڪي**: جَهٽڪو. ذ. لوڏو. چِنبڪو. جهوٽو (هوا جو)- جَهٽ- جَهپُ- ٺيلهو- ڌِڪو- ٺَڪَرُ. صدمو. جَهڙپَ.

ويکهو نوڪ نظر دي ٽٽڪي، ڪر نام جپڻ دي جهٽڪي.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-3، ص-102)

- **جَهٽي**: جهٽڻ. مصدر. اُڏامندڙ يا مٿان ڪرندڙ شيءِ کي هٿن ۾ جهلڻ. (سن. جَهٽ+ ڪر) جهپڻ- هوا مان ايندڙ شيءِ کي جهلڻ. (شاعر مطابق) نام جپڻ- ڌڻيءَ کي ياد ڪرڻ- ذڪر ڪرڻ. دم روڪي ذڪر ڪرڻ.

پريمي پيالي ڪيا مست ”محمد“،
پسن تا پسڻ کي، جلالي جَهٽي تي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-55، ص-39)

- **جَهپال**: جَهپو. ذ. جهپ- لامارو- جهٽ. (صفت) جهپيندڙ.

ڪِتان ڳيت اَناالحق ڳايم، ڪتان جهول جهپال موليٰ.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-5، ص-8)

- **جَهڙ جَهڙُ**: جڙڪڻ. مصدر. ٻرڻ- پڙڪا ڪرڻ.

باھ برھ دِي پڙ پڙ پڙڪي، جوش جلالي جَهڙ جَهڙ جَهڙڪي.
جنهن ڪيتي ايڪ ايڪائِي هي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-9، ص-94)

- **جَهڙپ**: ث. [سن. جول. جَوَرَ+ توَ] هوا جو لوڏو يا جُهوٽو- جهپيٽ. اثر (ڪنهن دوا جو). جِنَ وغيره جو پاڇو. سيءُ يا جهولي وغيره جي سَٽ.

ڪاريهل ڪَر ڪٽي، جوڙي هٽي جَهٽُ،

ڪو آڏوتي اَلهڻ، جوڳي جهلي جهڙپ ڪي.

(محمد فقير، بيت-61، ص-272)

• **جَهڙڪي**: جَهڙڪو. ڇِپي- ڇَپيڻ- رَهڙَ- ڏمڪي.

باهه برهه ڍِي پَڙ پَڙ پَڙڪي،

جوش جلالي جَهڙ جَهڙ جهڙ ڪي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-49، ص-94)

• **جَهڪورَ**: ث. [ل] سخت برسات- لاڳيوت مينهن- جُهڙ. شغل- تماشو.

چشم چمڪار، ڍِي جهلڪار، تئي تلوار ڍِي تجلِي،

جُڙ جهڪور، ڏي ٺڪور، ٿيوَن برسات وِچ بجلِي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص-77)

• **جَهلڪار**: ث. هوا جو جُهوٽو.

جوت جلالِي جلوه ڪيتا، جادوگر جنسارد دا، جهلڪار دا،

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-91)

چشم چمڪارِ، ڍِي جهلڪار، تئي تلوار ڍِي تجلِي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص77)

• **جِهم**: هيٺائين زمين. جهميل ايراضي- وڏي ترائي. (شاعر مطابق) اخلاق ڪان هيٺ ڪِريل.

وڏائي ڪڍ وجود مان، تون نهنائي تي ئم،

تون به ويڙهائي ٻيگهي ديجهان، جهيڙي تي نه جِهم.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **جُهنڊ**: ذ. [سن. يُوٿَ] ننڍين جهاڙين يا وڻن جو ميڙ. ميڙ. ٽولو (پکين جو). ٻُٽَ- گهُنڊ.

بلبل گل تان گهور وڃي، هڪ زور منجهان زاري،

گهُنڊ، گاهن جا جُهنڊ، مٿي تي بنڊ ٻڌيو ٻاري.

(محمود فقير، ڪافي-16، ص-53)

• **جُهوٽي**: جُهوٽو. ذ. لوڏو (ننڊ يا واءُ جو)- پنڪِي- اوجهراٽي. جهونڪو (واءُ جو). پينگهي جو لوڏو. رِيچڪ. پُورُ- جذبو.

چلا ذالئون ذاتي، چمڪارا چاتِي،

جهُوٽي والي جهاتِي، چنڊ جُهليا جهولي.

ٻول عجب ٻولي.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-244)

• **جهُوڙو**: ذ. [سن. يُڪُتَ] سُٽ يا پَٽ جو رنگين ڦندڻ- جهاٻو- ٽئونر.

اٽوٽ پائڻ عيب اسان ڪي، ناهي زيب ذري،

جهاٻا، جُهوڪ، جهالر، جُهوڙو، بينسر، بولو ٻن!

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-48)

• **جُهولَ**: ث. مصدر. 'جُهولڻ' مان اسم. لڏڻ جي حالت- ڪنڌ لڏڻ جي حالت. مستي- مدهوشي.

ڪِتان ڳيت اَناالحق ڳايم،
ڪِتان جَهُولَ جهپال موليٰ.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-5، ص-8)

• **جُهولا**: واحد. جُهولو. ذ. [سن. دُلُ= لڏڻ ] لوڏو پينگهي جو- جهوٽو (پينگهہ جو)- پينگهو. (شاعر مطابق) جُهومڻ- مدهوش ٿي وڃڻ.

جوڳ ويراڳ سي نام جپيا جِس،
چاند اُسِي چِت جُهولا ري.

(محمد فقير، سور ڪونسيہ، ڪافي-2، ص-174)

• **جُهومَڪُ**: ذ. [سن. جَهنبَ] ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ زيور- جُهمڪو. جُهمڪِي.

جهاٻا، جهُومڪ، جهالر، جهُوڙو بينسر بولو ڀن!

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-48)

• **جِهيڪا**: جِهيڪو. ذ. جهانڪو (جهاڪو)- ڪوڀو. لوڏو- ڏوڏو- ڪڏ.

ڀوتان بودا جتان جهيڪا بہ آيا جُهلي،
قربان وڃان مهربان اُتون، سروان سڄي ٽولي.

(محمد فقير، ڪافي-11، ص-50)

# چ

- **چاپلوسِي**: ذ. بيجا ساراهہ- خوشامد.

**چاپلوسي چڱا مڙس، چاري چغل خور.**

(محمد فقير، بيت-217، ص289)

- **چاڙُهہ**: ذ. چاڙهي- مٿانهين زمين. اوچائي- اُتانهين- افراط (پاڻيءَ جي)- درياءُ جو چاڙو- وڌاءُ (ڳالهہ جو). ٽيڪو- پنيرائي- هُشي- ترغيب- چِڪَ- ٽٽڪ. رزِهہ، ڌور وغيره). رِمارڪُ. (ل) ڪپڙي جو ٽُڪر، جو تاڪِئي وڍڻ مهل ٽُرتئي ويڙهي ڇڏجي. روحانيت ۾ اونچائي.

**چون بيچوني چست چڱو نہ چلپل چاڙهہ چڙهايا.**

(محمد فقير، سُر ڪاريهل، ڪافي-6، ص-186)

- **چاطِرُ**: (چاترُ) ذ. صفت. [سن. چَترُ= هوشيار ] چالاڪ- قابل- ڪايگر- چترو (ڳالهائڻ ۾). جوش مزاج- رلٽو ملٽو- ڪِلمُڪُ. دانا- عقلمند. بهادر- دلير.

**چيتن چاطر چنتا چندر، گورک ناٿي گيان هون.**

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-16، ص-180)

- **چالِ**: ث. [سن. چَريہَ= چُرڻ ] هلڻ جو نمونو- هلٽي- ٿورَ. رفتار. هلت. عادت- رَوِش- نمونو- ڍنگ- طريقو- رواج- هلت چلت- اٽڪل- تجويز.

چشمان والِي چال چلاکي، حاضر حق حق حڪم هلاڪي.

(محمود فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-92)

• **چالانُ**: ذ. [انگ.challan ] اهو سرڪاري خط جو پوليس نئين گرفتار ٿيل قيديءَ سان گڏ ڪورٽ ڏانهن موڪلي. خزاني ۾ پئسا جمع ڪرڻ جو ڪاغذ. (شاعر مطابق) محبوب چالان ڪري اکين جي قيد ۾ بند ڪري ڇڏيو آهي.

چُٽي چقمق چوٽ چڙهائي، چشم جي چالان، اِلاالله.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-12، ص-195)

• **چالي**: چالو. اشارو- غمزو- ناز- نخرو- لاڏ- ريت- رسم- رواج. ڍُهل جي وڄت جو هڪ نمونو. فريب.

پڳداري پُورت، چشم والي چالي، پُر پيءُ پيالي.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-245)

• **چالِي**: ث. چِيلَ جي لڪڻ جو ٽُڪرو. چال- عادت- علت.

ڪِتان هي عاشق اک دا عالِي، ڪتان هي چشمان چيٽڪ چالِي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-46، ص-34)

• **چاندي**: ث. هڪ مشهور ڌاتوءَ جو نالو- رُپو- سيم. ڏِڳي کي ڪلهي تي ٽيل گاٺ (پاچاريءَ سبب). ميوي ۾ اڇو چُٽو. (صفت) اڇو- سفيد- صاف.

چاندي چمڪن تا، ڀهڳڻ ڀهڪن تا.

(محمود فقير، ڪافي-40، ص-67)

• **چاھ**: ذ. قن: ذ. ڪاڏيءَ جو ڳهَپُ. ڇُڳهُ- کڏ (سونهن جي نشاني)

چوگرد چرخ چرچ، چاھ، ذقن چگو نہ.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-18، ص-130)

• **چِتُ**: ذ. [سن. چِتَ] سمجهہ- فهم- عقل. ذهن- چَيتو- دماغ- ٻُڌِ. خيال- ڌيان- توجهہ. ويچار. دل- من. نيت- ارادو.

چِتُ چال چيستن سي، ڪريم چم چنن چاتي.

(محمد فقير، سور تلنگ، ڪافي-53، ص-96)

• **چَتَ**: ث. ڌُتارَ- ڌُت- ريب- لَبُ چش- لذت. پيار. لالچ. ڳِلتو- خوشامد. فريب- دوکو.

ٻِهاري پائيواريءَ ۾، ٻِڌئون چَتَ چهرڙي.

(محمود فقير، ڪافي-72، ص-93)

• **چُٽڪا**: واحد. چُٽڪو. ذ. چهڪ جو هلڪو ڏڪ، ايذاءُ وارو ڏڪ. ڪنهن اوزار جو روهيءَ تي گهڪو. ڏنگ- زخم. مزو- لذت- سواد. چشڪو.

چست وِچون مين چُٽڪا چکيا، برهہ دِي بازار دا.

(محمود فقير، ڪافي-48، ص-75)

• **چَٽِيُون**: مصدر. چٽ ٻڌڻ. ڏاڙ ڏيڻ. خوشامد ڪرڻ. ڏٽو ڏيڻ. راضي ڪرڻ- مٽي تان هٽڙو گهمائڻ. ڏوتارڻ.

چَٽيون ٻڌي چوري چس، ريبي ڪيائون رس.

(محمود فقير، ڪافي-37، ص-66)

• **چِپ**: ث. دابُ- چِلَهہ- چِٿَ- ڪُٿَ- مار- سختي.

بيتالِي بازارڻ، ڪا چپ آمين چرڙي.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

• **چَراخُ**: ذ. [ف] جانور جو هڪ قسم- هڪ وڏو جانور، جيڪو گڏھ ۽ ٻين جانورن کي ماري کائي ٿو.

چَراخ مُنهين، چَپ تنهنجا ڏُولا جهڙا ڏڪ.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **چربٽ**: ذ. صفت. بيوقوف- چريو- بي عقل- بدتميز.

چاچو تنهنجو چربٽ آهي، ٻچل بلاشڪ.

(محمود فقير، گنگو، ص-107)

• **چرچي**: واحد. چرچو. ذ. [سن. چرچا، چَرچڪا= پوڳ ] ٺوڪ- پوڳ- چِٽر- ٺٺولي- مشخري- کل مسخري- فڪر- گفتگو. مشهوري- ساراھ.

چُونا چُون بيچوني چرچي، چشمان ڊِي چمڪار يار.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-6، ص-3)

• **چرخا**: واحد. چرخو. ذ. [ف. چرخ] اَئٽ (سُٽ ڪتڻ جو). وڏو نارُ. چڪر (قسمت جو).

چشمان چرخا ڪيتا چُور، ڪينوين آتڻ تي مين آوان.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-5، ص-148)

• **چَرخُ**: ذ. چڪر- چڪرو- گول. چرخي. ڦيرو- گھمرو- گردش. سُٽ اوبن جو هڪ اوزار. نارُ- هُرلو.(ف) آسمان.

چوگرد چرخ چرچ، چاھ ذقن چگو نہ.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-18، ص-130)

• **چِڙنُ**: واحد. چڙو. ذ. وڏي گھنڊڻي جيڪا اُٺ، مينهن يا ڳئون جي ڳچيءَ ۾ ٻڌجي.

ڪڙڪيون ڪنياڻ چئي، چڙن جون چونگاريون.

(محمود فقير، ڪافي-6، ص-47)

• **چُستُ**: ذ. صفت. [ف] چالاڪ- ڦُڙت- هوشيار- تکو.

چون بي چوني چُست چگو نہ، چلپل چاڙھ چڙهايا.

(محمد فقير، سُر ڪاريهل، ڪافي-6، ص-186)

• **چَسِي**: ث. چَس- لذت- مزو. هڪ ٻئي جي هٿ تي هنيل تاڙي- ڪيڪار. چُمي. هڪ ٻئي سان محبت وارو هٿ ملائڻ.

ڪيلي دل ڪسي ويو، هو ڏيئي چاھ چَسِي.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

• **چَشمان**: چَشمُ. ذ. [ف] اک- نيڻ.

چونا چُون بيچوني چربي، چشمان ڊِي چمڪار يار.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-6، ص-3)

• **چُغُلُ**: صفت. [ف] اهو ماڻهو جو هڪڙي هنڌ جي ڳالھ ٻئي هنڌ ڪري يا هڪڙي جي ڳالھ ٻئي کي ٻُڌائي- گلاخور- لائي چائي ڪندڙ- چيٽا پور- چُغل خور. ٻڪنو- بلڙ گويو. جُوٽٺ.

چاپلوسِي چگّا مڙس، چاري چُغل خور.

(محمد فقير، بيت-217، ص-289)

• **چُڪا**: واحد. چُڪو. ڏُکُ- سُرکَ- لپ کن. محبت جو ڏُک.

چُڪا پي چري ٿي نہ آرام آوي.

(محمود فقير، ڪافي-68، ص-188)

• **چُڪت**: ث. ڪنهن بہ شيءِ جي قيمت متعلق فيصلو.

چُڪت ڪري، سو ڪري بيماني.

(محمود فقير، ڪافي-67، ص-87)

• **چِگونہ**: [ف] ڪنهن طرح.

چوگرد چرخ چرچہ، چاهہ ذقن چِگو نہ.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-18، ص-86)

• **چَڳا**: چَڳ. [ل] ث. وارن جي چَڳَ- چوٽي- ڳُت- چَٽي. مٿي جي وارن جي ٽِبُي. وارن جو چُڳو.

مُوهر ۾ "محمود" چئي، ڪن چُوڙيليون چڳا.

(محمود فقير، ڪافي-30، ص-62)

• **چَلاڪي**. هلائي.

چَشمان والي چال چلاڪي، حاضر حق حق حڪم هلاڪي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-92)

• **چَلپَلِ**: ظرف. جهٽ پٽ- يڪدم. (چلپل جو چَٽڪو) ٿوي وقت جو ڏيکاءُ- طلسمي ڪيل- شعبده بازي.

ڳل پيشوازان چيريان پاڪي، چلپل چشمان چوٽ چلائون.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-9، ص-125)

• **چِلولِي**: (چِلوِلو) ذ. صفت. [سن. چَپل= چلڻ] لاڏلو- البيلو- چنچل- دادلو- ڪيچلو- چَچُلو- چرڙيو- مستانو- هلڪي دل وارو. ننيڙي ڳُجيءَ وارو- ٽرڙو- بي وفا- ڦرٽو گهرٽو- هلڪڙائي.

چلولي ڪرين چٽرون، ٻڌي ڦند ڦسِي.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

• **چِمڪار**: ذ. چِمڪاٺُ.

چُونا چُون بيچوني چرچي، چشمان دِي چمڪار يار.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-6، ص-3)

• **چَنبين**: واحد. چَنبو. ذ. [ف. پنجہ] هٿ- ڪليل هٿ- پنجو. پنجئي آڱريون.

عشق شهباز چنبين وِچ چائيندا، تڙپڻ مور نہ ڏيندا.

(محمد فقير، بيت-224، ص-290)

• **چِنتا**: ث. [پرا. چِنتا. سن. چنتا، چِت= ياد ڪرڻ ] فڪر- ڳڻتي- خيال- اُميد- دلي مراد- اونو- اُلڪو- اُدڪو.

• **چِندُ**: صفت. [ف. چِيدن= چونڊڻ ] چونڊيل- بَرکُ- ڏُٺيل. خالص. نِجُ- اصل. سچو. ٻٽيائتو- خاندان- اشراف.

رَت وهندِيءَ راند ۾، روئن ڪين رند،

چهرا ٿين چِند، ملهائي ميدان ڪي.

(محمد فقير، بيت191، ص-286)

• **چَندُرُ**: ذ. [سن. چَندُرَ] چَندُ.

چيتن چاطر چنتا چندر، گورک ناٿي گيان هُون.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-16، ص-180)

- **چَنۡدَنِي**: چَنۡدَنُ. ذ. [پرا. چَنۡدَڻ. سن. چَنۡدَن. ف. صندل] وڻ جو هڪ قسم (هن جي ڪاٺي خوشبودار ٿئي، ان ڪري مقدس مقامات تي ڌوپ لوبان بدران چندن جي ڪاٺي ٻارين ته خوشبو ٿئي). صندل- سِرکنڊ. (چندن هار) هار جو قسم (چندڊ جهڙين گول پُتلين سان پوتل هار)- چندن هانس.

لعل بدخشان موتي هيري، هار گلي هبڪار چندني يي.

(محمد فقير، سُر پونپالي، ڪافي-1، ص-53)

- **چنگُ**: مصدر. چنگ چڙهڻ. سُوريءَ تي چڙهڻ- مصيبت ۾ عذاب ۾ پوڻ. پڌرائي ٿيڻ- مشهوري ٿيڻ- ڏنو ٿيڻ.

آريءَ سان منهنجو انگ، چوٽيءَ چڙهيو چنگ.

(محمود فقير، ڪافي-46، ص-3)

- **چُنو**: [ف] اهڙو. هن جي برابر- هن جهڙو.

چُنو چوري چنگ، جهوري ڏئي ويم جان.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-8، ص-70)

- **چُنِي**: ث. زناني پوتيءَ جو هڪ قسم. چُريل ڳاڙهي رنگ جي پوتي.

گج چُني چوندِ سان، پاتو اٿم پڙو.

(محمود فقير، ڪفي-71، ص-92)

- **چُوت**: ث. صفت. بيوقوف- بي عقل- چريو- احمق. اناڙي- وائڙو.

ٽين پئسان رِي ٽوپي گهتِي، چريا بني چُوٽ.

(محمود فقير، گنگو، ص-108)

- **چوٽ**: ذ [سن. چُودِ يا چُودِ+ اِڪا] چوٽي- اُتانهين. ڪنهن به جبل وعيره جو چوٽيءَ وارو حصو. (ظرف) مٿي- اُتانهون. پرپور- پُر. (شاعر مطابق) سلوڪ جي سڀ کان مٿانهين منزل يعني بقا باالله.

'محمد' چڙهي چوٽ، نانگا مليا ناٿ کي.

(محمد فقير، بيت-6، ص-265)

- **چوٽِيرَي**: چوٽِيَرُ. ذ. صفت. چوٽيءَ رکايل- اهو ماڻهو، جنهن کي چوٽي رکيل هجي. واٽيو. مَهتو- چوٽِرُ.

دُرس ديري، چوڙ ڏيري، سي وڏيري، سي چوٽيري چل ڳئي.

(محمود فقير، ڪافي-64، ص-85)

- **چوٽِي**: مٿاهون حصو- بلندي. اُتاهين. جبل جي مٿانهين جاءِ دَنگُ- چيڙو. چُهنب- پُچڙي. عروج تي- اوج تي.

آريءَ سان منهنجو انگ، چوٽيءَ چڙهيو چنگ.

(محمود فقير، ڪافي-46، ص-3)

- **چوڏهن طبق**: چوڏهن دنيائون- ست زمينون، ست آسمان.

چوڏهن طبق ٿيا هبڪارا.

(محمود فقير، ڪافي-76، ص-103)

- **چُوڙ**: ث. ڪاٺيءَ جي چيڙي واري سنهي گهڙيل پُچڙي، جا سوراخ ۾ پوي. (ڪٺ، در وغيره جي چُوڙ). (شاعر مطابق) هڏ ګڏ- جسم جا سَنڌ.

ڏندا هٽندي ڏيهه جا، آئون چرخ پيچئين ٿو چُوڙ.

(محمود فقير، گنگو، ص-106)

- **چُوڙيلِڻ**: چُوڙيلي. چُوڙين واري عورت.

بينسر بولو بازو بند، ڇُوڙيلڻ سا ڇڙهي وئي.

(محمود فقير، ڪافي-37، ص-66)

- **چوغان**: واحد. چوغو. [ف. چوغہ] ڊگهي ڪوٽ جو هڪ لبادو- فرغل- فرگِل.

چشمن سان چوغان چمان، ميدان هلي مرڪن.

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-49)

- **چوگان**: ذ. [ف] چوڪنبو دالان. اگڻ- آڱر- پڌر.

ميدان محي الدين جا، جتي عليءَ جا چوگان.

(محمود فقير، بيگم، ص-116)

- **چوگِردُ**: ظرف. [ف] چوڌاري- چؤطرف. آسپاس- اردگرد.

چوگرد چرخ چرچہ، چاهہ ذقن چڳو نہ.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-18، ص-130)

- **چولان**: چوريان. گفتگو ڪريان- ڳالهہ ڪريان. پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪريان.

چولان چپ ڪيا مين چولان، اظهر آپ اَلائين.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-15، ص-197)

- **چُون**: [ف] جيئن- جڏهن- جو. مانند.
- **چُونہ**: [ف] ٿوري- ٿورو- ڪجهہ.

چونہ چون بيچوني چرچي، چشمان دي چمڪار يار.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-6، ص-3)

- **چُونگاريون**: واحد. چُونگار. ث. آهستي آواز- هونگار. چڙن جي وجت جي حالت.

ڪڙڪيون ڪنياڻ چئي، چَڙن جون چونگاريون.

(محمود فقير، ڪافي-6، ص-47)

- **چَهِرَ**: ث. مصالحدار ڪاڌو- لوڻ مرچ پيل شيءِ، چس- لذت- مزو- سواد- ذائقو.

ٻهاري پائيواريءَ ۾، ٻَڌئون چَٽ چهر ڙِي.

(محمود فقير، ڪافي-72، ص-93)

- **چَهچَٽي**: چهچٽو. ذ. [سن. چِتر= چِٽڻ ] سهڻو نظارو- ڏيکاءُ- لقاءُ- نماءُ- رونق- تماشو- مزو. بستي- آبادي.

چشم دي چهچٽي چلپل، چِٽا چوڌار چمڪارا.

(محمد فقير، سُر جهنگلو، ڪافي-6، ص-227)

- **چُٺانٽيون**: واحد. چُٺانٽِي. [ل] ث. برندڙ سنهي ڪاني- چُوچڙي.

اندر ۾ چُٺانٽيون، جوڙي جت جاڳايون.

(محمود فقير، ڪافي-4، ص-47)

- **چيتَنُ**: صف. [سن. چيتَنُ] چرندڙ- جيئرو- محسوس ڪندڙ. آتما- روح- ضمير. عقلمند- سَمجهُو. سُچيت- هوشيار.

چِت چال چيتن سي، ڪر چم چم چنين چاتي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-53، ص-96)

- **چِيٽڪُ**: ذ. [سن. چترَ+ ڪا] جادو- سِحرُ- طِلسمِ. نڱي- چريائي.

ڪِتان هي عاشق اک دا عالي،
ڪتان هي چشمان چيٽڪ چالي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-46، ص-34)

- **چيچڙن**: واحد. چيچڙو. ذ. ڪمند وغيره مان رس ڪيندڙ گهاڻي جو هڪ قسم- ڪمند پيڙڻ جو گهاڻو- ڪولهُو. پڪيءَ جو هڪ قسم- ڪار ڪٽڃي.

چيچڙن جون چهڪارون، بازارون بحر ڙي.

(محمود فقير، ڪافي-72، ص-93)

• **چيلا**: واحد. چيلو. ذ. صفت [سن. چيٽڪَ] ٻالڪو- مُريد. طالب- شاگرد- پيرو- مقلد. نوڪر- ٻانهو. چاڙتو.

چيلا تون اهي چُوندِ، جيڪي گُر ڪي گڏجن.

(محمود فقير، ڪافي-28، ص-60)

• **چيلو**: ڏسو "چيلا".

گرو مان نہ آهيان چيلو، اصل عشق امين اڪيلو.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-5، ص-148)

## چ

• **چانگ**: ث. ٻاڪري يا ريڍي مال جو ولر. ٽولو- ميڙ- گلو- جماعت- لشڪر. فوج. (شاعر مطابق) خواهشن جي ڪثرت- ٻيائيءَ جو سڏون. ڪثرت.

'محمد' من وِچ سُرت سمائي، ڇن دوئي ڊِي چانگ.

(محمد فقير، سر آسا، ڪافي-2، ص-2)

چانگون چارن چوڪرا، مانيون ڪائن مير.

(محمد فقير، بيت، 178، ص 284)

• **چَتيون**: چتا. ذ. اسم تصغير. ننڍڙا وارَ- چتا- جُنڊا.

اولي اِنس واري، چوڙي سِر تي چتيون.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-22، ص-21)

• **چَٽُ**: تاج ڪلنگي. موڙُ (پکيءَ جو)

تنهنجو تاج ڪلنگي مونگهٽ چٽ،

چوڏار چمان چمڪار چمان.

(محمد فقير سُر ضلع، ڪافي-1، ص-225)

• **چُٽڪن**: مصدر. چُٽڪڻ. [سن. ڪارڪَهہ=چٽڻ ] روانو ٿيڻ (پنڌ ۾)- شروع ٿيڻ. تڪڙو هلڻ. روئڻ ۾ پوڻ. ڀڄڻ. ڇٽڻ (بندوق جي گولي يا تير وغيره).

چُٽڪن تير محبت والي، تيڏي برھ ڪيتي بازار.

(محمود فقير، ڪافي-50، ص-77)

• **چپان**: واحد. چپَ. ث. جبل جو وڏو پٿر. ڳري شيءِ. ڳرو بار- آفت- مصيبت. جهڪاڻ وارو جهنگ.

چپان چپر ديان، پنڌ اٽانگي.

(محمود فقير، ڪافي-65، ص-85)

• **چپايس**: مصدر. چُپائِڻُ [چَپَئِي] لڪائڻ- مخفي رکڻ. گُم ڪرڻ.

نرگپور دي وِچ راز چپايس، رهبر ٿي رُخسار وِڪايس.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-4، ص-167)

• **ڇَڇِڪار**: پاڻيءَ هارجڻ يا ڇُلڪن جو آواز.

بادل برسي پاڳ پٽن تي، ڇوهي ڪيا ڇِڇڪار.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

• **ڇُرڙ**: ذ. صفت. ڇوٽڪو- ريزڪي- "ڇرڙ ڪم". ڇُٽل (پيسا). رولو- بيگانو- آواره- بيواهو.

'محمود' ڪتياڻين[1] وچ ڪرڙ، ڇريا تيئن ڇوڙ، ڏنا نروار نانگا.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-113)

• **ڇِڪَ**: ث. (مصدر ڇڪڻ > اسم ڇڪ) ڇڪِي- تاڻ- زور- ٽڪ. ڪشش- تانگهہ- اُڪير- اُڪنڊ- سڪ- يادگيري- گهُرَ- طلب- ضرورت- تِڪَ.

وِچ ڇاتي ڇڪ هي، ميم معنيٰ ڄاڻي، ڄاڻ عجب ڄاڻي.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-244)

اُنهين موڳِي ڇڪ، ڇا مٿايا هي. (محمود فقير، ڪافي-63، ص-84)

• **ڇَڪَڻ**: صفت. موهت- عاشق- فريفتہ- شيدا- مفتون.

ڪيو ڇير ڇِيري، ڇڪن ڇمڪار سان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-66، ص-45)

• **ڇَڪو**: ذ. [سن. شَشٽُ= ڇهہ ] هڏي يا پٿر وغيره مان نهيل ڇهن پاسن وارو ننڍڙو مڪعب (جنهن تي هڪ کان ڇهن تائين ٽٻڪن جي صورت ۾ نشان ٿيل هجن، چوپڙ راند يا جوا ۾ داءُ هڻڻ جي ڪم اچي)- ڊارو- ڪُٽو (قُرعہ). هڪ عدد جو نالو.

ڪري ڇيرن جا ڇمڪارا،
پئون ٻارهن تي پيو ڇڪو ڇڪو،
اچي اناالحق آواز سان.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-20، ص-164)

• **ڇُلنگيون**: واحد ڇُلنگي. ث. ٽن چئن ماڻهن جي ٽولي- ٽولو- ننڍو گرهہ- ڇُڳو.

حُسن فراق ڇلنگيون ڇُٽڪن ڇيرا،
باهہ برهہ جي پڙڪي ڇپيون ڪن ڇيرا.

(محمود فقير، ڪافي-21، ص-56)

• **ڇَمَڪَ**: ث. سنهڙي ڪاني- ڇَهو. وڻ جي تازي سنهڙي ٽاري. لڪڻ- ٽَلهڙُ- ڦمچي.

مئگوني محبت، ڇلا ڇمڪ ڇاتي، دم ڄپي ڏاتي.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-246)

ڇِينئُون ڇَمَڪُون ڳوٺ سڄي جون، لونيا جهلين لت.

(محمود فقير، موالي، ص-129)

• **ڇِمڪارُ**: ذ. گهنگهرن جو آواز. ڏاتوءَ جي ڪنهن بہ شيءِ جي وڄڻ جو آواز- ڇڻڪاٽ.

ڇيريون پيرن ۾ پائي، ڇمڪار عشق ڪيو.

---

[1] شاعر جو پنهنجي ڳوٺ، موسيٰ خان ڪتياڻ ڏانهن اشارو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-6، ص-109)

• **چڻُ**: مصدر. چڻڻ. ٽوڙڻ- منقط ڪرڻ.

'محمد' من وِچ سُرت سمائي، چڻ دُوئي ڏِي چانگ.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-2، ص-2)

• **چوهہ**: ث. تيزي- تک. جوش. جلدائي- تڪڙ. گهٽائي.

چرڪ اُٺي مان چُوهہَ ڪَنون، ميڪون محب گياهي سار.

(محمود فقير، ٿيهہ ڏينهن، ص-121)

• **چُوهي**: چُوهو. ذ. [سن. ڪَشُيُ= لوڏڻ ] هوا جو زوردار جهٽڪو. طوفان- جَهڪ. واءُ يا مينهن جو جهٽڪو. (صفت) تيز- تکو- جلدباز تيز رفتار. تڪڙو.

بادل برسي ياڳ پٽن تي، چوهي ڪيا چچڪار.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

• **چيٽِي**: ث. وِٿي- وِچوٿي- مفاصلو- ويچو. ويساهي. موڪل- فرصت.

هاٹي ٿيندي ڪا چيٽي، تہ مارينداسون مُلن کي.

(محمود فقير، موالي، ص-129)

• **چيرا**: ذ. اوزار تکي ڪرڻ ۽ ان کي گسائڻ وقت ڏنل گهڪو- گاٺ ڪري ڪنهن اوزار جي تکائي ڪرڻ. بندوق جي ڪارتوس جا چيرا. چيرو. اوزار لائڻ.

حُسن فراق جون چُلنگيون چُٽکن چيرا.

(محمود فقير، ڪافي-21، ص-56)

• **چيڙ**: مصدر. چيڙڻ. چُراند ڪرڻ- حرڪت ڪرڻ- هٽ کس ڪرڻ. چورڻ.

چيرين واري چيڙ، ڪوليائون سُر ساز سان.

(محمد فقير، بيت-98، ص-276)

• **چيڪاريو**: چيڪارو. ذ. اهو وَهٽ جنهن کي 'چِي چِي' ڪري پاٹي پيارجي. چِي چِي جي آواز تي پاٹي پيئدڙ وهٽ. وهٽن کي تنوارڻ- آواز ڏيڻ. پاٹي پيڻ لاءِ سڏڻ.

چيڪاريو چيلا ترسن تڙن تي، بر ۾ اڏين تا پاٹا.

(محمود فقير، ڪافي-47، ص-72)

• **چينهَن**: مصدر. چيهَڻ. [سن. چِد= چِڻڻ ] وڍڻ- ڦاڙڻ- ڪپڻ (چينهون چينهون) ث. هميشہ جمع ۾ ڪم ايندڙ. ذرا ذرا- ٽڪرا ٽڪرا- پُرزا پرزا.

چيريان دا چمڪار ڪيتوسي، چم چم چنن والي چينهن.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-9، ص-177)

هڪڙ پير چپر ڪيا چينهون، بيا پنڌ فڪر جا فاقا ڏار.

(محمود فقير، ڪافي-10، ص-50)

• **چينيُون**: واحد. چينيَ، ث. جُٺ- تنبيهہ. جهٽڪو. فهمائش- مهٹو- طعنو. لِنبُ- لَپيو- چينپ.

چينهون چمڪون گوٺ سجي جون، لوٹيا جهلين لت.

(محمود فقير، موالي، ص-129)

• **چيھَنُ**: واحد. چيھو. ذ. خسارو- نقصان- ٽولو- گھاٽو- زيان- پڇاڙي- حد.

چيھَن کان ڇڏايو، ٻر ٻر تو پوليون.

(محمود فقير، ڪافي-29، ص-61)

# ح

• **حاذِق**: ذ. صفت [ع. حَذَقٌ] تمام هوشيار- قابل- ماهر- ڄاڻو- ڪامل- فن جو استاد- ڪاريگر- هُنرمند- هُنرائتو- تجربيڪار- آزمودگار- ڏاهو- سياڻو- پڙُ- سُڄاڻ- سَمجُهو- داناءُ- ذهين- حڪيم.

ڇلا "ع" اُتي عاشق، حڪم هلا حاذق.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-245)

• **حارص**: [ع. ] لالچي- حريص.

ڇوڙ مُدامي محڪم ماضي، حرص حويٰ سڀ حارص هي.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-1، ص-201)

• **حُبابِي**: حُباب. ذ [ع. حَب=داڻو- گولي ] پاڻيءَ جو ڦوٽو- پاڻيءَ جو ڦوڪڻو. ٻوڙيو- ڦوڦينڊو- ڦڦڪڻو- ٻڙڪڻو (پاڻيءَ جو) جو ڦوٽو. (ذ. صفت) پاڻيءَ ڦوٽي وارو. پاڻيءَ ڦوٽي جھڙو. سنهون- پِترو- هلڪڙو- ذرڙو- باريڪ. اصطلاحاً- بي بقا.

'محمد' موج لائي، خبر سان خُدائي،

هڪل هڪ هُلائي حُبابي حسابي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-2، ص-122)

• **حَبِيبُ اللهِ**: ذ [ع] الله پاڪ جو دوست- الله جو پيارو. حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم.

هر دم حال حسيني حملي، حقاني حُسنات،

حبيب الله چوان.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-5، ص-203)

• **حُر**: ذ. صفت. [ع. حَرُ= هو آزاد ٿيو ] (1) جو ڪنهن جو ٻانهو نہ هجي. آزاد. (اسم خاص) (2) پير پاڳاري جي مريدن جو لقب حضرت امام حسين عہ جي مقابلي ۾ ميدانِ ڪربلا ۾ يزيد جي موڪلي لشڪر جو سپھ سالار (جو بعد ۾ ڦِري حضرت امام حُسين جي پاسي آيو ۽ ڪربلا جي پهرين شهيد جو رتبو حاصل ڪيائين).

ڪُن فيڪون ني ڪُل، ڪيو صحي سُهڻو سِر،

حاضر همدم حُر، هڪل هڪ جو حال جو.

(محمد فقير، بيت-148، ص-281)

• **حِرصُ:** ذ [ع. حرَصَ= هُن لوڀ ڪيو ] **لالچ- طمع- لوڀ- چاھ- موھ- خواهش- اِڇا- رغبت- سَڌ- شوق- تمنا- آرزو- اميد- وڏائي- مغروري- هٻڇ.**

**چوڙ مدامي محڪم ماضي، حرص حويٰ سڀ حارص هي.**

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-1، ص-201)

• **حَرفات:** حَرفُ [ع. حَرَفَ= هو ڦريو، هُن منهن مٽيو ] **لغوي معنيٰ طرف. پاسو- ڌارَ. ڪنارو- جبل جي چوٽي. لفظ جو پد- لفظ. جملو- ڪلمو- پٽڪو- سُخن- قول- ڳالھ (شاعر مطابق) حق جو ڪلمو- سچو سخن.**

**حق حق جي حرفات سان حُسن واري هَٺ.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-26، ص-23)

**وحدت وس، رُڳي رس، حق حق هس حر فاتي.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-16، ص-17)

**ڳالھ چٽندي هرڪا حرفين.**

(محمود فقير، ڪافي-54، ص-79)

• **حرمين:** (اسم خاص) [ع] حَرمَ **جو عدد تثنيہ يعني مڪہ معظم ۽ مدينہ منوره جا ٻہ حرم.**

**حرمين جي هلڻ جا، مون وڏا ڪيا وس.**

(محمود فقير، بيگم، ص-116)

• **حِزبُ الله:** ذ. **الله وارن جي جماعت- الله جي بندگي ڪرڻ وارو- فرمانبردار ٽولو.** [1]

**’محمد‘ تي ڪو ماڻ مُدامي، هادي حزب الله،**

**وره جي ويراڳ وسڻ جي.**

(محمد فقير، سُر ڌناسري، ڪافي-1، ص-227)

• **حَسن:** ذ. صفت. [ع. حَسُنَ= موچارو ٿيو ] **حضرت علي، جن جي فرزند ارجمند جو نالو، جن جي شهادت زهر ملڻ سبب** 28 **صفر** 47 **هجريءَ ۾** 47 **ورهين جي ڄمار ۾ ٿي.**

**ح- حَسن عہ و فاطمہ عہ، حُسن عہ حُر هسوار دي.**

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-260)

• **حُسنات:** ذ. صفت. **حُسن وارو- سهڻو- ملوڪ- سُندر.**

---

1 هتي محمد فقير پنهنجي مرشد ڪامل حضرت سيد حزب الله شاھ راشدي ”مسڪين“ ڏانهن اشارو ڪيو آهي. جناب پيرسائين حزب الله شاھ چنچر جي ڏينهن تاريخ 18 شوال 1258 ھ ۾ ڄائو هو. پاڻ پنهنجي والد پير سائين علي گوهر شاھ ’اصغر‘ عرف ’بنگلي ڌڻي‘ جو اڪيلو فرزند هو. سندس عمر اڃا چار سال ست مهينا کن هئي جو پير سائين ’اصغر‘ صاحب جن 11 جمادي الاول 1263ھ ۾ وفات ڪئي. تنهن هوندي بہ سندن پڙهائيءَ جو سلسلو جاري رهيو. پاڻ عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ وڏي مهارت حاصل ڪيائون. پاڻ فارسيءَ جا اعليٰ اديب ۽ شاعر ٿي گذريا آهن. فارسي شاعريءَ ۾ پورو ديوان لکيائون, جيڪو ”ديوان مسڪين“ جي نالي سان ڇپجي چڪو آهي.

پاڻ عمر جي پنجين سال ۾ پنهنجي والد ماجد جا جاءِ نشين, حضرت روضي ڌڻي جي درگاھ ۽ حُر جماعت جا ’پيرپاڳارا‘ ۽ تخت ۽ بخت جا ملڪ ٿيا. پيرصاحب 45 سالن جي وڏي عرصي تائين ’مسند نشين‘ رهيا ۽ جماعت کين ادب ۽ پيار مان ’مسندنشين‘ يا ’تخت ڌڻي‘ ڪري سڏيو آهي.

پاڻ پنجين محرم الحرام سن 1308ھ مطابق 21 آگسٽ 1890ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيائون. (قتباس: ’ديوانِ مسڪين‘ ص_12، 13، 14 ۽ 57. فيبروري 1985ع).

هر دم حال حسيني حملي، حقاني حُسنات،
حبيب الله چوان.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-5، ص-203)

• **حُسينُ عليہ**: ذ. حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن جو ٻيو فرزند، جنهن 10 محرم الحرام سن 61 هجريءَ ۾ ڪربلا جي ميدان ۾ شهادت ماڻي.

ح- حَسن عہ و فاطمہ عہ، حُسين عہ حُر رضہ هسوار دي.

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-260)

• **حَشمَتَ**: ث. [ع] دٻدٻو- رُعب تاب- نوڪر چاڪر ۽ خدمتگارن جو اٿالو. وڏائي- عظمت- بزرگي- مرتبو- شان- اقبال. آب- مانُ- شوڪت. مڙسي- بهادري- مَٺيا.

حشمت نال حُسيني حملي، حڪم هلا همزا تي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-23، ص-119)

• **حضراتي**: حاضر رهندڙ- هميشہ موجود رهندڙ. هر وقت سامهون رهندڙ.

عشق حُسن دِي هردم هولِي، چشمان والي چهري چولِي،
حاضر حق حضراتي هي.

(محمد فقير سور ڪوهياري، ڪافي-5، ص-138)

• **حَقِي**: ذ. صفت. سچيءَ طرح. صحيح نموني ۾- برابر حق- جائز نموني ۾- واجبي- حقدار- انصاف وارو.

اول آخر ذات صفت ۾، ڪري نازنگاهہ،
حقي هُل هُلائي آيس.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-23، ص-119)

• **حُقِي**: حُقو. ذ. [ع. ف. حُقة=ننيڙي پيتي ] تماڪ وجهي ڇڪڻ لاءِ هڪ قسم جو (نڙ، گوءِ ۽ ٽوپيءَ جو). مانداٽو- گُڙ گُڙو.

حُقِي تنهنجو حال وجايو، تون ٻُڌ آهين ٻڪرار.

(محمود فقير، موالي، ص-127)

• **حَلاجُ**: ذ. صفت [ع. حَلَجَ= هُن ڪپهہ تُنبي ] ڪپهہ پجڻ وارو- پجارو (اسم خاص) حسن بن منصور جو لقب (جنهن کي 'اَناالحق' چوڻ تي ڦاسيءَ چاڙهيو ويو).

هسي حال حُلاج تي، سُوري جي سِراڻ،
'محمد' مستي ماڻ، عاشق ٿي ڏس عشق جو.

(محمد فقير، بيت-11، ص-266)

• **حُلاجِي**: صفت. منصور وانگر- منصور جهڙو.

هرجاءِ هُل حُلاجي هُليو، حُسن هلايو حال حڪم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-40، ص-31)

• **حَلقا**: حلقو. [ع. حلقہ. حلق= هن گول چڪر ڪاڏو ] گهيرو- چڪرو- ڦيرو- گردو- گول- وراڪو- جُهند- ميڙ- ميڙاڪو- مجلس- جهڳٽو- منڊلي- زُمرو.

حلقا هوت پنهونءَ جا، پيئنگا تا يونڪن.

(محمود فقير، ڪافي-41، ص-68)

• **حَمال**: ذ. صفت. [حَمَلَ= هُن کنيو ] بار کڻندڙ- بار ڍوئيندڙ- بار ڍوهو- مزدور- ڪُولي- ڦُلي- پريَٺُ- پورهيت- پورٽر.

**ڪُولي- ڦُلي- پريَٺُ- پورهيت- پورٽر.**
**موج ڪيو 'محمود' اُتي، آهي بينو هُت حمال.**

(محمود فقير، ڪافي-16، ص-54)

• **حَمِيرُ**: ذ. صفت. [ع] بهادر- پهلوان- سورهو- وِير- دلير- سورهيہ.

**ذوق ضمير، عشق امير، ويک حمير هي هادي.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-31، ص-25)

• **حِنّا**: ث [ع. حَنا. هُن ڳاڙهو ڪيو] هڪ ٻوٽيءَ جو نالو- ميندي.

**حنا هاٿ، سندي ساٿ، نسنگ ناٿ نچايا.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-72، ص-49)

• **حورُون**: واحد حُورَ. ث. [ع. حور= پُوري ڪارين اکين واري عورت ] ڪارن وارن ۽ ڪارين اکين واري بي حد حسين يا خوبصورت عورت. بهشت ۾ رهندڙ حسين عورت. (صفت) پاڪ عورت- نهايت حسين عورت- سهڻي- اپسرا- پري.

**حورون ڪيو حيران حُسن ۾، جلويگر جنسار ميان.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-33، ص-87)

• **حيدرِي**: ذ. صفت. حيدر جو. حضرت علي ڪرم الله وجهه جو نعرو (نعره حيدري).

**هرجاءِ هوڪو حيدري، حُسيني حرفات.**

(محمد فقير، بيت-250، ص-193)

• **حيضِي**: ذ. صفت. حرامي- حرام جو- حرامي ڦر- ولدِزنا- حرام زادو- شرير- حرڪتي.

**واڳون ويچي، سو حيضي حرامي،**
**چُڪت ڪري سو ڪري بيماني.**

(محمود فقير، ڪافي-67، ص-87)

# خ

- **خاتَمُ:** ث. [ع. خَتَمَ=مُهر هنئي] مُندِيءَ جي ٽڪ- مُندي- ڇاپ لڳل مُندِيءَ. نپو- ڇاپ- مُهر- خانگي مُهر- تڪميل جي نشاني. (خاتم الانبيآءَ) اسم خاص، سڀني نبين جي نبوت ختم ڪندڙ. آخري پيغمبر- حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم.

خالص خطاب خاتم، خُضري خبر خيالي،
خمار خوب خاصي، حسن نا خفا خفا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-17، ص-129)

• **کاٽُوَبندُ:** ذ. صفت [ع. ختم: ف. بند=مهر هڻندڙ ] سازگر- ساز ناهيندڙ. ڪاٺ جو سامان ناهيندڙ- واڍو- سوٽهڙ. عاج جي اُڪر جو ڪم ڪندڙ. آرسين جا فريم ۽ ڪبٽ ناهيندڙ. عينڪن جا ڪوڪا ناهيندڙ.

**پلو پر جهلو سائين، لڪياري لعل اٿم،**

**سڪ تہ سڄڻ يار جي، ختو بند خيال اٿم.**

(محمود فقير، ڪافي-22، ص-57)

• **خاص الخاص:** [ع] تمام گهڻو خاص يا چُونديل- تمام گهڻو وڻندڙ- تمام گهڻو پيارو.

**جوڳي پڙهي جوش سان، اِسم پاس اِنفاس،**

**خاصُ خاص الخاص، خوب ڪيائون خيال کي.**

(محمد فقير، بيت-30، ص-269)

• **خاڪِي:** ذ. صفت خاڪ جو- خاڪ جي پيدائش. مٽيءَ هاڻو- مٽيءَ وارو- مٽيءَ جي رنگ جهڙو. هڪ رنگ جو قسم.

**احمد احمد بن آيا هي، خاڪي خرقا پياري پاتا.**

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-4، ص-167)

• **خالِصُ:** ذ. صفت. [ع. خَلَصُ= هُو نجو يا صاف ٿيو ] ملاوت کان سواءِ- بنا ملاوٽ- بنا کوٽ- سچو- شُڌ- نِبارُ- چوکو- ٺَٺُ- صاف- نج- اصل- کرو- صحيح- سچي ۽ پڪي ارادي وارو.

**خود بخود خُمار سان، خالص ختم خوشنود ٿي،**

**خيال جي خمخان ۾، رندن ڪيا ٿي راڳ روپ.**

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-5، ص-234)

• **خالِقُ:** ذ. صفت. [ع. خَلَقَ=هُن پيدا ڪيو ] پيدا ڪندڙ- ڪرتار- سرجڻهار- خلقڻهار- خلقيندڙ- پروردگار- خدا تعاليٰ. الله تعاليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو.

**خالق خلق خيالي خلعت، خُدائي خصلت،**

**خليل الله چوان.**

(محمد فقير، سُر سور، ڪافي-5، ص-203)

• **خام:** ذ. صفت. [ف] ڪچو- اڻ پڪل- اڻ رَسيل- ناپُختو. رڌي- خراب. ناقص- عيبدار- وِڏ وارو. ناتجربيڪار- اناڙي- نادان- چٽ- جاهل- نالائق- اڻ لائق- ڪُڍنگو. اڍنگو.

**عاشق آراڏيءَ تي آوندي، خام خودي ڪُون خود ٿي خاوندي،**

**ڪر ڪر قرب ڪمال ڏيندي، گوهر اُلٽ گواهي.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-40، ص-90)

• **خامِي:** ث. ڪچائي- اڻ پڪائي- اڻ پورائي- ڪَمِي- گهٽتائي- نقص- وِڏ- اوڻائي- غلطي- ڀُل- چُڪ- سَهُوَ.

**'محمد' چڙي ڏي خامي خسارا، لاهي بار هستي سِر ڏي سينگاري.**

(محمد فقير، سُر گُجري، ڪافي-1، ص-235)

• **خَبِيثُ:** ذ. [ع. خَبثَ= هو پليت ٿيو ] پليت- پليد- ناپاڪ- نجس- گندو- بڇڙو- خراب- ڪِنو- بدڪار- لُچ- بدظن. پاپي- دُشٽُ- شيطان.

● **خُرارُ**: ذ. [ف، خروا= گڏهه جي ڪڻ جيترو بار ] اناج جو هڪ ماپو- سٺ ڪاسَن جو هڪ ماڻ (جوئر جو 22 مڻو، ٻاجهريءَ جو 20 مڻو، ۽ ڪڻڪ جو 20 مڻو ماپو- خراڙ.

وڻ ولايت ساڻ صنوبر، ڪليا ڪيٺ خرار.

(محمود فقير، ڪافي-16، ص-53)

● **خراباتِي**: ذ. صفت. شرابي- پنگي (پنگ پيئڻ وارو- نشئي- موالي- جُواري- بدچال. (شاعر مطابق) توحيد جو شراب پيئڻ وارو.

خراباتي ڪيل سان، خود ڪمائي خيال،
'محمد' ٿيو برحال، برهه جي بازار ۾.

(محمد فقير، بيت-197، ص-286)

● **خَرُ**: ذ. [سن. گر: ف. خر=گڏه ] جانور جو هڪ قسم- گڏهه ڪر. (صفت) بيوقوف- احمق- نادان- جاهل. خراب ماڻهو- لُچ- بدمعاش- حرامي. ڪريل- ڪمينو. دشمن- رقيب.

تون چئن پئسن جو چم هلائين، ڪُتل آهين ڪر.

(محمود فقير، گنگو، ص-108)

● **خُرقا**: واحد. خرقو. ذ [ع. خَرُقِيهه > خَرقَ= هُن ڦاڙيو ] ٽڪڙي- چُستي- پيوند- پراڻو- چتين پيل چولو- گودڙي. فقيرن جو لباس. مرشد کان مريد کي تبرڪ طور مليل جُبو.

احد احمد بن آيا هي، خاڪِي خرقا پياري پاتا.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-4، ص-167)

● **خِريبُ**: ذ. ['فريب' جي بگڙيل صورت] فريب- ٺڳي- دولاب- دغا- ترڪٽ- گهات- دوکو. ڪُڌتِ- رمز. لَبُ- ڊوهه.

اهو ڌوتو دولابي، ڪوڙو ڪري ٿو خريب.

(محمود فقير، ڪافي-69، ص-91)

● **خَس**: ذ [ف] سڪل گاهه- ڪک- ڪانا. (شاعر مطابق) ضعيف- هيڻو- ڪمزور- عيبدار.

خالص خطاب خاتم، خضري خبر خيالي،
خمار خوب خاصي، خس ناخفا خفا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-17، ص-129)

● **خسارا**: واحد. خسارو. ذ [ع. خَسِرَ=هن گهاٽو پاتو ] نقصان- گهاٽو- ٽوٽو- ڇيهو- زيان- ضرر.

"محمد" ڇڏي ڏي خامي خسارا،
لاهي بار هستي، سِر ڏي سينگاري.

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-1، ص-235)

● **خصلت**: ث [ع. خَصَلَ= هو فائق ٿيو، اڳرو ٿيو ] عادت- لڇڻ- سياءُ- ارڪان- اعمال- اخلاق- پرڪار- عِلَت- خوءِ- چال- سيرت- چلت. رغبت- طبيعت- مزاج. خاصيت- وصف. لياقت.

چلا "خ" دِي خصلت، مشهودي مصلت.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-244)

خودبخود خمار ڪي، خصلات خنداني مين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-41، ص-143)

• **خُصُومَتَ**: ث. [ع. خَصَم= هن جهيڙو ڪيو ] دشمني- عداوت- بدخواهي- ويرُ- وِروڌ- ڪلفت- ايرڪا- بغض- ڪينو. عڪس- خار- ڪاوَ- حسد- ساڙ- تيسو.

ڪيئڙي نال خصومت ميڏي، رمز رانجهن دي رولڙيان.

(محمود فقير، بيت، ص-95)

• **خضرِي**: [ف] خضر عہ سان منسوب. وڏي عمر- غيرفاني.

خالص خطاب حاتم، خضري خبر خيالي،

خمار خوب خاصي، خس ناخفا خفا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-17، ص-129)

• **خِطابُ**: ذ [ع. خَطَبَ= هن وعظ ۾ نصيحت ڪئي] ڪنهن جي روبرو ٿي ڳالهائڻ جي حالت- ڳالهہ ٻولهہ. گفتگو- ڪلام. جو حڪومت طرفان ملي- لقبُ.

خيالي خصلات سان، ڪولي خود خطاب،

الانسان سري وأناسره، انوري القاب.

(محمد فقير، هفتو-1، ص-263)

• **خَفا**: [ف] ناراض- ناخوش- ڪاوڙيل- بيزار

خمار خوب خاصي، خس ناخفا خفا..

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-17، ص-129)

• **خَفِي**: [ع] لڪل- پوشيده- مخفي. سلوڪ جي راهہ ۾ هڪ منزل جو نالو. مخفي ڳجهو- باطني يا دل جو ذڪر.

خيال خفي وِچ عاشق ڪوڙن، دوئي والي تڳي ٿوڙن،

سر وِچ سُرت سنڀال، همدم ٿيڙي حڪم هلائي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-40، ص-90)

• **خُلدُ**: ذ. [ع. خَلَدَ= هو هميشہ لاءِ رهيو ] هميشگي- هميشہ رهڻ جي حالت- بهشت- جنت- فردوس- سَرڳُ- هميشہ رهڻ واري شيءِ.

عمر ايڪونجاهہ عجائب احوال ٿيا،

پاڪ محرم ماهہ وچ، خوبان خلد خوشحال ٿيا.

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-262)

• **خِلعَتَ**: ث [ع. خَلَعَ= هن عزت سان چوغو پهرايو ] ٻئي ياران بخشش طور ڏنل لباس. وڳو- جامو- لبادو. ڪنهن بادشاهہ جي امير يا سردار ڪي عزت طور پهرايل پوشاڪ- جبو- ڦرغل- سروپا- پاڪر. تحفو- عطيہ. فقيراڻي پوشاڪ.

خالق خلق خيالي خلعت، خدائي خصلات،

خليل الله چوان.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-5، ص-203)

• **خَلَلُ**: ذ [ع. خل= هو لاغر ٿيو- هن وٿي ڪئي ] رُخنو- سوراخ- ٻرگهل- وِٿي. رنڊڪ- پچڪڙي- رُڪاوٽ- روڪ- اَٽڪَ- دخل- وِڳوڙ- بکيڙو- جهيڙو- جنگ- بلوو- فتنہ انگيزي- بغاوت- رولو- نقصان. خسارو- ٽوٽو- روڳ- دڪ- تڪليف.

اکيان عاشق دلبر دل هي، اڳون خام خودي داخلل هي،

راز انهيندي ڪنهن ڪُون ڪَل هي، اندر الف اشاري دا.

(محمد فقير، سُر تونڙي، ڪافي-7، ص-221)

• **خُلَمُ**: ذ. حرڪت- چترائي- لُچائي- ڪئونس- ڪيچل- نقصان- حرج- چيهو- ٽوٽ- مونجهارو- وڳوڙ- ڏقيڙ- **خلل**- رولو- ڦيٽاڙو- مانڌاڻ- ٻائيتال- گوڙ.

ڪول خيالي ڪيل خودي دي،

خُلم خودي ڪل ڪائون، رنگ لائون.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪفي-31، ص-137)

• **خَمُ**: [ف. خَمُ=ڏِنگُ ] ڏنگائي- وَنگُ- ٽيڙُ- آڏائي- ورُ- وڪڙ- موڙ- پيچُ- وٽ- پَچُ.

يوسف ڪاڻ زليخا ظاهر، قائم ڪيا ڪنعانا،

خوبان خوب خماريل خم خم.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-6، ص-69)

• **خُمارُ**: ذ. نشو- نشي جي مستي- نشي جا پُورَ- مدهوشي. نشي لهڻ کان پوءِ. سُستي- پڇاڙيءَ جو نشو. ننڊ جو زور- اُونگهہ- گِهُرُ- گِهَرَ- ننڊاکڙائي. خُماري- پِنڪي. اکين جي ڳراڻ- اکين جي ڳاڙهاڻ. متوالي. نظر.

خالص خطاب خاتم، خضري خبر خيالي،

خمار خوب خاصي، خس نا خفا خفا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-17، ص-129)

• **خُمخان**: [ف. خُمخانہ] شراب خانو (شاعر مطابق) خيال جي پاٽيءَ جو شراب- توحيد جو شراب.

ڏڙ سسئي ڪان ڏار ڪيا، دَم سان رکي جن دلبري،

خيال جي خمخان ۾، خوبان خبر ڪن خوشتري.

(محمد فقير، سُر ٻهاڳ، ڪافي-23، ص-66)

خود پرستي ڪِي خبر، خوشحال خُمخاني ۾ هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-61، ص-142)

• **خَمرُ**: ذ [ع. خَمرُ=شراب- نشو ] انگورن جو رس (پچايل) — شراب- مئي- مد- مستي (محبت جي)- عشق.

بزم جي بهالي، خُمر پي خيالي،

قدم پر ڪلالي، ڪمالي ڪجل سان.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-45، ص-145)

• **خَندانِي**: خَندان. ذ. صفت. [ف. خنديدن=کِلڻ ] کِل- ٺَهہ ٺَهہ- ٺهڪڙو- هاسي- هسي- کِلڪو- ننول- مسخري- چٿر. ڏُونگل- ڊيکُ.

خيال ڪي خاني ختم، خوبي خدائي خيال ڪي،

خودبخود خمار ڪي، خصلات خنداني سين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-42، ص-143)

• **خُنڪارَ**: ٿ. ٿڌ- ٿڌڪار- سردي. خوشي- موج- فرحت- خوشبوءِ- سڳنڌ. مستي- نشو- مؤ- خمار. شهنشاهہ- قيصر- مهاراجا.

کيڏي خُنکي خوب خوشي وِچ، سهڻو رنگ رومال.

(محمود فقير، گنگو، ص-107)

• **خُوبان:** خُوب. ذ. صفت. [ف] چڱو- سنو- ڀلو- بهترين- تمام سنو- عمدو- سهڻو- پلارو- اُچو- اُتم- اعليٰ. نيڪ- لائق- وڻندڙ- پيارو- زيبا.

**خود خيال ٿي سمجھ تون، خوبان خيال کي،**

**هرجاءِ حضور حاضر، هسوار حال کي.**

(محمد فقير، سُر پيرو راڳ، ڪافي-1، ص-50)

• **خُودِي:** ث. پاڻ پڻو- آپو- شخصيت- انانيت. وڏائي- ڪبريائي- خودمختياري- خودسري- خودپسندي- خودبيني- خودداري. غرور- هيٺ. گھُمنڊ- ايمان- ٿانءِ- ٽنڊ- احساس برتري.

**اکيان عاشق دلبر دل هي، اڳون خام خودي داخلل هي.**

(محمد فقير، سُر ٽوڙي، ڪافي-7، ص-221)

• **خُوشتر:** [ف. خوشترڪ] تمام گھڻو خوش.

**"محمد" مظهر ميم مثالي، ختم خوشتر خوب خيالي.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-64، ص-101)

• **خُوشنُودُ:** ذ. صفت. خوش- خُرم- راضي- نهال- سُکي- آسودو. خوش باش. خوش خُرم- سَهجو- هوند وارو.

**خودبخود خمار سان، خالص ختم خوشنود ٿي،**

**خيال جي خمخان ۾، رندن ڪيا ٿي راڳ روپ.**

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-5، ص-234)

• **خُومچا:** واحد. خُومچو. ذ. [ف. خوانچہ= خونچو- خومچو ] ڪاڌي رکڻ جو وڏو ٿالھ- طبق- ٿاڻ- خوانچو.

**بفت زريون ۽ دهريون ڏاجا،**

**ڪوءِ پيا عمر تنهنجا خومچا ڪاڄا.**

(محمود فقير، ڪافي-26، ص-59)

• **خِيالُ:** ذ [ع. خيال] جا ڳالھ ماڻهوءَ جي دماغ ۾ اچي- تصور- ويچار- پوُرُ- سوچ- غور- سمجھ- سُوجھ- راءِ- ڳڻت- انسنو- هَم ٺَم- ڪَٿَ. ڳڻتي- ڀچار. صلاح- ارادو- مرضي- منشا- ڌيان- چت- توجہ- جاچ. سنڀال. موج- آرو- لهر- رِيچَڪُ- جُجڪِي- وهم- گمان- سڪ- دليل- فڪر- انديشو- قياس- جُنون- چريائي- خبطا. دنيا جي وهمي صورت. سارو عالم. ويدانت موجب 'مايا'. تصوف موجب 'وهم' ۽ ڪنهن سچي اهليت کان سواءِ.

**جڏهن خيال ٿي غالب خيال ٿيا،**

**تڏهن حاصل هردم حال ٿيا.**

(محمد فقير، سُر ٽوڙي، ڪافي-4، ص-218)

• **خيما:** واحد. خيمو. ذ [ع. خَيمَہ] تنبو- وڏو تنبو- ڪيمو- شاميانو- سائبان- ڪپڙي جو ٺهيل گھر.

**ڪوڙ خفي وِچ خيال دا خيمان، ڪر قلب ڪون قُربئون ڪيمان،**

**يايا يار جلالي جا مان، وجا ناد نيارا وي.**

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-3، ص-166)

## د

• **دادگرُ:** ذ. انصاف ڪندڙ- عادل- مصنف.

دم بدم داناء دلاور، دادگر دربار تي،
ڏُرپدي ڏُن ڏيان ۾، رندن ڪيا تي راڳ روپ.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-5، ص-234)

• **دادُرُ:** ڇَٽَ- ڳَلتو- ڳرهو- ڳِرڳهُلِي- ٽَلُ- ڦُسيلاءِ- چڙهو. دڙڪو- دباءُ- دَهمان.

پير مهاولي مهر جنگ، قدرت پريو تون قادر،
مڪر ڪري "محمود" اچ، دوست، ٻُڌئي تو دَادَرُ.

(محمود فقير، ڪافي-46، ص-72)

• **دارُ:** صفت. [ف. داشتن= رکڻ ] رکندڙ- جهليندڙ- ڪٽندڙ. (دارَ. ف) سُوري- سُولي- ڦاسي- ڦاهي.

دائم دم جي دار تي، پيئن دُهرا دنگ يار.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-29، ص-24)

• **دالِي:** صفت. هٺ هيري- پاليل. البيلي- دادلي- چڙواڪ- چرڙي.

هاٺي دنگو چِڏ دالِي، تہ ڪريون پرچاءُ پاڻ ۾.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

• **دامُ:** ذ. [ف] پکين ڦاسائڻ جو ڄار- جال- ڄارِي- ڇَندُ- ڏِبِي. ڦاهي- ڦَندو- ڦاهو- ڪوڙڪو- سِرڪٽي- رَسي- نوڙي. دوکو- فريب.

تنهنجي دام زلف زُنار وجهي، اظهار ڪيو ارشاد اسم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-40، ص-31)

• **دانُ:** ذ. [پرا. داڻ؛ سن. دان> دا= ڏيڻ ] بخشش- خيرات- بيک- ڀِکيا- پُنُ- پُڃُ- عطا. ڏاڻ. عطيو- امداد- انعام- تحفو. ڏَنُ- نذرانو- سوکڙي. سوغات- تحفو.

دُهرا دُنگ دان جا، 'محمود' جي مان جا.

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **دانگِي:** ث. ماني پچائڻ لاءِ نڪر جو ٺانءُ. نڪر جو تئو. (دانگي منهن تي ملڻ) شرمسار ڪرڻ- خراب خوار ڪرڻ- تعدي ڪرڻ.

ڪنئي اٿئي خوشيءَ مان، ڪارنهن جي دانگي.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

• **دائمُ:** ظرف. [ع. دام= هُن جٽاءُ ڪيو ] هميشہ- سدائين- مُدام- سدا- تِٽُ- ٻارهوئي- پڪي طرح. دائما.

دائم دير درسن واري، دانهہ ڪن دلگير اکيون.

(محمد فقير، سُر ڏناسري، ڪافي-6، ص-229)

• **ڏُبارو**: صفت. [ف. ڏُو= ٻه+ بار= گهمرو ] ٻيو دفعو- ٻيو گهمرو ٻيهر- موٽي- وري، ٻيو ڀيرو.

ڏُرس دلربائي ڏرپد ڏمالون، ڏياني خفي ڏر ڏيوت ڏُبارو.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-5، ص-172)

• **دُرُ**: ذ. [ع] موتي- پاٽيٺ- گوهر- مٽيو- رَتَنُ- جوهر.

دائم درامي دانه ڏمالِي، دربار دم جي ديدار دُر جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-9، ص-14)

• **درازي**: درازا شريف وارو يعني حضرت سچل سرمست رحه.

بن بيخود پيد بياضي، دم دولهه دُرس درازي،

احوال اصل آوازي، پڙهه شائق ٿي شڪرانا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-59، ص-98)

• **دَربارُ**: ث. [ف] بادشاهي ڪچهري- درٻار- درسگاهه- بارگاهه- آستانو. اميرن ۽ بادشاهن جي مجلس- شاهي عدالت. عدالت خانو. جشن. اجلاس.

پٽرو پاڻ پاڳارو ٿيڙو، درسن جي دربار ميان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-33، ص-87)

• **دُرسُ**: ذ. صفت. [ف. "دُرستُ" جي بگڙيل صورت] درست- برابر- صحيح- سچ پچ- نيڪ- پورو- سچ- حقي.

ويکو ديد دُرس دلبر دي، سردار سخي سروردي.

(محمد فير، سُر پيروي، ڪافي-35، ص-28)

• **دَرسَنُ**: ذ. [سن. دَرشن= ڏسڻ ] ڏسڻ جي حالت- ديدار- مُشاهدو- ڏيک. تماشو- نظارو- ڏيکاءُ. زيارت- ملاقات- مُڪاميلو- گڏجاڻي- ميلاپ- درشن.

دائم ديري درسن واري، دانهه ڪن دلگير اکيون.

(محمد فقير، سُر ڏناسري، ڪافي-6، ص-229)

• **دَرسِي**: مذهبي واعظ- هدايت- نصيحت- سبق وغيره.

ترڪ 'محمد' قبل ماضي، ترڪ تون مان تور تَڪ،

ترڪ تقسيمين ترازي، ترڪ ٿيا درسي درڪ.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-1، ص199)

• **دَرڪُ**: ذ. [ع. ادرڪَ= هن پروڙيو ] سمجهه- پروڙ- اِدراڪ- ٻُوجهه. واقفيت- عقل- گِيانُ- فهم- ڄاڻ. استعمال. آزمودو- تجربو. واسطو- ڪم.

ترڪ 'محمد' قبل ماضي، ترڪ تون مان تور تَڪ،

ترڪ تقسيمين ترازي، ترڪ ٿيا درسي درڪ.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-1، ص199)

• **دَرگاهُ**: ث [ف] جاءِ- ڪچهري- درٻار- ڪورٽ- آستان. محلات- ڪنهن جاءِ جو مُنڍ- دِڪي- ٻُنيو- چائنٺ ڪنهن وليءَ جي مزار- آستانو- چوڪِي- قُبو- روضو- مقبرو. زيارتگاهه- عبادتگاهه- خانگاهه.

ديد دمامي دم دم دائم، درسن دِي درگاهه ميان.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-6، ص-235)

• **دُرودُ**: ذ. [ف] رحمت- تحسين- آفرين- تعريف- دعا- تسبيح- صلواة (جيڪڏهن خدا جي طرفان هجي تہ رحمت ۽ برڪت جي معنيٰ. ملائڪن جي طرفان هجي تہ استغفار ۽ مسلمانن جي طرفان هجي تہ دعا ۽ سلام جانورن ۽ پکين جي طرفان هجي تہ تسبيح) ڏٺيءَ جي مدد لاءِ دعا- اها دعا ۽ سلام جيڪو حضور نبي ڪريم ﷺ تي پڙهيو وڃي.

سُرتي نِرتي وچ ۾، سُٺائي سُرود،
ديدن جي دُرود، ثابت ڪيو سِر ڪي.

(محمد فقير، بيت-71، ص-273)

• **دَروني**: [ف] ظرف. اندروني- اندريون- مخفي- ڳجهو- لڪل.

گم ٿي ويکين نينهن نظارا، پاءِ دروني جهاتي،
پي پيالا محبت والا، ڏي هوڪا دم دم ذاتي،
’محمد‘ ڪر اثباتي، سارا سِر سبحان تون.

(محمد فقير، بيت-8، ص-265)

• **دَرويش**: ذ. صفت. [ف. دُرُ= در. اَويختن= لڙڪائڻ ] ڪنن ۾ دُر وجهندڙ فقير. پينو- گدا- بيڪاري. منگتو- سائل- سُوالي. پهتل بزرگ- سالڪ- ولي الله. مست. نيڪ. ديندار- مُتقي. سچار- عابد. غريب- مفلس- مسڪين. صاحب معرفت.

دال- درويشن جو، دُونهون مٿي دَر،
پسن پُرجهن پاڻ ۾، پسڻ وارِي پَر.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-249)

• **دَريافت**: ث. [ف] پُڇا- تلاش- جاچ- پروڙ- باز پُرسي- پڇا ڳاڇا- پڙتال- پوئواري- تپاس- ڪوجنا- اوک دوُک- جستجو- تحقيق- تفتيش- ويچار.

وَفي انفسڪم واري ڪريان،
دريافت دم جي، ڏمال دغن سان.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-26، ص-120)

• **دَڙٻاٽِي**: دَڙٻاٽ. ث. دڙڪو- داپ- زور- دٻاءُ- ظلم. گهوڙي جي سُنبن جو آواز.

ديواني ديوار ڏسي، آهي دڙٻاٽي دڙڪن.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

• **دَسُ**: صفت. [ف. دَهہ: سن. دَشَن= ڏهہ ] ڳٽپ جو هڪ تعداد- ڏهہ. ڪنهن بہ شين جو گهٽو انداز. جيئن: ’ماڻهن جا دَس، گهوڙن جا دَس، دُهلن جا دَس، بندوقن جا دَس وغيره‘. دُهل جو واڄو.

خوشيءَ مان ڪنياڻ چئي، دُهل هٽايان دَس.

(محمود فقير، بيگم، ص-116)

• **دَستا**: واحد. دَستو. ذ. [ف. دَستہ=هٿيو ] هٿيو- هَٿ- مُنيو- مُنيو- مُٺ- ڳن- هٿو. مصالح وغيره ڪُٽڻ لاءِ ڏاتوءَ يا پٿر جو مُهرو- ڏنڊو.

ڪنڌ ڪپايس ڏڙ، ڏڏڪايس، ڏڳ اُلاريس دَستا.

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-120)

• **دَستارُ:** ث. پڳڙي- پڳ- عَمامو- پٽو- لُونگي- پاڳ- مولهاٽو- مولهيو- ڦَهَڙُ. ڦيڙهہ- ڦيندِ.

صوفين جو سردار اسان وٽ آيو، سِر ٻڌي دستار اسان وٽ آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-19، ص-117)

• **دَستُورُ:** ذ. [ف. دست= زوراور= هڪ صفتي پڇاڙي ] طرز- رَوَشَ- رسم- رواج- ريت- پَرِ- اُصول- ڍنگ- ڍَبُ- نمونو- وتيرو- طور طريقو- عادتَ- چلت- هلت- وَجهہ- اُٺ ويهہ- پرڪارُ- افعال- لڇڻ. قاعدو، قانون.

حاجي حُسن حُضور ڪا، ديدان والي دستور ڪا،

مين هُون نظاري نُورڪا، بوستان ۾ باقي بقا.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-13، ص-189)

• **دُشالا:** واحد. دشالو. ذ. [سن. دو= ٻہ+ سالور = شال ] ٻٽي شال- ٻيڻي شال. گڏ اُٽيلَ.

الله اڪبر، رنگِي راز رهبر، ٻڌين دُرس دلبر، تون دولهہ دشالا.

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-21، ص-239)

• **دَشتُ:** ذ. [ف] صحرا- بيابان- رڻ پٽ- رُڃَ- ميدان- جهنگل.

ڪيچي ڪشت ڪري ويا، مون ڪي دشت ڏري ويا.

(محمود فقير، ڪافي-3، ص-46)

• **دَغزا:** واحد. دَغزو. ذ. پکين ڦاسائڻ لاءِ ڪانين ۾ ڪُتل ڄاري.

دَغزا هٽين وئين دام، چِٽ من وئين چوري.

(محمود فقير، ڪافي-29، ص-61)

• **دَفعُ:** ظرف. [ع] پري- دُور- دَفانُ- الڳ. پورو- ختم.

مون سان حال محرم هڪوار ٿيندو،

ٿي درد دفع ڏک سور ويندو.

(محمود فقير، ڪافي-41، ص-68)

• **دَلبا:** واحد. دلبو. ذ. [سن. دَلبَ= دلبو ] دولاب- دغا- ٺڳي- ڇَلُ- ٺَرڪڻَ- گهات- ڪوٽ- ڪُپت- مڪر- ڏَٽو- فريب- ڏَندُ- ڏوڪو- ويساهہ گهاتي.

دلبا ديد دلال دا ڏمال دا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-32، ص-87)

• **دَلبيدارُ:** صفت. دولاب ڏيندڙ- دغا ڪندڙ- ٺڳي ڪندڙ- ويساهہ گهاتي ڪندڙ. ناز و ادا سان پنهنجي دام ۾ ڦاسائيندڙ.

اُلٽي آر، ٿئي اظهار، دَلبيدار دلبري دي،

شوق شراب، ڪوڏ ڪباب، راڳ رباب رهبري دي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-30، ص-24)

• **دَلالُ:** ذ. [ع. دَلَ= هن اڳواٽي ڪئي ] رستو ڏيکاريندڙ- وات لائيندڙ- خريدار ۽ وڪڻندڙ جي وچ ۾ سودو ڪرائيندڙ- سدو ونائيندڙ- گماشتو- آڙهيتو. ٺياڪڙ- وڪيل- ثالث- گراهڪ ڦاسائيندڙ- سؤدي باز- اصيل.

صوفي ٿي سِر صاف سُجاتا،

دلبا ديد دلال دا ڏمال دا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-31، ص-87)

• **دلاوَر**: ذ. صفت. [ف. دل+ آوردن= آڻڻ ] دل وارو- چاتيءَ وارو- همت وارو- دلير- بهادر- شجاع- سُورمو- جوانمرد- سُورهيہ.

رقص راڳي رنگ پور ۾، دُرس ديد دلاور در ۾،

الانسان سريءَ جي سُر ۾، صاحب سڀ جاءِ سارو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-64، ص-101)

• **دلگير**: ذ. صفت. اداس- مايوس- ملول- اُٻاڻڪو- ڏکي- غمناڪ- شڪستو- ڏکويل- رنجايل- ايذايل- ڏک پريو- سوڳي- دکدائڪ- ڏک جهڙو- مغموم- غمگين. حيران پريشان.

دائم ديري درسن واري، دانهہ ڪن دلگير اکيون.

(محمد فقير، سُر ڌناسري، ڪافي-6، ص-229)

• **دَليلُ**: ذ. [ع. دَلَ= هن واٽ ڏيکاري ] رستو ڏيکاريندڙ- سونهن- بحث- مباحثو- بيان. ثبوت- ثابتي- مثال- بُرهان. ويچار- گمان- وهم.

لام- لاهوتي لال ٿيا، اکين جا اصيل،

وڃايائون وحدت ۾، دُوئي جا دليل.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-258)

• **دَمُ**: ذ. [ف] پساهہ- جيءُ جان- پراڻ- سانس- جياپو- حياتي- زندگي- روح- جُوٽو- عمر- جِيو- آتما. ساهہ يعني پنهنجي جان، جنهن ۾ ئي محبوب موجود آهي. صوفي دل ۾ ذڪر کي 'مُلڪو' ڪندا آهن ۽ بعد ۾ ساهہ بند ڪري ذڪر ڪندا آهن، جنهن کي 'حبس دم' چئبو آهي. هي ذڪر دل ۾ ايئن جاري ٿي ويندو آهي، جيئن دل جي ڌڙڪن ۽ رت رڳن ۾ بنا ڪوشش جي هلندو رهندو آهي. هيءُ ذڪر جو اعليٰ درجو آهي.

دائم دم جي دار تي، پيئن دُهرا دُنگ.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-29، ص-24)

• **دَمُ**: 2. غرور- فخر- مَرڪُ. دوکو- مڪر- فريب- نڳي. دلاسو- آسرو- ڏڍُ. لٻاڙ- ٻٽاڪ. ڊاڙ- لاف.

سي پچن ٿيون پريت ۾، محبت ۾ مايون،

کلن ٿيون ڪتياڻ چئي، ڏاڍو دم رکي دايون.

(محمود فقير، بيگم، ص-115)

• **دَمامي**: دَمامون. ذ. هڪ ساز جو قسم- دُهل جي وڄت. دمامہ- خوشي.

ديد دمامي دم دم دائم، درسن ڊِي درگاهہ ميان.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-6، ص-235)

• **دَمبَدمُ**: ظرف. گهڙي گهڙي- هروقت- هردم- هرلحظي- ذري ذري ماٺ ۾- ٿوري ٿوري وقت ۾- دائما- هميشہ.

تنهنجي ديدن جو ديدار پسي، دمي دمبدم دلدار پسي،

درجات درس دربار پسي، ڪيئون هڪ نہ ضايع ذوق ذري.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-55، ص-97)

• **دَمي**: (دم تي رکڻ) چانورن جو ديڳڙو باهہ تان لاهي، ان جي مُنهن تي ڍڪ ڏيئي، مٿس بار ڏيئي رکڻ (جيئن

چانورن منجهان ٻاڦ ٻاهر نہ نڪري ۽ باقاعدي رَجهي تيار ٿيڻ). ڪنهن بہ طعام کي مٿئين طور دم ڏيڻ يا دم تي رکڻ. شاعر مطابق دل ۾ مخفي ذڪر ڪندو رهہ ۽ ان جي ڳالهہ عام ماڻهن سان نہ ڪر.

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ پرت پنهون پرينءَ سان پار،

دمبدم دمي دم کي، دم جو ڪر ديدار.

(محمد فقير، بيت-13، ص-266)

• **دُنگ**: ذ. [ف] شراب وغيره رکڻ لاءِ تمام وڏو ٺامي جو مَٽُ- شراب جو مَٽ. شراب جو وڏو شيشو- شراب جو پيالو.

دائم دم جي دار تي، پيئن دُهرا دُنگ يار.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-29، ص-24)

• **دُنالِي**: ٻن نالن واري بندوق، جنهن جي ڌڪ سان جاندار جي جان هلي ويندي آهي. مجازاً: ٻئي ديد- ٻئي اکيون. ڪاريون ڪُنڊيون اکيون (جيڪي دليون شڪار ڪن ٿيون).

نينان والي نظاري، ديد دُنالي بہ مين هُون.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-5، ص-192)

• **دَنگِي**: ٿ. ٻيڙيءَ جو هڪ قسم- وڏي ٻيڙي- ساموندي ٻيڙي- ننڍو واپاري جهاز.

اسم جسمات جي جملي، احد عبدي سندي اولي،

دُرس دم جي دنگي ديهي، پلي آيو پلي آيو.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-27، ص-135)

• **دُواليون**: واحد. دُوالِي. ٿ. [ف. دُوالُ= چمڙي جي وَڍِي] ٻازن تترن وغيره پاليل پکين کي پيرن ۾ ٻڌل سڳا. مجازاً: محبت جا ونگ- وڪڙ- دام- ڄار.

نبيسر جون نام ڪنيون، ٿيون دام وجهن دُواليون،

جادوءَ ساڻ جمال جون، ٿيون روز هڻن زاليون.

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-49)

• **دُواري**: دُوار. ظرف [ف] جي هٿان- جي وسيلي- جي ذريعي- منجهان- مان- معرفت- هٿان- هَٿون- وسيلي- دُورانِ.

صورت سچي سينگاري، شوقئون شراب پياري،

ديدن واري دُواري، دلدار ٿيو پاڳارو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-11، ص-14)

• **دُودُ**: ذ [ف] دُونهون- ٻاڦ- بخار. وَزم- چلم جي قوڪ- سوٽو- دَمُ- ڪَش.

دُوئِي دي دام دلاور، دم وِچ دُودُ دُکايا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-4، ص-123)

• **دوستار**: سنگتي- ساٿي- دوست- يار.

جتي سدا رنگ سُونهان، اُتي دُونهان دوستار جا.

(محمود فقير، ڪافي-44، ص-70)

• **دُولَهہ**: ذ. صفت. سهڻو- سنو- عمدو- پل پلوڙُ- ٺاهوڪو- سُوڌو- ڏسڻ جهڙو- لطيف- نازڪ- فراخ دل- دريا دل- سخي- فياض- مردانو- بهادر- مڙس ماڻهو- همت وارو- همت پريو- پهلوان- بَنو- بَنرو- گهوٽ.

بن بيخود پيد بياضي، دم دولهہ دُرس درازي،

احوال اصل آوازي، پڙهہ شائق ٿي شڪرانا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-59، ص-98)

• **ڏَونڪَن:** واحد. ڏَونڪَ. ث. ٿوري روشنائي- ٽمڪو- ڏونڪو- چمڪو- جَهرڪو- تجلو- ڏيکاءُ. (شاعر مطابق) هلن ٿا- وڙڪن ٿا- گهمن ٿا- چُرن ٿا.

ڏمان اُٿ ڏونبڪن ٿا، جمان جتن جا،
جهاڳا جهُوڙا جهڪورون، ليڙا لکن جا.

(محمود فقير، ڪافي-39، ص-67)

• **ڏُوئِي:** ث. [سن. ڍِوُ= ڏُون ] ڏُوئُو جو مونث. ٻه- ٻيائي- نفاق- اڻ ٻڻت. علحدگي- جُدائي- فرق. ڦيري- چڪر- مٽيءَ جي ڦيري صوفين جي اصطلاح ۾ خدا کان سواءِ ٻي هر شيءِ- ڪثرت. سڌون- خواهشون.

خيال خفي وِچ عاشق ڪوڙن، ڏُوئي والي ٽڳي ٽوڙن،
سِر وِچ سُرت سنڀال، همدم ٿيڙي حڪم هلائي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-40، ص-90)

• **ڏُهرا:** واحد. ڏُهرو. ذ. صفت. [سن. دو= ڏون ] ٻيڻو- ٻٽو- ٻه تهو- ڏوڙو- وزندار. گهٽو- جهجهو.

دائم دم جي دار تي، پيئن ڏُهرا ڏُنگ يار.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-29، ص-24)

• **ڏهڪارا:** ڏهڪارُ. ث. حشمت- خوف- رُعب- تابُ.

دشمن ديک اُتهين ڏهڪارا،
واهہ ڪبوتر سرسا سارا.

(محمود فقير، ڪافي-76، ص-103)

• **ڏُهرِي:** ث. [سن. دو= ٻه+ سَرِي= ٻن سِرن واري؛ ف. ڏُو= موتي] ڳهڻ جو هڪ قسم- ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هار. ٻن لڙهين واري.

هَس، ڏُهري، ڪنمال، ڪڙولا، ساڙيان سون زري،
اٽوٽ پائڻ عيب اسان ڪي، انهي زيب ذري.

(محمد فقير، ڪافي-8، ص-48)

• **ڏِيدَن:** واحد. ديد. ث. ذ. [ف. ڏِيدَن= ڏسڻ ] اک. ڏسڻ جي حالت- ڏسٽي. نظر- نگاهہ- نرت. جوت- سوجهرو- روشني- ڏؤ- ڏهو- ڏٺو. ڏيک. ڏيکاءُ- نظارو- نماءُ- جهلڪ- لقاءُ- ديدار- درشن.

تنهنجي ديدن جو ديدار پسي، دمي دم بدم دلار پسي،
درجات ڏُرس دربار پسي، ڪيئون هڪ نہ ضايع ذوق ذري.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-55، ص-97)

• **ديرن:** واحد. ديرو. ڪٽنب- خاندان- گهراڻو. حويلي- گهرٻار- زال- زوج- زنانہ خانو.

ٻانهي آهيان خان پنهل، تنهنجي ديرن جي دائِي.

(محمود فقير، ڪافي-17، ص-54)

• **ديسڪارُ:** [سن. ديشڪار= ديسڪار ] هڪ راڳڻيءَ جو نالو. محمد فقير جي رسالي ۾ هي راڳڻي 37 نمبر تي آهي ۽ هن راڳڻيءَ ۾ فقير صاحب جون ٻہ ڪافيون لکيل آهن.

• **دِينُ:** ذ. [ع= اختيار ڪيو ] مذهب- مِلَت- ڌرم- پَنٿُ- ايمان- عقيدو- ويساهہ- يقين- ڀروسو- نتيجو- اعتبار. انجام- وچن- قول. عاقبت- آخرت.

ديدن واري ڏيان ۾، ڌرم نڪو دين.

(محمد فقير، سُر ديسڪار، ڪافي-2، ص-232)

• **ديهِي**: ث. بدن- بت- جسم- تن- قالب- چولو- وُجود- سَرير- ڪايا.

انگ-جُسو، اُرهه- سينو-ڇاتي

جيي نيڪ نالو، نچي ٿي نرالو،

پيئان پُر پيالو، پسي ديد ديهي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-1، ص-122)

# ڏ

• **ڏارَ**: ث. [سن. ڏارا= وهڪرو ] ڪنهن پاڻياٺي شيءِ جي سنهي وَهُڪَ- لارَ- لاٽ- گوُهو- ريلو. سنڌو- ليڪو.

ظفر ذات، باصفات،م بشر بات بحالِي،

ڪجل ڪار، مٿس ڏار، خبردار خيالِي.

(محمد فقير، سُر سهٽي، ڪافي-1، ص-203)

• **ڏاڙو**: ذ. جماعت- گروهه- ٽولي- جٿو. چورن جو ٽولو. چورن جو حملو- چورن جي ڦرمار- ڏاڙ- لُٽَ- لُوٺَ- ڌاڪو- رهزني- چوري. اوچتي ڦرلُٽَ.

گفتار گُن گياني، رفتار رنگ رنداني،

سرشار تي سيلاني، ديدن جو هٽي ڏاڙو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-8، ص-111)

• **ڏامُ**: [سن. ڏامَن= جاءِ ] رهڻ جي جاءِ- هنڌ- گهر- جڳهه- آستانو. (شاعر مطابق) تيزيءَ سان- زور سان- زوم سان.

ڏامُ ڏمالي ڪا ڪام لڳئي، شل هام وجئي، پيا لنب لڙي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-11)

• **ڏان ڏان**: مصدر. ڏان ڏان ڪرڻ. گوڙ ڪرڻ- هُل ڪرڻ- هولاچو ڪرڻ. تڪڙا لائڻ. ڏمڻ جو آواز. تنگ ڪرڻ- سختي ڪرڻ.

ڏان ڏان ڪر دڙياٽ ڪريندا، سُنبين دا سَٽڪار.

(محمود فقير، گهوڙو، ص-101)

• **ڏُتاري**: مصدر. ڏُتارڻ. [سن. ڌوُت= ٺڳُ ] ٺڳڻ- ريبڻ- دلبو ڏيڻ- ڏوڪو ڏيڻ- فريب ڏيڻ- ڏُتڻ. پنيلائڻ- پرمائڻ- برغلائڻ. پاڻ ڏانهن ڪشش ڪرڻ. ريجهائڻ- راضي ڪرڻ- موهڻ- هِرڪائڻ.

تو ساري سُڄاڻين معنيٰ مرڻ جِي،

پوءِ ڇاڪئون نهوڙيئي ڏوتيءَ ڏُتاري.

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-1، ص-235)

• **ڏُر**: ث. [سن. ڏُر= پڇاڙي ] حد- پڇاڙي- ڇيڙو- آخيرَ- دنگ. اصل- نسل- بنياد- ابتدا- شروعات- ناهه- ابتدا- شروعات- ازل- پاڙَ- جَڙَ. (ظرف) انهيءَ هنڌ- خود- پاڻ- ڏٽي- مالڪ.

صورت صفا ڪيو سينگار سِر جو،

ڏرپد ڏُڪڙ سان ڏُن ڏيان ڏُر جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-9، ص-13)

• **ڏرائي**: مصدر. ڏرڻ. [سن.ڏر=رکڻ ] رکڻ- هيٺ لاهڻ- هيٺ رکڻ. سانڍڻ- بچائڻ. سنڀالڻ- پالڻ.

احمد نام ڏرائي، ميم جو مضمون ملائي،

مجي "محمد" جي مهندارِي.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-5، ص-157)

• **ڏُرپَدُ**: ذ. [هہ] راڳ جو هڪ قسم (جنهن جي هرهڪ مصرع ۾ 32 رڪن ٿين ٿا).

صورت صفا ڪيو سينگاري سِر جو،

ڏرپد ڏُڪڙ سان ڏُن ڏيان ڏُر جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-9، ص-13)

• **ڏرمُ**: ذ. [پرا. ڌم؛ سن. ڌرما. ڌر= جهلڻ، پڪڙڻ ] ويساهہ- پَتُ- مَتُ- انصاف- ريت- رسم- پَرِ. وَڙُ- ٿورو- دان پُجُ.

ديدن واري ڏيان ۾، ڏرم نڪو دين.

(محمد فقير، سُر ديسڪار، ڪافي-2، ص-232)

• **ڏُرونِي**: ڏُرَون. ظرف. منڍ کان ئي- شروع کان ئي- ڏُرئون.

ڏيان ڏُروني ڏُوم مچائي، پول پتڪ سپ ياڳي ري.

(محمد فقير، سُر سهڻي، ڪافي-3، ص-204)

• **ڏري**: مصدر. ڏرڻ. ڏسو، "ڏرائي".

صورت واري سير ۾، ثابت سِر سبحان،

دم جو ڏري ڏيان، عاشق عاليشان ٿيا.

(محمد فقير، بيت-87، ص-274)

• **ڏُڪَڙُ**: ذ. [سن. دو= ٻہ+ ڪنڊ= ٿانءُ ] ساز جو هڪ قسم. هڪ پاسي واري پکواز- طبلو.

ڏڪڙ ڪنجريان ساز سپيئي، تن من طبلي تان،

رمز انهيءَ دلڙي رهي.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-1، ص-1)

• **ڏڳا ڏڳ**: ٻٽو لفظ. باهہ جي تپش. باهہ جو مچ- آڙاهہ. ٿانڊن جي گهٽائي.

ڏڳ مڳ ڏڳا ڏڳ دونهين، واهہ عجب هي وحشت،

ماس مِکان هڏ هيٺا، چم تہ چڪين نال چَردِي.

(محمود فقير، ڪافي-55، ص-80)

• **ڏڳُ**: [سن. دگت= ڏُکيل ] باهہ جي تپش. باهہ جو مچ- آڙاهہ.

هار سينگار، سُهڻي ڪر صورت، ڏاڍي لنئون لڳايا،

گهٽ اوڙاهہ، برهہ دان باهيان، دلبر ڏڳ ڏڳايا.

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-119)

• **ڏڳي**: مصدر. ڏڳڻ. [سن. دَگ= ڏڳڻ ] تجلي سان ٻرڻ- تجلو ڪرڻ- روشن ٿيڻ- چمڪڻ- ٽمڪڻ- تڳڻُ- باهہ جو آواز (ڏڳ ڏڳ) ڪري ٻرڻ- جلڻ- سڙڻ- پچڻ- ڪامڻ- ٻرڻ. ڏُکڻ.

ڏنوڻُ ڏڳي، عشق اڳي، لاڳ لڳي هن لوليان.

(محمد فقير، ڪافي-57، ص-81)

• **ڏِگ**: ذ. صفت. مضبوط- پڪو- پختو- سوگھو- قابو- سخت. قوي- جُگ- جبرو- جانٺو- ڏٽو مُٽو- پهلوان- سورهيه- بانڪو- ٻلوان- بهادر- جوڌو- جوان.

تيرهين ڏينهن تڪڙ ڪر تابش، آيا شينهن شڪستا،
ڪنڌ ڪپايس، ڌڙ ڌڌڪايس، ڏگ اُلاريس دستا.

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-120)

• **ڌُمَ**: ث. [سن. ڌُومَ= ڌُونهون ] رَش- پيڙ- گوڙ- ڳاهَٽ- ڀيهہ- گپاگيهه- انبوهه- هُل- شور- غوغاءُ- آواز- بغاغو. زور- چِڪ- تڪڙ.

جُتي تِنان جوڙي ڏيسان، پراڌوتڪا لاهان،
دڪان ۾ ڌُمَ ٻڌيو، ڪرين ٿو ڪامان.

(محمود فقير، گنگو، ص-106)

• **ڌما**: ث. چمڪو- چلڪو- تجلو- روشني. حشمت- رونق. ٺاٺ- اُڊمبر.

ڌمانا اٿ دونڪن ٿا، جمان جتن جا،
جهاٻا جهوڙو جهڪورون، ليڙا لکن ٿا.

(محمود فقير، ڪافي-39، ص-67)

• **ڌمتالُ**: ذ. صفت. [سن. ڌَونتال> ڌَن+ دَنتَ= شاهوڪار ] شاهوڪار- ڏاتار- هٺ ڦاڙ. جُنگ- قوي- جانٺو- جبرو- ٽوٽانگ- ڏٽو مُٽو- ڏِگُ- زبردست- مضبوط.

تارون ٿا تڪرار وڃائن، جيئن گهوگهٽ ڪن گهڙا،
ديوانا ڌمتال اُهي آهن، واڳون جن جي وات.

(محمود فقير، ڪافي-17، ص-54)

• **ڌمالَ**: ث. [ع. دمارا] ٽپَ- ڪُڏَ- نچڪو. قلندري فقيرن جو ٽپڻ- نچڻ جو هڪ تار. دهل جي وڄت جو هڪ تار. پيرن فقيرن جي درگاهن تي هڪ خاص واڄو.

صوفي ٿي سِر صاف سُجاتا،
دلبا ديد دلال دا ڌمال دا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-31، ص-87)

• **ڌمالِي**: ذ. صفت. ڌمال وڄائيندڙ فقير.

مئي جو مُدامي "محمد" موالِي، دولهه دلاور درگاهه عالِي،
دائم درامي دانهه ڌمالِي، دربار دم جي ديدار درجو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-9، ص-14)

• **ڌمَڪُ**: ذ. لوهه جي تختيءَ سان يا وزن دار شيءِ، جنهن سان رستي جا پٿر ڪُٽجن يا هموار ڪجن- پٿرن پيچڻ جو اوزار. (شاعر مطابق) محبت جي ڌمڪ، جيڪا دل کي دردن ۾ پيڙهي ٿي.

حَي ڊِي چاڪ اسان ڪُون چايا،
ڌمڪ گهُور اندر وِچ گهايا.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-143)

• **ڏُنِ**: ث. [سن. ڏوَنِ= آواز ] آواز. راڳ جو آواز- سُر- ڳائڻ جو هڪ خاص اصول. ڳائڻ جو نمونو.

صورت صفا ڪيو سينگار سر جو،

ڏرپد ڏڪڙ سان ڏُن ڏيان ڏر جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-9، ص-13)

• **ڏناسرِي**: ث. [سن. ڏناشري] هڪ راڳڻيءَ جو نالو (مالڪوس مان). محمد فقير جي رسالي ۾ هيءَ راڳڻي 35 نمبر تي رکيل آهي ۽ هن راڳڻيءَ ۾ فقير صاحب جون 8 ڪافيون چيل آهن.

• **ڏنئڻُ**: مصدر. ڏمڻ کي هلائڻ- ڏمڻ سان باهه لڳائڻ. ڏنءُ ڏنءُ ڪرڻ- ڏان ڏان ڪرڻ جو آواز. ڦوڪڻ- پرڻ. ڪوشش ڪرڻ. سٽڻ- ڪُٽڻ- ڏک هڻڻ. ڳالهائڻ. ڏنئڻ هڪ لوهارڪو اوزار جنهن سان باهه تيز ڪبي آهي.

ڏنگ عشق دا ڏينيو، چڪ لڳا پئي چُڙ ڊِي،

ڏنوڻ ڏڳي، عشق اڳي، لاڳ لڳي هِن لوليان.

(محمود فقير، ڪافي-57، ص-81)

• **ڏُوتا**: واحد. ڏوتو. بدنظر- بدنظر ڪرڻ وارو- عيب جاچڻ وارو. ٺڳ- دغاباز. فريب ڪندڙ- دولابي- ويساگهاتي ڪندڙ.

مار رنبا تنهن روڳي ڪُون، ٽڙڪيل مار ٽڏيسون،

دشمن اسانڈا دورنگا ڏوتا، پيرين هيٺ پڏيسون.

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-125)

• **ڏوتيو**: ذ. گوڏ ٻڌڻ جو ڪپڙو- ڏوتي. انگوڇو- انگوشو- ننڍي گوڏ- انگرڪو.

رنبي آر ڪوٽي ڪسيئين، رُليا ڪندوسئين روڙ.

پڳ مروڙي پٽ تي، ڏوتيو هٽئين ڏوڙ.

(محمود فقير، گنگو، ص-106)

• **ڏُوتِي**: مذڪر. ڏُوتو. ذ. ٺڳي- فريب- دغا- دولاب- ڪوٽ- ويساگهاتي. (ٿ) ٻه ويڙهائو گلاخور- هني جي هني ڪندڙ.

ٿوساري سُجاڻين معنيٰ مرڻ جي،

پوءِ چاڪئون نهوڙيئي ڏوتيءَ ڏُتاري.

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-1، ص-235)

• **ڏُوپ**: ذ. واس- لوبان- سڳنڌ- سُرهاڻ- عطر- ڦُليل. ڄڙ جو هڪ قسم (جو جواهري يا سونارا زيور جي خالي ٽنگڻ کي پرڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن).

ڪمر ڪُلها يا ثمر ٻڌائون، امر لڳو تہ اريم،

ڏاڳا ڏوپ لڳن کي لائي، پياسي پنڌ پريم.

(محمود فقير، ڪافي-32، ص-63)

• **ڏُوڪَ**: صفت. مضبوط- جهالائو- جٽادار- هنڊائڻ ۾ گهٽو وقت هلندڙ (ڪپڙو) ڏڪَ (ڙڪڻ مان)- نيا (نيلهڻ مان). مٿان ڪان هيٺ زور ڏيڻ جي حالت.

ڪافي ڪُوڪَ، سُٽي ول ڏُوڪَ،

ڳئي پج پوڪ، ڪٽيا تو ڪوٽ ڪِني.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-112)

• **ڏوڪار**: مصدر. ڏوڪڻ. [سن. دَوَڪ] مٿان کان هيٺ زور ڏيڻ- دَٻڻُ- دَٻ. مُٺ ڪري نيلهي اندر وجهڻ يا اندر ڪرڻ. (شاعر مطابق) وڏو ڏڪيندڙ ٻاٽي- گهرو ٻاٽي- اونهي ڪنڌ.

پار گهڙيون ڏوڪار اندر، مون کي تار منجهان رب تاريندو.

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **ڏُومِ**: [سن. ڏوَنِ= آواز ] هُل- شور- گوڙ- آواز- لُڙ- بڪيڙو- گهمسان- ٻائيتال- غوغاءُ- ڪڙڪو- ماچانگ- چؤٻول- افواهه. شهرت- ناماچار. ناموس- هاڪ.

ڏيان ڏوروني ڏُوم مچائِي، پول پٽڪ سڀ ياڳي ري.

(محمد فقير، سر سهڻي، ڪافي-3، ص-204)

رَن ٿُرت تيڪون ڪائي سُرت نهين، اڄ ڏرت نغارا ڏوم وڄي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-111)

• **ڏُوٽِي**: ث. هري هري ڏُکندڙ باهه- ڏُونهين. فقير جو مچ- ڪنهن طعام کي ڏنل داغ- داڳُ.

موکي جي مٺ مٿي "محمد"، مدامي ماڳ منصوري،

ٽيڻ ديدار جي ڏوٽي، پتنگ پروان مشڪل آهه.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-3، ص-209)

• **ڏُٺِي**: فعل. چوندي- ڳولي- پسند ڪري.

غ- غفلت غير کي، ڏوتائون ڏُٺِي،

برهه وارن بين ۾، انحد گهور سُٺي.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-257)

• **ڏِيانُ**: ذ. [سن. ڏيان= خيال ] خيال- ويچار- سوچ- غور- تصور- ارادو- ڌُن- تَوَجهه- ساڏواني- خوص- قياس- سمجهه- خبر- ڪل. ڳُڻتي- فڪر- انديشو. طرفداري- عبادت- بندگي- پُوڄا. مُراقبو- لئون- محويت.

ڏيان ڏروني ڏوم مچائي، پول پٽڪ سڀ ياڳي ري.

(محمد فقير، سُر سهڻي، ڪافي-3، ص-204)

## ڏ

• **ڏُوُرُ**: ظرف. [سن. دُور= پري ] پري- دُور- ڏُورانهن- پرانهِن- وٿيرڪو- پنڌ تي- جُدا- پَرتي- گهٽو پري- آڳاهون- گهٽو مفاصلو- پرپرو- جو ويجهو نه هجي.

• **ڏورج**: مصدر. ڏورڻ. ڪنهن به شيءِ جي ڳولا ۾ رُلڻ- رَمڻ- پٽڪڻ- گهمڻ- ڀُٽڻ- پنوڻ- لُٽڪڻ- پرمڻ. اُجهڙڻ- کوجڻ. ڳُهُرڻ- چاهڻ.

محبت جي ميدان ۾، پلپل پون پُور،

ڏورج ڪيم ڏُور، "محمد" مني منٺار کي.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-256)

## ڊ

- **ڊاءُ**: ذ. [سن. در= ايذاءُ رسائڻ ] ڊپ- ڀؤ- خطرو- ڏرُ- ڊچ- هِراس. سنڪوچ- انديشو- اُٻڪو- تاب- دهشت- هيبت- ڏکو- ڏهڪو.

مين پيا سَڏ ڪران ڏاڍي تڏ ڪئون،
شالا ڪڏ پوين، نہ ڪنهن ڊاءُ ڊِني.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-112)

- **ڊِڍُ**: ذ. [هہ. ڊيندا= وڏو پيٽ ] وڏو پيٽ- پيٽ واري عورت جو پيٽ- حامل عورت جو پيٽ- معدو- اوجهري- گُجي.

ڀنگ پيين تو تنگ ٿُڪيا، ٻي لهر لڳي تئي لاڙي،
پيٽ اتئي جهڙو ڍُڪي گڏهہ، ڊِڍُ اتئي چاڙي.

(محمود فقير، موالي، ص-131)

- **ڊِنگُ**: ذ. صفت. [مر. ڊانگل؛سن. ڊِينَ: ڊِي= آڪاس ۾ وجڻ ] وڏو ماڻهو- شاهوڪار- امير. وڏو- جُنگ. شوخي- وڏائي.

وَرَ ڏئي پڙهون وظيفا، جت ڏم دنياداري،
"من ڪو ڊِنگ ڊهي پوي"، بخت لڳي باري.

(محمود فقير، موالي، ص-131)

- **ڊُولا**: واحد. ڊُولو. ذ. صفت. مُنهن سُوٽل- ٻوت- سُوٽل- چپن ٿلهو- چپن لڙيل- بدشڪل.

چَراخ مُنهين، چَپ تنهنجا ڊُولا جهڙا ڍَڪ،
ڦڦڙ مُنهين ڦوڪٽي، تنهنجو ناسون ٽوپيان نڪ.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

## ڍ

- **ڍارا**: واحد. ڍارو. ذ. [سن. دُرڪش] چوپڙ وغيره راند رهڻ لاءِ ٽبڪن سان هڪ سارِي- داڻو- چڪو. علم رَمل ۾ قسمت جي حساب لهڻ جي صورت.

عشق اوقاتي، سير سوغاتي، پئون ٻارهن پُورا ڍارا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-54، ص-96)

- **ڍولُ**: ذ. صفت. [سن. ڎُوَ+ "ل"= پڇاڙي ] مِنڻ- لُڏڻ- پَيڻُ- ساجن- پِرين- محبوب- ڍولڻ- دلبر- دوست- يار- مِترُ- سجڻ- ڍولو- ڍوليو- دلدار- مننار- معشوق- دل گهُريو- ساهہ سيباڻو. دادلو- لاڏلو- چَڇُلو- انگلي. ملوڪ- موچارو- سنو- سهڻو- ٺاهوڪو- عاليشان- مَن ملوڪ.

"محمد" اُلٽ اکين جو آرو، وحدت ورق وصال وارو،
عجب ڍول هٽي تو ڍارو، رمز جي رباب ۾.

(محمد فقير، شام ڪلياڻ، ڪافي-14، ص-215)

# ذ

• **ذاتِ**: ث. صاحب- مالڪ- ڌڻي. شيءِ جي حقيقت- ماهيت- اصليت- بنياد- پيڙهه.

ڪري وحدت جا وسڪارا، ظهورو ڪيو ذات،

وصل سان ورسي.

(محمد فقير، سُر سارنگ، ڪافي-9، ص-207)

• **ذاتِي**: ذ. صفت. ذات جو- ذاتيرو. حقيقي- اصلي- فطرتي- قدرتي- طبعي. نج. سياويڪ- عين بين- هوُبهو. (پراڪرت) سهج. ضروري- مڪيه. فلسفي جي اصطلاح ۾ ازل کان ابد تائين موجود ۽ قائم رهندڙ جوهر- الله تعاليٰ. حق ۾ حل ٿي ويل- حق ٻڏجي ويل وجود.

اڪيان والي اور اشاري، ظاهر ذاتي سُهڻي ساري،

'لا' دِي لعلي لائي، صاف صفائي.

(محمد فقير، سور تلنگ، ڪافي-42، ص-92)

• **ذاڪِرُ**: ذ. صفت. [ع. ذڪر= احوال ڪيو ] ذڪر ڪندڙ- ياد ڪندڙ- خدا جي عبادت ڪندڙ- عابد.

ذ- ذاڪر ذات جو، وسارين نہ وير،

محبت جي ميدان ۾، پرتئون پري پير.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-255)

• **ذُبحُ**: ذ. [ع] ڪنڌ ڪپڻ جي حالت- قتل- ڪوس- گهات. شرعي طرح ڪُهڻ جي حالت- حلال- تڪبير. قربان- بليدان- صدقو.

عشق عجب عُريان عاشق،

زوران زوري ذُبحُ ڪريندا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-60، ص-99)

• **ذڪا**: ث [ع] ذهين- فهيم. طبيعت جي تيزي- دانائي- هوشياري.

اڪيان اندر الله هي، بيشڪ بقا باالله هي،

قائم ڪثر ڪُلاهه هي، ظاهر ظفر ذاتي ذڪا.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-13، ص189)

• **ذڪائِي**: ذُڪاءُ. [ع] ذهانت- عقل- ڏاهپ- هوشياري.

"محمد" تي ماهر، طبل ساڻ طاهر،

ذڪائي ظاهر، پهري ڪلنگي چَٽ.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-26، ص-23)

• **ذُوالفقار**: ث. ٻن پاسن واري تلوار- حضرت علي عليه السلام جي تلوار جو نالو.

شاهِ مردان شيرِ يزدان قوتِ پروردگار،

لافتح اِلا علي لاسيف اِلا ذوالفقار.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-17، ص-62)

• **ذوقُ**: ذ. [ع] چکڻ جي قوت. ذائقو- لذت- مزو- سواد- حظ- ساءُ- لاءُ- شوق- چاهنا- چاتي. خواهش- اُمنگ. لطف-

خوشي- سرهائي- موج- آنند- فرحت. عيش- نشاط. اختيار- مرضي. پسندي. رَسُ- چشڪو- چش. وندر- ونڏنا. سڪ- چِڪ.

فڪر فيراقي فن دا، سانڊِ سيني وِچ سارا،
ذوق نہ ٿيوَئي ضايع، جوش جگر دا جهل تون.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-38، ص-89)

ر

• **رازُ**: ذ. [ف. راز= ڳُجهہ ] لڪل ڳالهہ- ڳُجهہ- ڀيدُ- اسرار. لِڪَ- مَنجُهہ.

قائم قادر ڪوڏ ڪبابِي، رنگي روپ ربابِي،
راڳ رقص رس راز رچڻ جو، بر سر باغ بهاريان ٿو.

(محمد فقير، سر پيروي، ڪافي-34، ص-28)

• **رازقُ**: ذ. [ع] الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. رزق رسائيندڙ- پالڻهار.

موالين کي مهر سان، پيو رازق ڏئي روٽي،
ڪونہ ڏنوسين ڪهن ملي تي، قبو ۽ چوٽي.

(محمود فقير، موالي، ص-129)

• **راس**: صفت. [ف. راست= برابر ] درست- برابر- پُورو- مڪمل. صحيح- تيار.

رُخسار رنگي ۾ راس رچي،
ڪري ثابت سهڻي ڳالهہ سچي.

(محمد فقير، سُر ضلع، ڪافي-1، ص-225)

• **راڳُ**: ذ. [هہ. راڳ] علم موسيقي- سنگيت- سُرن جي لاهہ چاڙهہ جو هڪ مقرر ماڻ. امروهي ڪان اروهي تائين ۽ اروهي ڪان امروهي تائين مقرر سُرن جي ميلاپ مان پيدا ٿيل خاص آلاپ - ڳائڻ- نفعو- سُرود- گانو. ذڪر- بيان- قصو. جذبو- پُور- ريچڪ.

قائم قادر ڪوڏ ڪبابي، رنگي روپ ربابي،

راڳ رقص رس راز رچڻ جو، برسر باغ بهاريان ٿو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-34، ص-28)

- **راڳُ رُوپُ**: ذ. ڳائڻ وڄائڻ. راڳ رنگ. عيش عشرت- جشن- خوشيون- مزا.

مست ٿي ميخان ۾، رندن ڪيا ٿي راڳ روپ،
پِرت جي پيمان ۾، رندن ڪيا ٿي راڳ روپ.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-5، ص-234)

- **راهُو**: ذ. صفت. رهاڪو- رهواسي.

ٿوربي ڪنهن ٿل سان، جيئن راهُو وني رند،
سر صدقو تنهن سرور تان، ڪاٽي ڏجي ڪند.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

- **راهُوندي**: راهُوند. اسم خاص. هالا شهر کان هڪ ميل اوڀر طرف هڪ تڪيو (جتي مخدوم امين محمد پڪا اڏي وجي زهد ۽ عبادت ڪئي، انهيءَ تڪئي کي 'پڪا' بہ سڏيندا آهن).

راهُوندي رهاڻ جي، رنداني رسمات،
گاروڙي گلزار ٿيا، گهورن واري گهات.

(محمد فقير، بيت-45، ص-270)

- **رائي**: رائو. ذ. [سن. ريتم= وارِي ] تمام سنهي ريتي- ڪڪري. هوا ۾ اُڏامندڙ مٽي.

قطار جا ڪلوار جي، للڪار سان لڏي،
ڪارا اُٺ ڪوهيارل جا، ڪن رائي ۾ رڏي.

(محمود فقير، ڪافي-20، ص-57)

- **رَبابُ**: ذ. [ع] هڪ قسم جو ساز (طنبوري جهڙو ۽ منجهس چار تارون ٿين مگر لس ٻيلي ۽ ڪيچ ڏانهن (باب پنجن تارُن وارو ٿئي).

پائي چيريون پير ۾، ڪولي رنگ ربابُ.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-52، ص-95)

- **ربابي**: ذ. صفت. رباب وڄائيندڙ- ڳائڻو.

هٽي نعرو نينهن جو، نوبت نوابي،
رنگي ربابي، رندي ڪن سي راڳ ٿا.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-250)

- **رَبُوبِي**: رَبُوبيتَ. ث. صفت. رب جي خُدائي- اُلوهيت. خُدا جي ڪُل ڪائنات.

رکي راز ربوبي رنگ جو، رمزن سان رندان رچان ٿو.

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-4، ص-222)

- **رتاهي**: رَتَلُ. ذ. صفت. ڳاڙهو. لال- سُرخ. پڪل- پچي ويل (ميوو وغيره) رڱيل- رچي ويل (اِلاهي عشق ۾).

گلشن گيان گادِي، شائق شراب شادي،
"محمد" منگهن منادي، رندي رسم رتا هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-6، ص-124)

• **رَتو**: ذ. صفت. رت جهڙو- ڳاڙهي رنگ ۾ رڱيل- رتل- ڳاڙهو- سُرخ- لال. **پڪل**- رچي ويل (اِلاهي عشق ۾).

• **رَتِي**: ث. صفت. [سن. رَڪتَ= رت > رتي ] تمام ٿورو حصو- ذري- اَٽي- ڦُڙي.

ڪات وهي مَرڪنڌ تي، رَتي نہ وهي رت،
”محمد“ واري مت، مستي جو ذڪور ڪيو.

(محمد فقير، بيت-156، ص-282)

• **رَٿ**: [ع] پراڻو. بدحالي.

رَٿ وانئر جيهي تون هئين ڪانئر ڪُتِي.
ايهين شاعر آنديئي ني چوڙ جنگي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-113)

• **رَڃِي**: رَڃُ. ذ. خوش- سَرهو. (ظرف) ڍؤ تي- چڱيءَ طرح. گهڻو.

وڏي پاڳ پائي، ڪڙا راڳ ڳاوي،
تون بي جهاڳ، وجي تيڏا روح رجي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-113)

• **رَچڻُ**: مصدر. [سن. رَنج= رڱجڻ؛ هہ. رَچنا= رڱجڻ ] رڱڻ- رنگ ڏيڻ. رچي لال ٿيڻ. اِلاهي محبت ۾ محو ٿيڻ. ڪنهن درويش جي صحبت مان فيض پرائڻ.

قائم قادر ڪوڏ ڪبابي، رنگي روپ ربابي،
راڳ رقص رس راز رچڻ جو، بسر باغ بهاريان ٿو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-34، ص-28)

• **رَچِي**: ڏسو ”رچڻ“.

رند رهي راضي رضا تي، روپ رنگينو رکي،
راز رهبر جي رسالت، رمز رندي ۾ رچي.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-3، ص-200)

• **رخت**: ذ. [ف] هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو. سُني پوشاڪ. **خلعت**. ريختو. اسباب- سامان- مڏي. ذخيرو- ڪاڏي جو سامان.

رخت رلي تي جهڙپ ڏيندا، ول آوندا هڙپ هزارا،
سؤ ڪوهہ اُتي پرجوهہ رکي، مين لوهہ لکي پرتارا.

(محمود فقير، گهوڙو، ص-101)

• **رُخسار**: ذ. [ف] ڳِٽو- ڳِلُ- مِڻَ.

چوڙي دا چمڪار ٿيا، چمڪا سيني وِچ سارا،
رُخسار ڏني مختيار ٿيس، اختيار عشق دا آرا.

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-123)

• **رِدَا**: رِدا. [ع. رداء] **چادر**. **عقل**- تلوار.

آرا تنهن عاشق جا، باروچل ٻُڏا،

وهن تا وجود ۾، روغن تي رڌا.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

• **رَڍِي**: ث. ننرپائي- ضد- گهپي- اڙِي. اَهنبائي- ارڏائي.

قطار جا ڪلدار جي، للڪار سان لڏي،

ڪارا اُٺ ڪوهيارل جا، ڪن رائي ۾ رڍي.

(محمود فقير، ڪافي-20، ص-57)

• **رِزمُ**: ث. [ع] لڙائي- جنگ- ويڙهه.

بزم نظم رزم جو، سمجهي سارو سِر،

"محمد" گياني گُر، گگن ۾ گلزار ٿيو.

(محمد فقير، بيت-251، ص-293)

• **رِسالتَ**: ث. [ع. رسالة> رَسَلَ = هن نياپو موڪليو ] پيغمبري- سفارت. نبوت.

روپ رنگي رُخ راز رنگيني، رمز رندي دِي رسالت هي.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-3، ص-233)

• **رَسماتُ**: رُسومات، رَسُومَ، رَسمون. واحد. رَسمَ. ث. [ع. رَسَمَ= هن نشان ڪيو ] نقش- شان. لڪت- تحرير. دستور- قاعدو. رواج- ريت- هَلي چلي. عادت- هلت- روش.

رڳ رڳ رقص راڳ سان، رنگ رموزي رسمات.

(محمد فقير، هفتو-1، ص-262)

• **رَفتارَ**: ث. [ف] چال- هلڻي- پنڌ- تيزي- تِڪَ. ڍنگ- ريت- روش.

رخ رنگيني راز واري، رهبري رفتار سان.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-3، ص-234)

• **رَقصُ**: ذ. [ع] ناچ- نِرت. اُڇَل- ٽِپ.

راڳ رقص رس راز رچڻ جو، برسر باغ بهاريان ٿو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-34، ص-28)

• **رَقيبُ**: ذ. صفت. [ع] نگهبان- راکو- محافظ. چاري- جاسوس- حريف- هم پيشه- دشمن- ويري. مخالف. معشوق جو ٻيو عاشق. (اسم خاص) خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

رمز رقيب جي، آذيءَ عجيب جي.

(محمود فقير، ڪافي-7، ص-48)

• **رقيبن**: ڏسو. "رقيب".

روحاني راز جي رنگ ۾، رهي راضي رقيبن سان.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-12، ص-189)

• **رَل**: مصدر. رَلائڻ. گڏائڻ- ملائڻ- گڏ وچڙ ڪرڻ.

مَحل مُحلي، سي طنبيلي، چوڙ دهلي رَل ڳئي.

(محمود فقير، ڪافي-64، ص-85)

• **رَلاوي**: ڏسو. رلائڻ.

جيڪو اپنا آپ گنواوي، بيرنگي ڊِي رمز رلاوي.

(محمد فقير، سُر توڙي، ڪافي-7، ص-221)

- **رَلائي**: ڏسو. رلائڻ.

رڳ رڳ اندر رمز رلائي، راڳ رقص رنگ لايان لايان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-34، ص-88)

- **رَلو**: ذ. گهوڙي جي پنڌ جو هڪ نمونو- گهوڙي جو وچترو پنڌ (جنهن ۾ سوار کي تڪليف نہ ٿئي).

ڇُٽڪي ٿو ڇُوهہ منجهان، سو رانديگر رَلو.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

- **رماڪ**: [ع] ٻيڙيءَ جو بادبان.

چشم چراغ، فوج فراق، ڏيون رماڪ رحمت ڊِي.

(محمود فقير، ڪافي-52، ص-78)

- **رِم جِهم**: ث. [هہ] ٻُوند ٻُوند- ڦُڙ ڦڙ- ٽِم ٽِم (مينهن جي). مينهن جي ڦڙين جو آواز. برسات جي اها حالت جا طبيعت کي فرحت بخشي. فرحت- خوشي. بهاري.

رنگ برنگي رنگو راندر، رِم جِهم رنگڙ الا ياهي.

(محمد فقير، سُر سارنگ، ڪافي-3، ص-205)

- **رَمز**: ث. [ع] اکين، ڀرُن يا چپن جو اشارو- اُهڃَ- غمزو. نشاني. اُهڃاڻ- علامت. ڳُجهارت- لڪل ڳالهہ. ذو معنيٰ ڳالهہ. اٽڪل- تجويز- ڍنگ- ڪيڏ. ڳجهہ- راز.

رڳ رڳ اندر رمز رلائي، راڳ رقص رنگ لايان لايان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي34- ص-88)

- **رُمُوزي**: رُمُوز. ث. [ع. رمز جو جمع رُموز] رمزون- نشانيون- اُهڃاڻ- اشارا. اٽڪلون- ڪيڏون- حرفتون- چالاڪيون. ڀيد- راز.

رڳ رڳ رقص راڳ سان، رنگ رموزي رسمات.

(محمد فقير، هفتو-1 ص-262)

- **رنبا**: واحد. رنبو. ذ. گاهہ ڪيڻ يا زمين وغيره کوٽڻ جو هڪ لوهي اوزار- کُرپو. واڍڪي ڪم جو اوزار- ڪاٺ ۾ سل ڪيڻ جو اوزار (ڇيٽيءَ جهڙو).

مار رنبا تنهن روڳي ڪُون، ٽڙڪيل مار ٽُڏيسُون.

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-125)

- **رَنبي**: ث. [سن. رَبِ= آواز ڪيڻ، رَمبِ ] وڏو آواز- دانهن- ٻاڪار- رڙ. وڏي آواز سان سڏ يا هڪل. ريهاڙ. جانورن جو آواز (خصوصاً مينهن ۽ ڍڳيءَ جو)- آواز- ڊِڪَ- ٽاڏ.

درويشڻ پئي دانهن ڪريندي، روز اُٺامين رنبي.

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-122)

- **رَنڊُ**: ذ. [سن. 1. رِندر= چير، خال. 2. رَنڌَ= رستو ] ڪوهستان يا پڪي زمين جي واٽ. گس- پيچرو.

نياڳي ننڊ، اجائي ننڊ، ڪڙي جا رَند، ونيو روڪي.

(محمود فقير، ڪافي-52، ص-78)

• **رِندُ**: صفت. اڻموٽ- نتيجن کان بي پرواهه. لا اُبالي. لاغرض. مست- متوالو. بهادر. فقيري- مستي. سچو- ثابت قدم.

رَتُ وَهندِي راند ۾، روئن ڪين رِند.

(محمد فقير، بيت-191، ص-286)

• **رندان**: ڏسو. رِندُ.

رکي راز ربوبي رنگ جو ، رمزن سان رندان رچانئو.

(محمد فقير، سُر کنيات، ڪافي-4، ص-222)

• **رندانو**: ڏسو. رِند.

سڀ سينگار صفاتي، سارو بهري آيو پوش پڳارو.

ياقي يار يگانو، راز رندانو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-32، ص-87)

• **رَنگُ**: ذ. رنگ- هلڪو وَرِنُ- هلڪو رنگ. چِٽُ- چٽسالي- نقش- چٽاڻ. رَتو- رنگو- وَرنو- رُوپ- رونق- چهرو.

رڳ رڳ اندر رمز رَلائي، راڳ رقص رنگ لايان لايان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-34، ص-88)

• **رُنگَ**: ٿ. جيڪي ملي تنهن کان ٿورو زياده جي گهُر- سوائي- وزن کان وڌيڪ. ذرو- ٿورو- پچڪڙو- چُڪو- ڦُڙي- چُنگي- ٽيپو. پتي- حصو- پاڳو.

رنگ برنگي راز سان، وني رَئي رَئي رُنگَ يار.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-29، ص-24)

• **رنگُ برنگي**: صفت. گهڻن ئي قسمن جي رنگن وارو- گهڻن رنگن وارو- رنگين چٽڪمرو- پٽاپٽي- نموني وارو.

رنگ برنگي رنگپور اندر، رِم جِهم رنگڙا لايا هي.

(محمد فقير، سُر سارنگ، ڪافي-3، ص-205)

• **رنگڙا لاياهي**: رنگ لائڻ. اصطلاح. رنگين ڪرڻ- رنگ لڳائڻ- رنگدار ڪرڻ. تماشو ڪرڻ- رونشو ڪرڻ- وڏي سُهڻائي پيدا ڪرڻ.

رنگ برنگي رنگپور اندر، رم جهم رنگڙا لايا هي.

(محمد فقير، سُر سارنگ، ڪافي-3، ص-205)

• **رَنگِي**: رنگ برنگي- گوُناگون- رنگين رنگين. گهڻ رنگي. (صفت) رنگ وارو- رنگدار- رنگين. رنگيلو- طرح طرح جي رنگن وارو.

سنگي ساز، ننگي ناز، رنگي راز رتيان، مُرگان مست متيان.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-11، ص-159)

• **رِنگِي**: رِنگ. ٿ. رَوئڻ جو آواز- سنهو روڄ- رِينگو- رِينگٽ. گهِپي- ڪِلڪِل- ڪِنجهڪو- ڪُوڪُو. اُٺ جو آواز.

مَيا منزل تي، رِنگي ٿيا روانا.

(محمود فقير، ڪافي-33، ص-63)

• **روٺ**: ذ. وڏي ماني- ٿلهي ماني. روڍلو- روٽلو. ڳُڙ ۽ اٽي مان تيار ڪيل مِٺي ۽ ٿُلهي ماني.

روٺ ورهائي ڪوٺ ڪٺيو اٿم، گهوٽ اچي گهر گهاريندو.

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **رُوپُ**: ذ. [سن. رُوپُ= مُنهُن ] مهاندو- مُکُ- مُکڙو- مُهڙ- بُوٿُ، ڍَوُل- آڪارُ- گهاٽ- ڍَنگُ- آچارُ- ويس- بانو- نمونو- ريت- طرح- طريقو. سُونهن- خُوبي- جمال- جوڀن- رنگ- رنگت.

روُپ رنگي رُخ راز رنگيني، رمز رندي ڏي رسالت هي.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-3، ص-233)

• **روجُهون**: واحد. روجُهه. [پرا. روجهو. سن. رشيہ] جانورن جو هڪ قسم- جابلو هرڻ جو هڪ قسم- چؤسڱو هرڻ- اَچن پيرن سان ڦاڙهو. ڳئون جي شڪل تي هڪ ڦاڙهو. نيلي ڳئون. (نيل گاءِ)

ريڊون اچن روجهون، چانگ ڪيو چيلا.

(محمود فقير، خيري، ص-136)

• **روُحاني**: صفت. رُوح جو- روح وارو- رُوح سان رابطو رکندڙ- آتمڪ- رحماني- غيرجسماني- اندروني- اندريون- باطني- ڳُجهو. پاڪ- صافُ- مقدس- پوترُ- سڳورو.

رُوحاني راز جي رنگ ۾، رهي راضي رقيبن سان.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-12، ص-189)

• **رُوڙ**: ٿ. ڊُهڙ- پَٽ- ڇِنَ- کوهَہ- کرڙڻ.

رنبي آر ڪوٺي ڪئينسين، رليا ڪندو سنئين روڙ.

(محمد فقير، گنگو، ص-106)

• **رَهبَرُ**: ذ. [ف. رَه+ بر> بردن= نيڻ- وٺي وڃڻ ] رستي سان وٺي هلندڙ- رستو ٻڌائيندڙ- رستو ڏيکاريندڙ- دڳ لائيندڙ- واٽ ڏيکاريندڙ. سُونهون- يُومير- رهنما- هدايت ڪندڙ- پيشوا- مهندار- سردار. مددگار. حامي. حمايتي- واهِرُو. ريبارو- قاصد- نياپو رسائيندڙ- مرشد- هادي- گُرو.

راز رهبر جي رسالت، رمز رندي ۾ رَچي.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-2، ص-200)

• **رهبري**: ٿ. [ف] رهنمائي- سُونهپ- اڳواڻي. پيشوائي- هدايت. مهنداري- سرداري. حمايت- مدد- واهِرُو- مددگار.

رُخ رنگيني راز وارِي، رهبري رفتار سان.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-3، ص-234)

• **رَهلو**: ذ. سنگت- دوستي- ياري- صحبت- آشنائي. ميلاپ- گڏجاڻي- ملاقات.

رهلو سپ رُسي ويو، ڪٺي خيال خوشي.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

• **رَئي رَئِي**: ظرف. تمام گهڻي تڪليف سان- وڏي مشڪلات سان- ڏاڍن ڏکن سان. ڏاڪڙن سان- لاچارُ- ڏُکيو- اَهنجو- مشڪل. روئي روئي.

رنگ برنگي راز سان، وٺي رئي رئي رُنگ يار.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-29، ص-24)

• **ريفي ريف**: [ع. ريفُ] سرسبز ميدان- چراگاهه.

**كيفي كيف، ريفي ريف، سيفي سيف سلطاني.**

(**محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي**-30، **ص**-25)

- **رِيڪ**: ث. پٽڙي مٿي- رابڙو- رَبڙي.

**ڪفن ڪوس ڪٽا لاهين، رُليا هڻ مَ رِيڪ.**

(**محمود فقير، موالي، ص**-127)

- **ريلا**: واحد. ريلو. ذ. اسم [پرا. ريلَ] وهُ- وهڪرو- ڳِٺَ- ندي- ڌارا- نَهَرُ- ڌارَ- وَهَڪَ- سِيرَ- رواني.

**ڪاٺُ وڙهو ڪنڌ تي، ريلا ڪيا رت.**

(**محمد فقير، بيت**-155، **ص**-282)

- **ريهِي**: مصدر. ريهڻ. ريهہ ڏيڻ- ٽانڪڻ- ڳنڍڻ- گڏڻ- ملائڻ- جوڙڻ- ميڙڻ- گڏڏائڻ. ريجهائڻ- ڏُتارڻ.

**سانگي کهڙي نوي ميان، سفر سنباهيئي الا!**

**رمز انهيءَ دل رهي.**

(**محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي**-4، **ص**-192)

## ز

- **زابِرُ**: ذ. صفت [ع. جابِرُ: جَبَرَ] جَبَر وارو. جابر- زورآور- زبردست. ڏاڍو- بهادر- پهلوان. ظالم.

سهڻي سراسر صورت صفاتي، ظاهر ظهورو زابر ٿيو ذاتي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-9، ص-13)

- **زاغ**: [ف] ڪانءُ- ڪانگ- ڪانوَ. ڪمان جي گوشي جي نوڪ- هڪ راڳ جو نالو.

زاغ اُڏاري باغ ڏنئون، وجي بديل جا بهشتي.

(محمود فقير، ڪافي-32، ص-162)

- **زاني**: زنا ڪندڙ- فاسق- فاجو- گنهگار.

زاني ظالم زُنارِي، زاهد ذاڪر زور.

(محمد فقير، بيت-217، ص-289)

- **زاهد**: پرهيزگار- پارسا- پاڪ. خداپرست.

ڪٿي زابر ڪٿي زاهد، ڪٿي ساقي ڪٿي ساجد.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-11، ص-214)

- **زائد**: ظرف. [ع] زياده- وڌيڪ- واڌو- وڌيل- گهڻو وڌيل- فضول- اجايو- فاضل- بچت- فالتو- پاڇي (شاعر مطابق) واعدو ڪيو. قول ڪيو. انجام- اقرار- وعدو ڪيو- انجام ڏنو.

تون زائد ٻڌو جَندَ هُڙا، ڪڻي ڏينهن سنيال.

(محمود فقير، گنگو، ص-107)

- **زربفت**: [ف] ڪيمخواب. ڪپڙي جو هڪ قسم، جنهن تي سون ۽ ريشم جون تارُون لڳل هونديون آهن.
- **زريُون**: واحد. زري. [ف] سُنهري تار- سون جي تار. سُنهري تارن سان مڙهيل ڪپڙو.

زربقت زيور زريون، هيرا چڏيان هاري.

(محمود فقير، ڪافي-6، ص-47)

- **زُلفُ**: ذ. [ف] رات جو پهريون حصو. وار- ڪاڪُلَ- گيسو. لونڊڙيءَ جا وار- ڪنن مٿان وارن جي چڳ- (وارن جي) گهُنڊي- چڳ- ڪنڍڙو.

تنهنجي دام زلف زُنار وجهي، اظهار ڪيو ارشاد اسم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-40، ص-31)

- **زَم زَم**: اسم خاص. [ع] مڪ شريف، ڪعبة الله ۾ هڪ کوهه جو نالو (جيڪو حضرت اسماعيل عہ سان منسوب آهي. زم زم جي لغوي معنيٰ آهي، بيهه بيهه، رُڪج.

ظاهر ذات ظهورو ذاتي، ذوق زنخ جو زم زم زم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-40، ص-31)

- **زمانُ** 1: ذ. [ع] واڳ.

• **زمانُ** 2: ذ [ع] وقت- عرصو- ساعت- عهد. فرصت. ڪال. گرامر ۾ وقت لاءِ نھرايل لفظ.

چيو 'محمد' مير مُربي، احمد زور زمان،

پڙهو حج اڪبر.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-22، ص-118)

• **زِنا**: ذ. [ع] غير عورت سان مباشرت- ڌاري زال سان همبستري- حرام- بدڪاري- حرامڪاري.

نڪو لاڙو لُنگ ڏي، نہ زِنا جو ڪو ذوق.

(محمد فقير، بيت-237، ص-292)

• **زُنار**: ذ. [ف] اهو ڌاڳو جو هندو ماڻهو مذهبي رسم موجب ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن. جڻيو. قليد خانو- بند خانو. (2) اهو ڌاڳو يا زنجير جيڪي عيسائي، مجوشي ۽ يهودي چيلهہ ۾ ٻڌندا آهن.

تنهنجي دام زلف زنار وجهي، اظهار ڪيو ارشاد اسم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-40، ص-31)

• **زُناري**: زنار ٻڌل. جڻيو پائڻ وارا.

زابر ذاتي، ذوق زلف ڪيو، سُوئرن سان صُنعانا،

زوران زور زُناري زم زم.

(محمد فقير، سُ لوڙائو، ڪافي-6، ص-69)

• **زنبور**: ذ [ف] ماڪيءَ جي مک.

مار زنبور جگر وچ زوري، سيني نال ستيوئي.

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-118)

• **زنگُ**: مصدر. رنگ وجهڻ. عداوت وجهڻ- دشمني وجهڻ- وير پائڻ.

محبت مور، چڪيندا ڏور، هن زنگ زور زحمت دي.

(محمود فقير، ڪافي-52، ص-78)

• **زنگي**: گل جو هڪ قسم. رنگ ملڪ جو وينل حبشي- عداوت رکندڙ- دشمني رکندڙ.

زهر دار ظالم، زلف زور زنگي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-57، ص-39)

دُرس دلير، روزاور زنگي.

(محمود فقير، ڪافي-13، ص-52)

• **زُوم**: ذ. زور- ٻل- طاقت- قوت. ڏاڍَ- ڏاڍائي. دست درازي. گهُٽ ٻوساٽ- غضب- زور زبر.

ڏوم هلڻ تي زوم رکيندا، روپ وِچون رؤ دارا.

(محمود فقير، گهوڙو، ص-101)

• **زهردار**: زهريلا- زهر سان ڀريل- خطرناڪ- موت مار.

زهر دار ظالم زور زنگي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-57، ص-39)

• **زيب**: ذ [ف] سُونهن- حُسن- سوڀيا- خوبي- خوبصورتي. آرائش- زيبائش- سينگار- خوشنمائي- رونق- تيج- جلوو- جهلڪو- پرتاب. تجمل- آب- چمڪ.

• **زينت:** ث. سينگار- سونهن- نزاڪت- سوڀيا.

**ذاتي زينت زيب جو، ظهورو ظاهر.**

(**محمد فقير، سي حرفي، ص**-250)

# س

• **ساٿُ:** ذ. [سن. سَهِت- سارت= ساٿ ] **اُنن جي قطار- قافلو- ساٿو- سوداگريءَ جو مال يا لڏو. جماعت- انجمن- سوسائٽي- سنگت- ياري. جوڳ- جوڙ- ڳنڍ- اتفاق. ميلاپ- ايڪو- آڌار. رفاقت- شوڪت. نڪاح. گڏ- سميت- سان- وٽ.**

**سرور جي سُهاڳ جو، سُرهو سمجهي ساٿ.**

(**محمد فقير، بيت**-128، **ص**-289)

• **ساٿَ:** ث. کِهمَ- ماڪَ- آلاڻ- ماٿَ.

**ڪيڙ وَليُن جا ڦيڙ مٿي تي، سانوڻ جي پئي ساٿ.**

(**محمود فقير، ڪافي**-16، **ص**-54)

• **سانٽو:** ذ. [سن. ساهَٽيم> سَٺَ= مٽاسٽا ] **عيوض- بدلو- بَدو- بدر. وارڦير- اُٿل پُٿل- مٽاسٽا- وارو وٽي- ڏي وٺ- بدل سدل. وڏو واپار- سودو- سٽر- داءُ. شرط.**

**سانٽو مير جو سمجهي سارو، رکيو ساقي ساڻ سوپارو.**

(**محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي**-21، **ص**-118)

• **ساجد:** ذ. صفت. [ع. سَجَدَ= هُونميو ] **ڪريل- ڊٺل- ليٽيل- نميل- نمندڙ. سجدو ڪندڙ.**

**ڪرن سودا سِر دا غازي، ساجد ٿي سِر گهور.**

(**محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي**-19، **ص**-19)

• **ساڃا:** واحد. ساڃي (ظرف) **چڱيءَ طرح- چڱيان- ڀليءَ ڀت- خوب- نيڪ طرح- دُرستيءَ سان- پوريءَ طرح- خاص طرح.**

**سِر سنباهي سورهيہ صادق سنيري ٿيا ساڃا.**

(**محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي**-32، **ص**-26)

• **ساڃي:** واحد. ساڃو. ساز- واڃو- باڃو.

**سُرودي ساز ٿئي ساڃي، وڃي ويراڳ دي واڃي.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-14، ص-16)

• **ساڄ**: [هہ] سچ.

ساڄُ سُنايا سَتگُر ساڪي، ساڄُ برابر تاپ نهين.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ ڪافي-11، ص-178)

• **ساڌ**: ذ. صفت. [سن. ساڌُ= ڌرمي ماٺهو ] ڌرمي ماٺهو- فقير- ساڌو. ڀڳت- پوڄاري. مهاتما. سَنت- جوڳي- درويش- سنياسي- راهب- اشراف. سَگڙُ.

ساڌ سمن ڪي گڏ گرڙا گهمسان.

(محمود فقير، ڪافي-74، ص-98)

• **ساڌُو**: ذ. صفت. [سن. ساڌُو= درويش ] چڱو- ملوڪ- گُڻائتو. ايماندار- عزت وارو. معصوم- بي گناهہ. فقير- درويش- سنت- سنياسي- ڪاپڙي- ويراڳي- جوڳي- ٻالو پولو- سادي دل وارو.

صاحب سَنتا ساڌو سُترا، صُوفي سُرت سُجان هون.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ ڪافي-16، ص-180)

• **ساڌُن**: واحد. ساڌو. ڏسو ’ساڌو‘.

ساسن ساسُ سروپي ساجن، نرت نظاري سُرتي ساڌن.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ ڪافي-12، ص-179)

• **ساسُ**: ذ. [سن. شواس= ساهہ ] ساهہ- جان- پران- پساهہ- دَمُ- جيءُ. جيءُ. حياتي- جندُ- زندگي- جياپو- جُوٽا- عمر- چمار.

ناب سي نام اُنايا مئين، ساسُ سرپ سمايا مئين.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-7، ص-173)

• **ساسِي**: ذ. صفت. ساهوارو- جاندار.

ڪُل شيءِ محيط اَلا ڪي، ثابت ٿيئڙا ساسِي.

(محمد فقير، سُر ٽوڙي، ڪافي-8، ص-221)

• **ساغَرُ**: ذ. [ف] شراب پيئڻ جو پيالو- جام. پيالو.

ساغر صُراحي ساز سان، سارو سراسر سُود تون.

(محمد فقير، سُر بهاگ، ڪافي-12، ص-60)

• **ساقِي**: صفت. [ع. سَقّي= هُن پياريو ] محفل ۾ شراب ورهائيندڙ- مئي ورهائيندڙ- شراب ورهائيندڙ. (اصطلاح طور) سخي. معشوق- محبوب- صنم.. (صوفين مطابق) مرشد ڪامل، جيڪو توحيد ورهائيندو رهندو آهي.

ڪِتان ساقي سُرخ ساغر، ڪِتان سِر سليندا سليندا.

(محمد فقير،سُر تلنگ، ڪافي-13، ص-92)

• **ساڪياتي**: ساڪائتو. ذ. صفت. ساک وارو. سُپتيو- آبرو وارو- معتبر- مانائتو- آشراف. موچارو- چڱو- خاصو.

سَروَن گيان مَنَنُ نڌياسين، ساڪيا تي سينگار ڪيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ ڪافي-6، ص-176)

• **ساڪِي**: [هہ] سَکي. ساهيڙي- دوست. سرتي.

ساڄُ سُنايا ستگُر ساڪي، ساڄُ برابر تاپ نهين.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-11، ص-178)

• **ساڳُ:** پاڄي.

چاڙهين سرتيون سدا مند ساڳ.

(محمود فقير، ڪافي-14، ص-52)

• **سالِڪُ:** ذ. [ع. سَلَڪَ] حال جي زور تي طريقت جون منزلو طئي ڪندڙ صوفي- درويش- خدا دوست- پُهتل شخص- عابد- مُقدس- مهاتما- ولي- اولياء. پابند. شرع- عالم- سلوڪ وارو. سياڻو- ڏاهو- ڳنڀير- سَمجهُو.

اَلانسان سِري ڪهه ڳَهندا اي، رنگي رنگ رَلايا هي،

سمجهه سالڪ رندي رايا.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-4، ص-167)

• **سالِمُ:** ذ. [ع. سَلَمَ= سلامتي ] سليم. صاف دل. شريف. سلامتيءَ وارو. تازو- توانو- تندرست- چڱو ڀلو.

صفا سير سير جي، ڪري سُرت سالم.

(محمد فقير،س ُر بنست، ڪافي-14، ص-161)

• **سامَ:** پناهه- اَجهو- اَمانت- اوٽ- بچاءُ- رکيا ڪسڻا- حفاظت- پنارو- حمايت. عيوضو- بدلو- صدقو. (ظرف) وَهيٺو- برابريءَ جهڙو- برابر- لائق- جوڳو- جهڙو- ساڳيو.

سمي جي پئي سامَ، مُهاڻا مخمور ٿيا.

(محمد فقير، بيت-50، ص-271)

• **سامانو:** صفت. مانَ مُهت وارو- مانائتو. مقبول.

سُڻايان سُر صفاتيءَ سان، سنباهي ساز سامانو.

(محمد فقير، متفرقہ ڪلام، ص-241)

• **سامِي:** سوامي- هندو فقير. فقيرن جو هڪ قسم. سالڪ- سنت. فقير- درويش- الله لوڪ- گيڙو رتا ڪپڙا پائي گهمندر فقير. جوڳي- بيراڳي- آڌوتي.

سامي سانڍي سُور، هليا ويا هنگلاج ڏي.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-1، ص-191)

• **ساندا:** ساندو. ذ. ڪرڙي وانگي سُرندڙ جانور جو هڪ قسم.

ويڙهه ڪرين ٿو سِڙهه وانگون، ساندا ٻَڌا سور.

(محمود فقير، گنگو، ص-106)

• **سانڊ:** سانڍڻ. مصدر. [سن. سند. بچائي رکڻ] سنڀالڻ- سنڀال لَهڻ- تاتڻ- رکڻ- ذرڻ. بچائڻ- حفاظت سان رکڻ. خبرداري ڪرڻ. رکي ڇڏڻ. لڪائڻ.

فڪر فيراقي فن دا، سانڊ سيني وچ سارا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-38، ص-89)

• **سانگا:** واحد. سانگو. سُنو سبب- پورو وجهه- پورو ٽِڻُ- پورو وقت- پوري مهل- وقت سِر. ڪاروبارَ ڪوٺي- ڪم. واسطو- لاڳاپو. آسرو- اميد.

سپ سٽي سانگا صفاتي، صاف ٿي سورهيہ سخي.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-2، ص-199)

• **سانگَ سَجايا**: سانگ سجايو ڪرڻ يا ٿيڻ. ڪو ڪم خير خوبيءَ سان پورو ٿيڻ يا ڪرڻ.

**بُلند بانگ، طلب تانگهہ، ڪيا سانگ سجايا.**

(محمد فقير، سُر پيروي ڪافي-72، ص-49)

• **سانگي**: واسطي- سبب- ڪارڻ.

**شوق دي شاهي شور، آيا ماهِي ميڏي سانگي.**

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-13، ص-196)

• **سائو**: سائي رنگ جو ڍڳو. ڍڳي جو هڪ قسم.

**بگو ڍڳو بيسُرو، سائو سرڪاري.**

(محمود فقير، خيري، ص-133)

• **سُبحانُ**: ذ [ع. سَبَحَ= هُو پاڪ ٿيو ] پاڪ- قُدوس- مُبرا. خدا پاڪ جو صفاتي نالو. تعريف ڪيل- ثنا جو لائق- ساراهہ جو مستحق.

**سارو سينگار سمجهي، سُبحان سِر چوان ٿو.**

محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-10، ص-112)

• **سُبحاني ما اعظم شالي**: چا تہ منهنجو اعليٰ شان آهي. بايزيد بسطامي رح جو بي خُوديءَ ۾ هنيل نعرو .

**سُبحاني ما اعظم شاني، اُلٹو اُلٹ اآلائين ٿو.**

(محمد فقير، سُر ڪوهياري، ڪافي-7، ص-184)

• **سَبِيلَ**: ث. [ع. واٽ] راهہَ- واٽ- رستو- سڙڪ- پيچرو- گس. طريقو. تدبير. صورت. بندوبست. وقف. خداڪارڻ. پيارڻ لاءِ پاڻي يا کير- خيرات. سچي- خالص. (صفت) ڳپل- جال- ڀهون- سرس. دستور- چال- ڍنگ- هلت.

**سُجائي سبيل، سِر ڏين ٿا سونهن ۾.**

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-258)

• **سَتُ**: ذ. سچ- سچائي- حقيقت. سيل- پاڪدامني- عصمت- لڄ- شرم- پردو- حيا. ويساهہ- پروسو- مضبوطي- پڪائي. اِستحڪام. سُلڇڻ- گڻ- خاصيت- وصف. نِچوڙ- مغز- جوهر- عرق- يقين. لب لباب- اصل روح.

**ثابت ٿيو سَت، اَناالحق آواز جو.**

(محمد فقير، بيت-155، ص-282)

• **سَتا**: ث. ستيا- زور. سگهہ- توفيق.

**شہ شهادت شاد ڪيڙو، سَتا شغل جو شرفدار.**

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-2، ص-233)

• **سَتار**: ذ. صفت. [ع. سَتَرَ= هُن ڍڪيو ] ستر رکندڙ- عيب ڍڪيندڙ. ڀاجهارو (اسم خاص) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**صدق ڪران مين سِر سارا، ميڪون قسم هي ستار دا.**

(محمود فقير، ڪافي-85، ص-32)

**صورت سُرخ سينگاري سُهڻي، سُخن جي سچائي ستار سلي آ.**

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-27، ص-121)

• **سَتارِي**: ث. ڍَڪُ- پرده پوشي. رحم.

عشق 'محمد' ألٽ اشاري، صورت والي صاف ستاري،

مچ مئي ڍِي موج مچائي هي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-49، ص-94)

• **سِتارون:** واحد. سِتارَ. ث. [ف. سي= ٽي+ تار= ٽن تندن وارو ساز ] هڪ قسم جو ساز- (ٽن، ستن، يارهن، ايڪيهن) تندن وارو ساز.

سيئي ساز سِتارون سُرندا، سرگم سُر سمجهايان ٿو.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-7، ص-169)

• **سَتُ سَنگُ:** ذ. چڱن جي سنگت- نيڪ ماڻهن جي صحبت.

سُونهن سارِي سِرڪِي، گائون ست سنگ ڪو.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-8، ص-104)

• **سَتگُرُ:** ذ. [سن. ست = سچو + گرو= مرشد ] سچو مرشد مرشد ڪامل.

تين گرام سُرودي سرگم، ستگر سِر سمجهائي هُون.

(محمد فقير، سُر پونپالي، ڪافي-2، ص-54)

• **سَتوگڻُ:** [هه. سَتُوَه گڻُ] قيومي صفت. بقا (مند فنا)

رجوگن تموگن ستوگن سي گائون.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص-172)

• **سَتيان:** واحد. سَتِي. ث. صفت [سن. سَتِي= پاڪدامن] ڳُڻائتي- سُلڇڻي- سُتر واري- سچي- ثابت قدم- وفادار. گناهن ڪان آجي. پاڻ کي مڙس سان گڏ ساڙيندڙ عورت (هندڪي رواج موجب ).

سَتيان ڏيوَن مَتيان مينُون، سُرت پريان ڪي سهيلڙيان.

(محمود فقير، بيت، ص-95)

• **سُتِي:** ث. سِپي- سُتيئڙو- سِپَ. ڪوڏيءَ جو هڪ قسم. ڦڪي- دوا جو وزن.

پيتي اتم پريت مان، ڪا صُحبت جي سُتي.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

• **سَٽِ:** چِڙ- اُچل. پري ڪر.

مال مايا، سَٽِ اَجايا، چا اِتون ڳِئي هٿ نهلي.

(محمود فقير، ڪافي-53، ص-79)

• **سٽڪي:** سٽڪو. ذ. ڏڪن جو آواز- ڦهڪو. ڪُٺَ. ڪپڙن کي ڌوئڻ مهل زور سان ڏڪن هڻڻ جو آواز- ڦهڪو. مينهن جو آواز.

سيف صورت جي سٽڪي، جوش جلالي جَهٽڪي.

(محمد فقير، سُر مانجهه، ڪفي-2، ص-105)

• **سَٽي:** مصدر. سَٽڻ. اُڇلڻ- اُڇلائڻ- ڦٽو ڪرڻ- اميد وڃائڻ. ڌَسڻ- ڪيرائڻ- ڪيرڻ. ڏڪو ڏيڻ. چڪڻ- سٽ ڏيڻ.

سپ سٽي سانگا صفاتي، صاف ٿي سورهيہ سخي.

(محمد فقير، سر درباري ڪانرو، ڪافي-2، ص-199)

• **سَپُ:** ذ. [سن. سَرپ= نانگ ] زهريلي بلا جو هڪ قسم- نانگ- بلا.

موکيءَ واري مٽ ۾، ڪئين سُوٽا سَپَ.

(محمد فقير، بيت-99، ص-272)

زلف بشير پالي، هن سنگ چُور سَپ ڪالي

(محمد فقير، ڪافي- 57 ص-81)

• **سِپَرَ**: ث. [ف] ڍالَ- ڪيڙي- ڍَڪُ- پردو- پوش پناهہ- روڪ- بچاءُ- آڙ- جهل. حمايت- چُنَڻ لاءِ نشان.

تڪي چائي ڪڙا هئي تَبَر، اڳون سينا ڪرتون سِپر.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-146)

سورهيہ سِپر سينو ڪري، سجدي صحي سر ڪي ڌري.

(محمد فقير، سُر ٻهاڳ، ڪافي-10، ص-59)

• **سُجاتو**: سُجات. صفت. [سن. سُ= چڱو+ جات= ذات] چڱي ذات وارو. خانداني. اُتم گهراڻي جو.

آهين سردار جو سُجاتو، دُولهہ پيير لاهي هي درد.

(محمد فقير، ڪافي-73، ص-97)

• **سُجاڳي**: ث. بيداري- هوشياري- خبرداري- چُوڪسي.

سِر سُوري سيج سُهاڳي، ڪر سِر ڊِي سُجاڳي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي59، ص-98)

• **سُجاڻِي**: سُجان. ڏسو 'سُجاتو'.

آپ گنواڪي آپ پڇاني، صُوفي سُرت سُجاني، آتم گياني.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-56، ص-97)

• **سُڃَ**: ث. [سن. شونيہَ=سُڃَ ] اُجاڙ- ويراني- پينگ- تباهي- اَرَءُ- رڻ.

اوري پڌ سُڃ، وسئون ڪان وهي ويا.

(محمد فقير، بيت-176، ص-284)

• **سَڃَڻُ**: مصدر. [سن. سندَن] آڇڻ. نذرانو ڏيڻ- ڏيڻ- بخشش- عطا ڪرڻ- شست ٻڌڻ- ڪشش- نشان ڪرڻ.

سِر جو سات سَڃڻ، وحدت طرف وڃڻ.

(محمد فقير، سر پيروي، ڪافي-69، ص-47)

• **سُچَرُ**: ذ. [سن. سُ= چڱي طرح+ چَرُ= چرڻ ] گهڻو ڪائيندڙ- پيٽ پري ڪائيندڙ- چاروڪڙ- وڏو ڦُوتو. (ضد. ڏُچر)

ابلق لک گهوڙا ڏِتس هزارا، سُوڌا سُچر ميا متارا.

(محمود فقير، ڪافي-76، ص-103)

• **سُخنات**: واحد. سُخنُ. ذ [ف] وائي- ڪهڻي- چوڻي- ڪلام. ڳالهہ- گفتار- ذڪر- گفتگو. تقرير- وعدو- انجام- قول- اقرار- عهد- وچن- ٻولُ- زبان. شعر- نظم.

احباب ارباب القاب احمر، اسمات جسمات سُخنات سرور.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-53، ص-38)

• **سِڌانِي**: سڌانتُ. ذ. [سن. سڌانت] اصول- متو- حاصل مطلب. دليل ڪان پوءِ ثابت ڪيل سچ.

ڪرم ڪُل ويدانِي، اُپاشن سِڌانِي.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص-173)

• **سُڏاني:** [هہ. سُڏان] ساٿي- همراهہ.

ڪرون گيان سَروَن مها واڪ مذنن،

نرجن نڌياسن ساڪياتي سڏاني.

(محمد فقير، سر درباري ڪانرو، ڪافي-3، ص-200)

• **سَڌُن:** واحد. سَڌَت. ث. خواهش- ذوق- چاهہ- دل- مرضي- تمنا- آرزو- منشا. دل جي مُراد- مقصد- سڌائڻ- سڌ ڪرڻ.

ساغر جي سينگار سان، سڌي سانگ سڌن.

(محمد فقير، بيت-89، ص-275)

• **سُڌيرُ:** ذ. صفت. [سن. سڌير. س= چڱو+ ڌيرُ= سياڻو ] صابر- ڪمندڙ- ڌيرائتو- بردبار. ڏاهو- اڪابر- سياڻو- سچيت- سمجهو.

’محمد‘ مير، صاف سُڌير، بي نظير هَڻ نوبت.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-30، ص-25)

• **سَربَرُ:** ذ. [ف. سَر= مٿو+ بر > بُردن= ڪٽڻ ] اڳواڻ- مهندار.

رمزان لائي رنگ تي رهبر، صاف صورت جي سهڻي سربر.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-22، ص-21)

• **سُرت:** ث. [سن. سُمرتي] سمجهہ- عقل- هوش- پُرجهہ- ٻوجهہ- شعور- يادگيري- ڄاڻ- خبر- سُڌ- سماءُ- ڌيان- خيال- توجهہ- سوچ- ياد- حافظو- چيتو- هوشياري- ذهن.

سُرت نِرت وِچ صورت سِرڊِي، گام گگن دي گياني گُرڊِي.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-15، ص-74)

رَن ترت تيڪون ڪائي سُرت نهين، اڄ ڏرت نغارا ڏوم وڄي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-111)

• **سُرتِي:** ڏسو . ’سُرت‘.

سُرتي نِرتي ساري، عُشاقي اظهاري.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-39، ص-30)

• **سَرپُ:** نانگ (شاعر مطابق) عشق جو نانگ. محبت جي بلا.

ناب سي نام اُنا يامين، ساس سرپ سمايا مين.

(محمد فقير، سر ڪانرو، ڪافي-7، ص-173)

• **سُرخو:** ذ. گهوڙي جو هڪ قسم.، رنگ اڇو، ٻُت تي ڀورا ڇٽ. سُرخي رنگ (حقيقي رنگ اڇاڻ تي مائل) جو گهوڙو. هن جا ڪيئن قسم آهن. 1. شربي سُرخو (ڳاڙهيرو سُرخو) 2. نيرو سُرخو. 3. سياه سرخو. 4 گلزار سُرخو.

رنگ سُرخو زور پلو، بور گهوڙو ڏينم ڪٽي،

پيرين پنڌ ، رُلي رند، آيس هام هٽي.

(محمود فقير، ڪافي-46، ص-71)

• **سُرخرو:** ذ. صفت. [ف. سُرخ+ رُو= مُنهن ] لال منهن وارو. آبرو وارو- مانائتو- عزت وارو- معزز، مقبول- اگهيل. عزيز. نامور. فتحمند- ڪامياب. فخر ڪرڻ وارو.

ٿيا سُرخرو، صوفي صورت ساڻ.

(محمد فقير، بيت-162، ص-182)

• **سَرِڙُ:** سَرِڙ بَرِڙِ. ظرف. تڙ تڪڙ- جهٽ پٽ- اُمالڪ.

سرڙ ساموندي، ارڙ پٽارا، ناميل نرڙ نغارا.

(محمود فقير، گهوڙو، ص-102)

• **سَرسُ:** ذ. صفت. سوايو- وڌيڪ- سُنوالو- زياده. سَجيهہُ- سرسو. گهڻو- هيڪاندو- جهجهو- ٻهُون- مٿيون- برتر.

'محمد' وچ ميزان ميثاقي، عشق عجائب ٿي اوطاقي،

سهڻي سُرڪ پلائي، سرس سوائي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-92)

• **سرسو:** ڏسو. 'سرس'.

سرهو سرسو ساهہ سخي ڪيو، ساغر سان سهڻل.

(محمد فقير، سر پيلو، ڪافي-21، ص-118)

• **سَرشارُ:** ظرف. [ف. سَر= مٿو+ شار> شوريدن= وهڻ ] مخمور- مستيءَ ۾ مست- نشي ۾ چور- موج ۾- متوالو. لبريز- پريل- مالامال- مُنهان منهن. پُر.

شاهن شاهہ شڪار ڪريندا، سڪندر سرشار.

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-6، ص-107)

• **سِرشٽ:** ث. [سن. سريشٽ, سرج= خلقڻ] جڳت- سنسار- ڪائنات- زمانو- زمين. پرٿوي. خلقت- مخلوقات.

بلهي شاهہ ارداس گلاب، سِرشٽ ديا نند ٻُڌ پرتاب.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-16، ص-180)

• **سَرڪَش:** ذ. صفت. [ف. سَر+ ڪش > ڪشيدن= ڇڪڻ] حڪم عدولي ڪندڙ. باغي- نافرمان. سرزور- سَرڦريو- فسادي- جهڳڙالو- خالي. مغرور.

سڀ ۾ سمايو سُهڻو، سينگار ساز سُر سان،

سرڪش ڪري سيني ڪي، ساهي ڪنهن ڪي سُٺايان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-50، ص-36)

• **سُرڪَ:** ڍُڪ- ڍُڪو- ڀُنو- ذرو- ٿورو.

فالم ٿي في الحال، سر ڏي پيوَن سُرڪ.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-40، ص-90)

• **سَرگَمُ:** ذ. ستن سُرن جو لاهہ چاڙهہ- آواز جي ستن پدن تي سُر ۽ لَئي جو اُتار ۽ چاڙهہ. آواز جي لاهي ۽ چاڙهيءَ جا ست ڏاڪا. (1) سا (2) ري (3) گَ (4) مَ (5) پَ (6) ڌ (7) ني. جنهن ۾ ((1) سا= سهرج (2) ري = رکب (3) گَ = گنڌار (4) مَ = مڌم (5) پَ = پنجر (6) ڌَ = ڌيوت (7) ني= نکاد).

تين گرامي سَرو دي سرگم، ستگر سُر سمجهائيي هُون.

(محمد فقير، سُر پونپالي، ڪافي-2، ص-54)

• **سُرمان:** واحد. سُرمو. ذ. اکين ۾ پائڻ جو ڪاري رنگ جو پٿر- سوئيرو- انجن.

مين تہ ڪَپ گهتئين، شل تپ آوئي،

سُر مان لَپ پاءِ گهمين پيچ پني.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-112)

• **سَرمَد:** ذ. صفت. [ع. سَرَمَدُ= بقادار ] **دائم- قائم- هميش- پيوست- رهڻ وارو- دائمي- غير فاني. قاصر لايزال. جنهن جي ابتدا ۽ انتها نہ هجي. خدا تعاليٰ .**

**سرمد دا سِر عشق ڪٿايا،**

**محبت دي ميدان، پٽر پڙ وِچ پير پريندا.**

(محمد فقير،س ُر تلنگ، ڪافي-60، ص-99)

• **سُرندا:** واحد. سُرندو. [سن. سوَرَه= آواز ] **گهڻين تندن وارو ساز (اُنن نون تندن تائين، جن ۾ هڪ رودو چم جي پٽي جو).**

**سپئي ساز سيتارون سُرندا، سرگم سُر سمجهايان ٿو.**

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-7، ص-169)

• **سُرنجَن:** [هہ، سُرُجَنُ] **عزت وارو- دلربا- محبوب.**

**سُرت نِرت ۾ سُندر سُرنجن، سرگم سُر سامان هرِي ڪا.**

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-7، ص-176)

• **سَريجن:** واحد. سَريجَ. ٿ. [سن. سَريجنُ= پيدا ڪندڙ] **سِرجڻ جي حالت- پيدا ٿيڻ جي حالت. گاهہ گلڪاريءَ جو ڦوٽهڙو. پيدا ڪندڙ- ٺاهيندڙ- بنائيندڙ.**

**ڪول سُرودي ساز سَريجن، وديا واڪ ويراڳي ورنن.**

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-12، ص-179)

• **سَروُ:** ذ. **هڪ ڊگهي، سڌي ۽ سهڻي وڻ جو نالو.**

**سَروُ صنوبر سورج سُوسن، گهليئي گل گلابي گلشن.**

(محمد فقير، سر بسنت، ڪافي-6، ص-168)

• **سَروانُ:** ذ. [ف. ساريان= سُرار ] **اڳواڻ- مهندار- قافلہ ڏٽي- ساروان- جَٽُ. رهبر. مُرشد.**

**قربان وجان مهربان اُتون، سروان سڄي ٽولي.**

(محمود فقير، ڪافي-17، ص-54)

• **سَرُوپُ:** ذ. صفت. [سن. سروپ. س= سان+ رُوپ= شڪل ] **چهرو- مهاندو- روءِ- منهن جو پنو- ڏيک- شڪل- روپ- صورت. ڊؤل- آڪارُ- نمونو. حالت. درجو. حسين- سهڻو- شڪيل- خوبصورت.**

**رُوپ سُروپ اَنوپ اَنيڪي، آد پُرش ڌُن ڏياني ري.**

(محمد فقير، سورڪو ڪونسيہ، ڪافي-1، ص-175)

• **سَرَوَرُ:** (اسم خاص) **مخدوم سرور نوح هالائي رحہ.**[5]

---

[5] سنڌ ۾ حضرت غوث الحق مخدوم لطف الله المعروف مخدوم نوح بحيثيت درويش ۽ وڏي گاديءَ جا سجاده نشين طور مشهور آهن. پاڻ مخدوم نعمت الله جا وڏا فرزند آهن. سندن ولادت 21 رمضان 911 هہ/ 21 فيبروري 1506ع تي ڳوٺ ٽوڙي هالا ڪنديءَ ۾ ٿي. هي ڳوٺ پراڻن هالن کان اندازاً ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي. مخدوم نوح جو شجره نسب حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان ملي ٿو.
مخدوم نوح، عربي ڏياني وٹ پڙهيو سندس علم، فضل ۽ ڪرامتن جون ڪيئي ڳالهيون مشهور آهن. سندس ڪيل قرآن شريف جو فارسي زبان ۾ ترجمو هڪ شاهڪار آهي.

سُبحان صاف صورت، سرور فقير ڪِي،
لاخوف خود خبر هي، خوشتر فقير ڪِي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-47، ص-146)

- **سَرُوُنَ**: ث. صفت. طاقت واري- وڏنڊڙ. سُرڌُ.

سرون گيان مَئَن نِڊياسن، ساڪيا تي سينگار ڪيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-6، ص-176)

- **سڪر**: [ع] مستي- بيهوشي- بي خُودي. نشو.

جبل جوشي گنجا ٽڪر، چرڪيل چتي قابو سڪر.

(محمد فقير، سي حرفي، ص-147)

- **سگيٽا**: واحد. سگيٽو. ذ. [سن. سؤڪو] سگ وارو- عزازت وارو- عزيز- مِٽُ- مائٽ- رشتيدار- ويجهو- قريب- مگيل- مائٽي ڪيل.

مُرڪي ٽيا مئي، سگيٽا سردار سان.

(محمد فقير، بيت-51، ص-271)

- **سَماعُ**. ذ. [ع. سَمع= هن ٻڌو ] ذڪر جي نموني وارو راڳ- روحاني ڪيفيت وارو راڳ.

سومر ڏينهن سماع جو، سهٽو ڪيو سُهاڳ.

(محمد فقير، هفتو-1، ص-262)

- **سَماني**: سَمانو: ذ. [سن. ماڻ= مانُ ] عزت وارو- مانوارو- مانائتو- قانع- صابر- راضي.

ڪولي سُرخ ساغر صُراحي سماني.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-13، ص-160)

- **سمٰوات**: [ع] آسمان- اُڀ.

عُشاقن ڪيو عشق ڪي، اڪين ۾ اثبات،
ويساهه وجه الله ۾، نورالسموات.

(محمد فقير، بيت-29، ص-269)

- **سَمپتِ**: [هه] ڌن- دولت- ملڪيت.

واڪ وويڪ ويراڳي وِديا، ڪٽ سمپت برڪار ڪِيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-6، ص-176)

- **سَمي**: اسم خاص. ڄام تماچي (سمون).

سمي جي سيج تي سُرهي، وصل وارن وِهاڻن سان.

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-8، ص-225)

---

مخدوم نوح جا ملفوظات به موجود آهن. سندس ڪي شعر به ڪتابن ۾ آهن. مثال طور:
پيئي جا پريات، سا ماڪ نه پانئيو ماڻهئا،
روئي چوري رات، ڏسي ڏکوين کي.
مخدوم صاحب 27 ذوالقعد 998هه بمطابق 26 سيپٽمبر 1590ع ۾ وفات ڪئي.
(سنڌي ادب جي تاريخ (جلد پهريون) ص. 61، 62 ۽ 64.

• **سنباهي**: مصدر. سنبائڻ. تيار ڪرڻ. سنيرائڻ- اُماهڻ- پهرائڻ- ناهه نوهه ڪرڻ.

**سِر سنباهي سورهيہ، صادق سنيري ٿيا ساڃا.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-32، ص-26)

• **سنپائڻ**: مصدر. سنپائڻ سنيرائڻ- تيار ڪرڻ.

**جوڳي سنڌ سنڌ ساز سنپائن، صاف سُڻائن سِر سبحان.**

(محمد فقير، سُر ڏناسري، ڪافي-7، ص-229)

• **سُنبل**: [ع] **خوشبوءِ دارگاهه جو هڪ قسم- سُرهي مر. گل جو هڪ قسم.**

**سورج سُهڻا سوسن سنبل، ڪيتي ڪيل ڪنڌهار ڪِل ڪِل.**

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-5، ص-168)

• **سنت**: [هہ] **تعظيم- عزت. ساڌو- سنياسي- عابد- پارسا- ولي- عارف- زاهد.**

**سنت ڪي مهما ويد نہ جاني، سنت ڪا پيد نيارا ري.**

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-12، ص-178)

• **سَنٽَرُ**: ذ. [**انگ**.Centre ] **وِچ- مرڪز- اَڌ.**

**صُراحي سيف جي سنتر، اکين واري اٿر اَنتر.**

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-12، ص-189)

• **سَنجافُ**: ذ. [ف] **ڪناري تي لڳل هڪ قسم جو ڪپڙو. حاشي. گهوڙي جو رنگ جو هڪ قسم- اَبلق ڪان گهٽ ڪُبري رنگ جو گهوڙو.**

**خواب ڏٺي ڪو ٿاب پيوسين، صاف سَنجاف پٽارا!**

(محمود فقير، گهوڙو، ص-101)

• **سَنڌُرو**: ذ. **ملهن جي چيلهه سان ٻڌڻ جو ڪپڙو. (سندرو ٻڌڻ) ڪنهن ڪم لاءِ تيار ٿيڻ. همت ٻڌڻ- ڪوشش ڪرڻ.**

**ڪچائيءَ جي قطري جو پوي ڪونہ ٻَرو،**

**سچائيءَ جو سندرو وزن منجهه ڳرو.**

(محمود فقير،، خيري، ص-141)

• **سندري**: ڏسو. 'سَندرو'.

**ٿابوتي دي ٻڌ ڪي سندري، سُوري سِر چڙهائون، رنگ لائون.**

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-31، ص-137)

• **سنيور**: ث. **سانڍَ- سنڀال- پرداخت. ميڙ سيڙ. سار.**

**اپني آپ پَيوسي، ذاتي سنگ سنيور.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-18، ص-19)

• **سَنرا**: واحد. سَنَرو. ذ. صفت. [سن. سَرَل] **سنرلو- سڌو- ڪڙو. وفادار- سچو. خوش- سَرهو- سُکي. تندرست- نيڪ- توانو. تازو. مضبوط. خوش رُوءِ- ڪِلمک.**

**لقائي لياقت، بنرا برابر، سنرا سراسر.**

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-245)

• **سَناسِي**: ذ. **هندو فقيرن جو هڪ ٽولو- تياڳي- رَمتُو- تارڪ- جوڳي.**

سنگ سناسي سک ۾ ساري ٿا، وحدت واس وٺن.

(محمد فقير، سُر ڪاريهل، ڪافي-1، ص-185)

• **سَنسارُ**: ذ. [سن. سَمر= گڏ + سر = سُرڻ] دنيا- جڳ- جڳت- جهان- عالم- لوڪ- ڪائنات- زمانو.

ڏومن جو ڏٺي صاحب آيو سنسار ۾.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-253)

• **سَنڪَلپُ**: [هر] دلي ارادو- خواهش- تمنا- پاڪ مقصد.

مرد 'محمد' سُرت سُجاني، سنڪلپ و ڪلپ ڏُن ڪاڏياني.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-11، ص-178)

• **سَنمُکُ**: ظرف. [سن. سَمر= گڏ + مک= مُنهن ] آمهون سامهون- روبرو- مُنهن مُقابل- مُنهَن سامهون- حاضر- موجود. پرتل- ريڌل. دوستاڻو- اخلاص مند. واصل- سُرخرو. سچو- معتبر. حسين- سُهڻو- ملوڪ.

سَنمُک ٿيندي سانگين سان، الله ڪندم اهڙي.

(محمود فقير، ڪافي-2، ص-46)

• **سَنگُ**: ساٿ- همراهہ- رفيق.

ڪِٿان سُرخ سيف سازي، ڪٿان سنگ سچيندا سچيندا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-44، ص-92)

• **سُنگُ**: ذ. ٿولي جي سنگت- سٿ. تولو.

'لا' جا لائي لُنگ، دُرس پي مئي دُنگ،

ڪري سيفي سُنگ، ثابوتي سلطان.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪفي-10، ص-71)

• **سَنگ چُور**: ذ. نانگ جي هڪ ذات.

زلف بشيهر پالي، هِن سنگ چُور سپ ڪالي.

(محمود فقير، ڪافي-57، ص-81)

• **سنگِي**: ذ. ساٿ وارو- ساٿي- همراهہ- رفيق.

سهڻا سُهاڳ سنگِي، ثابت صفا صحن ۾.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-10، ص-14)

• **سَنگينان**: واحد سَنگِين. ث. هٿيار جو هڪ قسم- رائيفل جي مُنهَن ۾ پيل خنجر. سنهي ڪاتي- ڪِٽار.

اَبرو سيف سنگينان پالي، گهُوران دي گمسان،

درسن والي دم دم ويهي.

(محمد فقير، ڪافي-1، سُر آسا، ص-1)

• **سَنگهِي**: سنگهو. ذ. مرون جو نيش يا ڏند- ڪات. سگ- شاخ. قرن. وَڄُ جمع وَڄَ. سوئر جا تکا ڏند، جن سان وڙهندو آهي.

ڪس دا آوندا گس دا گاندو،

سوئر وانگون ڪيِ سنگهي.

(محمود فقير، بيت، ص-95)

• **سَنگُ**: ذ. مائٽي- عزازت- مِٽاچاري- ناتو- سُٻنڌ- نسبت- تعلق- رستو- لاڳاپو- سڳائي. عزازت- رشتيداري- مِٽي.

اپني آپ وِچ آپ پَيوسي، ذاتي سنگ سنيور.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-18، ص-19)

• **سُوٽُ**: ذ. تمام ٿورو ذرو. انچ جو ڏهون حصو.

بچل ري منان پيڏي پَن سان، سٽ ڪڍ سي سُوٽ.

(محمود فقير، گنگو، ص-108)

• **سُوجھہ**: ث. جوت- نظر- بينائي- بصارت. نرت- نگاهه- ڊِيد. اِوراڪ- سمجهه- ٻوجهه. انديشو- خيال- ويچار. ڳول- چڪاس- جانچ- کوج- نهار. جوڙجهڪ. مطلب- مراد- مقصد- ارادو- نيت.

اَلاِنساني برقعو پايم، سُرت سيني ۾ سُوجهہ،

نظر ۾ ڏس نواز منهنجو.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-9، ص-5)

• **سُودُ**: ذ. [ف] فائدو- نفعو- متي- اُپت- ڪٽيو- پراپت- لاپ- اُپراسو- پلائي- چڱائي. وياج.

ساغر صُراحي ساز سان، سارو سراسر سُود تون.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-12، ص-60)

• **سُوڌا**: واحد. سُوڌو. ذ. سِڌو- سنئون- سنئون سڌو. سُٻتو. اُپو- ڪڙو. نيڪ- برابر- درست- صحيح- پورو- بچاءِ. سهڻو- حسين- خوبصورت. عاقل- سياڻو- سَمجُهو. جفاڪش- محنتي- چُست- چالاڪ. پاڪ صاف- اڇو اُجرو. (حرف جر) ساڻ- گڏ- سميت- ڪنو- مليل. تائين- هيستائين- جيستائين.

ابلق لک گهوڙا ڏتس هزارا،

سُوڌا سُچر ميا متارا.

(محمود فقير، ڪافي-76، ص-103)

• **سُورُ**: ذ. [سن. شُول= تڪليف ] تڪليف- درد- ايذاءُ- ڏک- پيڙا- رنج. جاکوڙ- ڪشالو- ڪشت. افسوس- ارمان- غم- الم.

صورت جي سينگار سان، سنيري چارِن سُور.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-249)

• **سُوري**: ث. [سن. شُول= ڦاهي. درد ] ڦاسي- ڦاهي- سُولي- موت جي سزا.

سُهڻِي سُرخ سيج تي، سُوري جي سرانجام.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-50، ص-95)

• **سوزُ**: ذ. [ف. سوز < سوختن= ساڙڻ] ساڙو- جلڻ- پڄر- درد- ڏک- غم- زاري- گريہ.

سنڌ سنڌ سرسو سوز ٿيو، ڪري ڪاهہ وڪاهہ.

(محمد فقير، بيت-223، ص-289)

• **سوسَنُ**: ذ. [ف] آسماني ۽ ڦڪي رنگ تي هڪ قسم جو گل- نرگس جو قسم. زبان جي شڪل تي هڪ گل جو قسم. ڦِڪو رنگ- هيڊو- زردو- پيلو.

سورج سُهڻا سُوسن سنبل، ڪيتي ڪيل ڪنٺهر ڪِل ڪِل.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-5، ص-168)

• **سوغاتِي**: ث. صفت. ناياب- اَملهہ- خاص. عمده- پسنديده- وڻندڙ- سهڻو- سُٺو- لطيف. تحفي ۾ ڏنل.

عشق اوقاتي، سِر سوغاتي، پئون بارهن پورا ڍار.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-54، ص-96)

• **سوٽا**: واحد. سوٽو. ذ. ڏُڪو- ڏنڊو- سوٽو- ٺلهي لٺ- بانٺو.

مقدار تيڏا جيوين پاڻي ڦوٽا، مين تہ مار سوٽا،

تيڏا ساهہ نيوان.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-112)

• **سُهاڳُ**: ذ. [سن. سياڳيہ: سُ= چڱو+ ڀاڳيہ= ڀاڳ] سياڳ- بخت. ڀاڳ- خوشحالي. سُٺي قسمت- پيار- قرب- محبت. مڙس جو پرڻي وارو پيار- مڙس جي حياتيءَ تائين پائڻ جو ڳهہ (نٿ، بولو. مانگهہ، ڪوڪو وغيره).

رقص راڳ، سِر سُهاڳ، بلند ڀاڳ بقائي.

(محمد فقير، سُر سهڻي، ڪافي-2، ص-204)

• **سُهاڳِي**: ث. سُهاڳڻ- مڙس واري- وَر واري. بخت واري.

سِر سُوري سيج سُهاڳي، ڪر سِر ڏِي سُرخ سُجاڳي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-59، ص-98)

• **سَهرا**: واحد. سَهرو. ذ [سن. شڪا= تعريف جو گيت ] شاديءَ جي وقت گهوٽ جي مٿي تي ٻڌڻ ۾ ايندڙ موڙ- مُنڪُ- مُڪَٽ. شاديءَ جو راڳ- ڳيچ- لاڏو- ڳاچ،

لڳي ’لا‘ ڏِي لامي، سمجهہ ويکين سهرا،

چشماندا چهرا.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-243)

سين سهڻي ٻڌ، هتي سهرا،

ڏنم دلبر داوج ديرا.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-145)

• **سُهمان**: مصدر. سُهمان سهڻ. طعنا برداشت ڪرڻ. چينهيون جهلڻ- چڙٻون جهلڻ. (طعنا، مهڻا، چڙٻون- چينهون.

پڪا پور پهڻ، سَهمان سور سهڻ.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-69، ص-47)

برسر مهڻا ’محمود‘ بديون سُهِمان ڏار سهن

(محمود فقير، ڪافي، 10، ص، 50)

• **سَهنج**: ذ. [هہ. يسهج] سولائي- سهولت- آساني. آرام. سُک- فرحت- آسائش.

تکي تار، مان اُڪار، ٻيڙا پار پرور.

(محمود فقير، ڪافي-2، ص-46)

• **سرءُ**: (اسم خاص) سال جي مندن مان هڪ مُند جو نالو- خزان (سرءُ جو تپ- مليريا جي بيماري- موسمي بخار مڇرن کان) ڏنگين وارا لفظ سرءُ جي مند سان لاڳاپيل ضرور آهن، پر معنائون نہ آهن.

سرءُ آهي ملڪ ۾، ٻيو تپ رو وايو.

(محمود فقير، گنگو، ص-105)

• **سيبابا**: سيباڻو. ذ. [سن. شوڀن=سُونهن ] وڻيل- پسند ٿيل- مناسب لائق- ٺهندڙ — دل گھريو- خواهان- سيبڻ- سُهائڻ- ڇُڄائڻ. سونهندڙ- ڄڄائيندڙ.

اجهي اوني آيا، سيني منجھه سيبابا.

(محمود فقير، ڪافي-18، ص-55)

• **سِيتا**: اسم خاص. [سن] راجا جنڪ جي ڌيءَ ۽ رام جي زال جو نالو.

اوم اونڪاري آدانت هي، لڇمن سيتا رام هَرِي.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-14، ص-179)

• **سيجَ**: ث. [سن. شَيا> شي= سمهڻ ] شاديءَ وقت گھوٽ ڪنوار لاءِ ٺاهيل پلنگ- سينگاريل بستر. پلنگ- ڇپرکٽ.

سِر سُوري سيج سُهاڳي، ڪرسِر دِي سُرخ سُجاڳي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-59، ص-98)

• **سِيسُ**: ذ. [سن. شيرش= سِرُ ] سرِي- سِسي- ساھ.

سرمد وانگي سيس ڪٽاڪي، اڳتي وِک وڌاوين، هٿ لاوين.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-32، ص-138)

• **سيف**: ث. [ع. سيف= ترار] ترار- تلوار- شمشير- صمصام- قمقام- سڪيلي- تيغ- سَرواهي.

ابروسيف سنگينان پالي، گھُوران دي گمسان،

درسن والي دم دم ديهي.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-1، ص-1)

• **سيفل**: ذ. جيل جو هڪ ٻوٽو جنهن جو اڪثر ماڻهو ٻوڙ رڌين. سيف الملوڪ (اسم خاص) ۽ گل بڪاوليءَ جو قصو.

سيفل کي سنيالي پڪاري پري،

منهنجي دل ڏُتاري چوري ڪيئون چري.

(محمود فقير، ڪافي-28، ص-60)

• **سيفي**: ذ. صف. اڇو- صفا- اُجرو- سچار.

’لا‘ جا لائي لُنگ، دُرسي پي مئي دُنگ،

ڪري سيفي سُگھہ، ٿابوتي سلطان.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-10، ص-71)

• **سيلانُ**: ذ. مسافري- سفر- ڪَهَ- وڏو چڪر.

پئيمان پُرڪا، سيلان سُرڪا، باني بياني.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-8، ص-174)

• **سيلاني**: ذ. صفت سير ڪندڙ- گهمندڙ- سياح. مسافر- پانڌيئڙو. واٽهڙو- گهومو- رمتو.

سير ’محمد‘ ثابت ڪيتا، ساڪن ٿي سيلاني، سِر سُبحاني.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-38، ص-189)

• **سيلھ**: ذ. [شولم= ڪنڊو ] وڏو ڪنڊو (ٻٻر جو، ڪجيءَ جو ڪنڊو).

سُور تنهين جا گھُور اندر ۾ سيلھ ڇُپن سؤ وار.

(محمود فقير، ڪافي-32، ص-62)

- **سيلها**: ڏسو. 'سيلھ'.

سورهين ڏينهن ڏنوسي سهڻا، سڙڪ لڳا وِچ سيلها.

(محمود فقير، ٽيھ ڏينهن، ص-121)

- **سينڌ**: مصدر. سينڌ ڏيڻ- عورت جو ڪنهن کي وعدو ڏيڻ. اقرار ڪرڻ. پڪ خاطري ڏيڻ.

هاڻي سينڌن ڏين ٿي سچ، تہ تون سونهين ٿي سانگهڙ ۾.

(محمود فقير، خيري، ص-134)

- **سينهوڙيون**: سينهُو. ذ. اڳڙين وغيره نهيل گول موڙو- سينهوڙو- سينهي- سيَنهن- موٺڙي.

سينهوڙيون اٺن سوڪڙيون، سي جنهور جيئن جهرڪن.

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-49)

- **سينئرا**: پگهر جا سنها قطرا. منهن تي ماتا جا ڇڏيل سنها نشان.

سنها سينئرا، منهن سهڻو، پاڪ پيشاني.

(محمود فقير، خيري، ص-134)

# ش

- **شاب**: ذ. [ع] جوان- گڀرو- لاسڙياٽ- نوجوان.

شاهي شابُ، پي شراب، برھ باب پڙهايو.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-21، ص-165)

- **شادُ**: ذ. صفت [ف. شاد= خوش] خوش و خورم- خوش حال- بافرحت. خوش- سرهو- بهادر- نِهال- سُکِي- آسودو- شُڪُ- مزي ۾. ممنون- پَرسن.

شھ شهادت شاد ڪيڙو، ستا شغل جو شرفدار.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-2، ص-233)

- **شادان**: ذ. صفت. خوش- سَرهو / بهادر.

شمشير شان شفقت، شاهي شِفا شِفا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-17، ص-129)

• **شارِڪُ: ذ.** صفت [ع. شرَڪَ= ڀاڱا ڪرڻ] خدا سان ٻيو شريڪ ڪندڙ- شرڪ ڪندڙ- مُشرڪ هڪ خطرناڪ ميچيءَ جو قسم.

چڏي شرڪ شرارت شارڪ شڪ، لهي لاحد وارو لائق لَڪُ.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **شاستر: ذ.** [سن. ساشَتَرَ= هدايت جو ڪتاب] پُستڪ- ڪتاب. هندن جو ڌرمي ڪتاب. متن جو ڪتاب- قانون جو ڪتاب. پستڪ، پوٿي.

ويدون سي ڪُٺ شاستر شُد هُون، پيد برهم بيدار ڪا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-6، ص-176)

• **شاطِرُ: ذ.** صفت [ع] شوخ- چالاڪ- اٽڪلي- چُست. قاصد.

شان شفقت شعربازي، شرف شم شغلات جا،

ٿو ڪري شاطر شتابي، شوق شاهي شاد سان.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-7، ص-53)

• **شاغل:** [ع] مشغول- رُذل- پنهنجي ڪم ۾ مصروف. (**شغل، مشاغل، شاغل**).

شاغل شجاعي شوق ڪر بشملا ٻڌا شهہ شان دا.

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-261)

• **شافِعُ: ذ.**، صفت [ع. شفع= مدد ڪرڻ] شفاعت ڪندڙ- ڇڏائيندڙ- بچائيندڙ- شفيع. سفارشي.

حَسن حُسين امام زماني، شافع رب ستارا.

(محمود فقير، گهوڙو، ص-101)

• **شاڪر:** [ع] شڪرگذار- شڪر ڪرڻ وارو.

شاڪر شوق جا، شوريل شرابي.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-250)

• **شاهہ عنايت صوفي:** اسم خاص. سنڌ جو مشهور بزرگ، شهيد شاهہ عنايت. [1]

---

[6] سنڌ جو هي ناميارو صوفي ۽ انسان دوست انقلابي درويش، تعلقي ميرپور بٺوري جي نصريہ ڳوٺ ۾ 1656ع ۾ پيدا ٿيو. ڀاڻ جوانيءَ جي دور ۾ حق ۽ علم جي طلب ۾ پنهنجو وطن ڇڏي پرديس ويو. سير سفر ڪندو حيدرآباد دکن ۾ هڪ درويش شاهہ عبدالملڪ سان ملاقي ٿيو. ظاهري علم شاهہ غلام محمد کان حاصل ڪيائين. اهو شاهہ عنايت سان گڏ شاهہ جهان آباد کان سنڌ موٽيو. شاهہ غلام محمد جي عقيدت ۽ شاهہ عنايت ڏانهن خلق جي رجوعات نہ ٺٽي جا ظاهر پرست برداشت ڪي سگهيا ۽ نہ مقامي مُلا موراٽا، وڏيرا، گادي نشين ۽ حاڪم سهي سگهيا. لهذا هڪ سازش سٽي ويئي ۽ ان ۾ ٺٽي جو نواب، مقامي ماڻهن مان ڪريمي درگاهہ جو مسند نشين سيد عبدالواسع، وڏيرو نورمحمد پليجو ۽ حمل جت شامل ٿيا.

هوڏانهن حاڪم جي چاڙتن اهو مشهور ڪيو تہ شاهہ عنايت ۽ صوفي فقير پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ گهرن ٿا. بادشاهہ لاءِ اها هڪ قسم جي گار هئي. تنبيهہ جي تياري هيئن ٿي جو ميان يارمحمد جي مدد سان مقامي چاڙتن، صوفين تي لشڪر چاڙهيو. هن حملي ۾ شاهہ عنايت جا ڪافي مريد شهيد ٿي ويا. شاهہ عنايت جي مريد مير جان الله شاهہ رضويءَ مقابلي جي اجازت گهري، پر صوفي شاهہ عنايت اجازت نہ ڏني. گهيرو اٽڪل ڇهہ مهينا هليو. ناهہ جون ڪوششون ٿيون. شاهہ عنايت کي گورنر جي درٻار ۾ گهرايو ويو. اها بہ هڪ سازش هئي. ڳالهين مان جڏهن ڪڙ تيل نہ نڪتو تہ گورنر شاهہ عنايت کي ڪاوڙ ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي. نواب ۽ شاهہ عنايت جي وچ ۾ ٿيل گفتگو ۾ شاهہ عنايت هر سوال جو جواب فارسي شعر ۾ ڏنو آهي. جڏهن هي ارڏو انسان پنهنجي اصول تان نہ هٽيو تہ جلاد کي اشارو ڪيو ويو. شاهہ عنايت شعر پڙهيو:

رهانيدي مرا از شرهستي۔ جزاڪ الله في الدارين خيرا.

شاھ عنايت صوفي وانگي، نيزي سِر چڙھاوين، ھٿ لاوين.
پڇي عشق آفات کُون.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-32، ص-138)

• **شاھِ مَردان:** حضرت علي ڪرم الله وجهہ جو لقب. هتي محمد فقير پنهنجي مرشد سيد شاھ مردان شاھ راشديءَ ڏانهن اشارو ڪيو آهي. [1]

شاھِ مردان شيرِ يزدان، شمس العلماءُ شاندار،
شوق جي شادي شفيع ڪئي، عشق واري آشڪار.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-2، ص-233)

• **شب خور:** رات جو اٺندڙ- رات جو جاڳندڙ. اکين جي هڪ بيماري (ماڻهو رات جو ڏسي نہ سگهندو آهي.
مڙس ڏُون زالين والا، جهوٽ ڀهندائين شب خور انڌا.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-114)

• **شَبدُ:** ذ. [سن. شَبَدُ= چوٽي] آواز- صدا. سُر .اکر- لفظ- جملو. چوٽي- چَوَڪَ- چيل شعر. راڳ. ڀڄن- ڪيرتن. نصيحت واري چوٽي- ٻول- وچن- اُپديش- نڪتہ شعر ۾ بيان ڪيل.

---

سر دڙڪان ڏار ٿيو ۽ جان، جان آفرين جي حوالي ٿي ويئي، صوفي شاھ عنايت جي شهادت جو واقعو 1130 ھ/ 1718ع ۾ ٿيو.
(سنڌي ادب جي تاريخ (جلد پهريون) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو. ص: 177_179)

[1]. حضرت پيرسائين شاھ مردان شاھ اول 7 صفرالمظفر سن 1279ھ آچر جي ڏينهن "پيرجوڳوٺ" خيرپورميرس ۾ پيدا ٿيا. پاڻ پير سيد حزب الله جا چوٿون نمبر فرزند هئا. پاڻ پنهنجي وڏي ڀاءُ حضرت پير سيد علي گوهر شاھ ثاني محافي ڌڻيءَ جي وفات 27 جمادي الآخر سن 1314 ھ کان پوءِ 35 ورهين جي عمر ۾ گاديءَ تي ويٺا. پاڻ علم وارن جي عزت ۽ تمام گهڻو قدر ڪندا هئا.
پاڻ جمات ۽ عام مسلمانن جي ڀلائيءَ لاءِ سندن والد جو لکرايل قرآن شريف جو تفسير، "تفسير ڪوثر" ڇپرائي مسلمانن ۾ مفت تقسيم ڪرايائون.
ان کان علاوه چار رسالا هزارن جي تعداد ۾ ڇپائي جماعت ۾ تقسيم ڪرايائون.
آخرڪار اهو فيض، هدايت ۽ جودو سخا جو سج 7 ربيع الاول سن 1340 ھ بروز اڱارو 61 ورهين جي ڄمار ۾ وصال ڪري ويا.
(اقتباس: جامعه راشديہ، ص_217، 221، 223)
محمد فقير هيٺين ڪافي ۾ سندن سڄي سوانح حيات کي منظوم ڪيو آهي:
شاھِ مردان شيرِ يزادان، شمس علماءُ شاندار،
شوق جي شاديَ شفيع ڪئي، عشق واري آشڪار.
1. سن اُٺاسي: بارهين صدي، ثابت ستين صفر ٿيو،
ستاويهين ماھ ثاني، تخت تي ٿيو تاجدار.
2. شان شفقت جي شرح جو چا ڪندو شاعر شمار،
شَہ شهادت شاد ڪيڙو، ستا شغل جو شرفدار.
3. ستين سر ربيع الاول جي، سن تيرهن سو چاليهين،
ايڪهٺ عمر عجائب، ڪج ڪُله ڪئي قربدار.
4. بيرنگي بازي بنائي، برھ جي بازار ۾،
نينهن جو نعرو هنيو، نرناٿ نيهي نامدار.
5.پير مُغان پارس پساري، پرت جي پيمان جو،
محو ٿيو مخمور "محمد" پاڪ پرور پاڳدار.
(منطوق محمد، سُر راڻو ص_233)

اوهنگ سوهنگ شبد سُنائون، صاحب سُر سُجان هِري ڪا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-7، ص-176)

- **شبهاتُ**: شبهو. ذ. [ع] گُمان- شڪ- وهم- شبهو.

شڪ ۾ شُبهات ”محمد“، چوڙ ڳئي سارا صحي،

آپ ٿيا اظهار انور.

(محمد فقير، سر راڻو، ڪافي-1، ص-232)

- **شبيري**: شبير. حضرت امام حسن عہ.

شاهنشاهي شان جهيندا، پڏرا پيري شبيري بي نظيري.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-35، ص-139)

- **شِتابُ**: ذ. ظرف. [ف] تڪڙو- جلد- جلدي- يڪدم- تڪڙ ۾- نَهہ ڦَهہ- ترت- جهٽ پٽ- فوراً. سگهائي- سيگهہ- جلدائي.

ناز نقاب، ڪول شتاب، جوڙ جواب جسماتي،

مزگان موج، فهم فوج، ڪر ڪي اوج آسماتي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-65، ص-44)

- **شُجاعُ**: ذ. صفت. [ع] بهادر- پهلوان- سورمون- سورهيہ- دلير- بَلوان.

شاهنشاهي شور سان، شُجاع ٿي شتاب.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-52، ص-95)

- **شُجاعَتَ**: ث. دليري- بهادري- سورهيائي- مڙسي- مردانگي.

شاهہ حسن ڪي شور شاهي، شمع تي سرشار هو،

شان شفقت ڪر شُجاعت، شعر ڪا شمار هو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-4، ص-108)

- **شَجَرُ**: ذ. [ع] درخت- وڻ.

تنهنجا مطيع شمس و قمر، ماڻهو مَلڪ جن و بشر،

ارض و سماء تارا شجر، توڙي گداگر چا امير.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-24، ص-67)

- **شَدَ**: ث. [ع. شَدَ= سخت ڪرڻ] (لفظ جي) پد تي زور- دباءُ- تاڪيد لفظي. اُچار جو هڪ قسم. ڪنهن لفظ ۾ هڪ جهڙن ٻن اکرن جو لاڳيتو اچڻ ڪري ٻيئي ۾ ضم ڪري مٿان ڏنل نشاني.

ڪون جزم شد پيش پڙهيندا،

ڪون سوري سردار چڙهيندا،

ڪون قتل ڪنڌ ڪات اناالحق.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-8، ص-150)

- **شُده**: شُد. ذ. [سن. شُڌِ= صاف] صفا- نج- شُڌُ. ثابت- مقرر.

ويدون سي ڪُٿ شاستر شده هُون،

پيد برھ بيدار ڪا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-6، ص-176)

• **شَرارَتَ**: ث. [ع] بَدي- برائي- بڇڙائي- شيطانيت- بدمعاشي. ڪيچل- مسخري- حرڪت- چترائي- لُچائي. خُلم- نقصان.

چڏي شرڪ شرارت شارڪ شڪ،

لهي لاحد وارو لڪ.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **شَرَحَ**: ث. [ع. شرح> شَرَحَ = کولڻ] سمجهاڻي- معنيٰ- مطلب- حاشيہ- تفسير- نرواري- تشريح- بيان- اظهار.

شان شفقت جي شرح جو، ڇا ڪندو شاعر شمار،

شھ شهادت شاد ڪيڙو، ستا شغل جو شرفدار.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-2، ص-233)

• **شرف**: [ع] وڏائي- بزرگي. عظمت- عزت- مان- مرتبو.

شان شفقت شعربازي، شرف شم شغلات جا،

ٿو ڪري شاطر شتابي، شوق شاهي شاد سان.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-7، ص-53)

• **شِرڪ**: ذ. [ع. شرڪ= حصا ڪرڻ- ورهائڻ] خدا جي ذات پاڪ ۾ ڪنهن کي شريڪ ڪرڻ. ڪفر. خدا سان پائيوار.

چڏي شرڪ شرارت شارڪ شڪ،

لهي لاحد وارو لائق لڪ.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **شَرو**: ذ. [ع. شَرَعَ= اظهار ٿيڻ] انصاف- فيصلو- نبيرو.

وس ونحن واري وستي ۾،

ڪيو شوق شرف سان شاھ شرو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **شَريعَتَ**: ث. [ع. شَرَعَ= داخل ٿيڻ] سڌو رستو- سنئين واٽ. طريقو- واٽ. اسلامي قاعدو. قانونِ الاهي- قرآني آئين- ديني قانون- قاعدو- نِيمَ. درويشن جي اصطلاح ۾ سلوڪ جو پهريون درجو (جنهن ۾ خدا تعاليٰ جي حڪم ۽ محمدي ﷺ شريعت تي هلڻ). ناسوت.

شوق شهنشاھ عين شريعت،

شامل ٿهندي نال طريقت.

(محمد فقير، سُر ڪوهياري، ڪافي-1، ص-182)

• **شريمان**: [ھ] دولت وارو- اقبال وارو. خوبصورت. وشنو جو لقب.

بلهي شاھ ارداس گلاب، سرشٽ ديانند ٻُڌ پرتاب،

وشن ننگر ۾ آپي آپ، شنڪر شريمان هُون.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-16، ص-180)

• **شَغُلُ**: ذ [ع] مشغولي- ڪم- ڪرت. ورونهن- وِندر- تماشو- کيل- بازي. راند. محفل.

شمع تي شاطر شتابي، شجاعت جي شور سان،
شوق ڪيا شاهي شغل، شهلا ٻڏي شهزور سان.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-5، ص-109)

• **شَفَقَتَ**: ث. [ع. شفقت> اشَفقَ= مهربان ٿيڻ] پلائي- مهرباني- وَڙُ- مهر- ٿورو- لائق. رحم- ڪرم- ٻاجه- ترس- مُنهن ڪاڻ- پرچاڻي- اعزا پُرسي- غمخواري. محبت- پيار- قُرب.

شاهه حُسن ڪي شور شاهي شمع تي سرشار هو،
شان شفقت ڪر شجاعت، شعر ڪا شمار هو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-4، ص-108)

• **شَفيعُ**: ذ. صفت [ع. شفيع> شَفَعَ= سفارش ڪرڻ] شفاعت ڪندڙ- گناهن جي سفاش ڪندڙ- ڇڏائيندڙ- شافعي.

شاهنشاهي شان شُجاعي، شفقت ڪر شاداڻي،
شمس قمر شرما ٿي شاطر، شڪل شفيع شاهاڻي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-23، ص-119)

• **شَڪُ**: ذ [ع. شَڪَ] شبهو- گمان- انديشو- اُڌڪو- وهم- سنسو- ڀرم- وسواس.

ڇڏي شرڪ شرارت شڪ،
لهي لاحد وارو لائق لڪ.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **شَڪتِي**: ث [سن. شڪتي= طاقت] طاقت- توفيق- وسعت- وِٽ- سَگهه.

منگهن موڪ مڪتي، شريماني شڪتي،
پڄن ميري پڳتي، سرودي سُجاڻي.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-3، ص-200)

• **شڪيلا**: شڪيل. ذ. صفت [ع] صورت وند- خوبصورت-ناهوڪو- حَسين- سوپياوان- سهڻو- زيبائتو- ڏج مڄ جهڙو- خوش- وضع.

چريا ويام چڪوري، بازي باز باڪيلا،
چشمن چمڪار ڪيا، شمس رنگ شڪيلا.

(محمود فقير، ڪافي-43، ص-70)

• **شَڪِيلو**: ذ. ترار جو هڪ قسم. ننڍي ترار- شڪيلو (جنهن جو مُنهن ۽ پُنيءَ جو چوٽون حصو تيز ٿيندو آهي). درياء جي ٻيڙيءَ جو هڪ اوزار)

وِجهان شور شريعت اندر، ڪٽي شاهي شوق شڪيلو.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-6، ص-148)

• **شَمَعَ**: ث. [ع. شَمعَ= بتي] بتيءَ جو هڪ قسم- موم بتي- شمع. اتفاق- ناهه- مِٺ- محبت- سلوڪ.

شان شفقت شعربازي، شرف شم شغلات جا،
ٿو ڪري شاطر شتابي، شوق شاهي شاد سان.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-7، ص-53)

حُسن جاڻ يار جو، جيئن شاهي برن شمر،

فضل ٿيو فقير چئي، رحمي ڪندو رحم.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

- **شُمارُ**: ذ. ڳڻپ- ڳاڻيٽو- حساب- ليکو- تعداد. اندازو- جاچ- تخمينو- اٽڪل روءِ- ڪٿ.

شان شفقت جي شرح جو، ڇا ڪندو شاعر شمار،

شهه شهادت شاد ڪيڙو، ستا شغل جو شرفدار.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-2، ص-233)

- **شمشير**: ث. [ف. شُم= پُڇ+ شير= شينهن] شينهن جي پُڇ جهڙو ڏنگو. هٿيار- تلوار- تراڙ- سيف- تيغ.

شوق جي ڪڻ شمشير مُدامي،

توڪل واري تند وڄائي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-18، ص-81)

- **شَمعَ**: ڏسو. ”شمر“.

شاهه حُسن ڪي شور شاهي، شمع هي سرشار هو،

شان شفقت ڪر شجاعت، شعر ڪا شمار هو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-4، ص-108)

- **شَملو**: ذ [ف. شمله> شملة> شَمَلَ= ويڙهڻ] ڪلهن تي رکڻ جي شال (لُنگهيءَ جهڙو ڪپڙو، اهڙو پٽڪو، جنهن جو هڪ پَلَوُ پنيان چيلهه تي لٽڪائي ڇڏجي). پٽڪو- مولهيو- پڳ. درباري امير چيلهه سان ٻڌندا هئا ۽ پلاند لٽڪائي ڇڏيندا هئا.

ٻڌي شملو شاهنشاهي، مالڪ مُلڪ مختيار،

عشق اسان وٽ آيو.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-6، ص-8)

- **شَنڪَرُ**: اسم خاص. [سن] هندو ڌرم ۾ هڪ مهاتما جو نالو.

بلهي شاهه ارداس گلاب، شرشٽ ديانند ٻُڌ پرتاب،

وشن ننگر ۾ آپي آپ، شنڪر شريمان هُون.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-16، ص-180)

- **شِنگُ**: برُ- رِڙُ- بي قابو- تيار- آماده.

نُهيا نُڪيا ناهه ۾، اسين شنگ گهمون ٿا شير،

بت اسان جو بهاريءَ ۾، سهڻا پلنگ پير.

(محمود فقير، موالي، ص-126)

- **شورُ**: ذ. [ف. شور> شوريدن= بغاوت ڪرڻ] هُل- گوڙ- لُڙ- گهمسان- غوغاءُ. ڪڙڪو- واڪو- رڙ. شهرت- ڌاڪو- ڌوم.

شوق دي شاهي شور شور، آيا ماهي ميڏي سانگي.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-13، ص-196)

- **شَهه**: [ف] شاهه جو مخف. بادشاهه- اڳواڻ- رهنما- رهبر.

شان شفقت جي شرح جو، ڇا ڪندو شاعر شمار،

شھہ شھادت شاد ڪيڙو، ستا شغل جو شرفدار.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-2، ص-233)

• **شَھابِي**: ذ. صفت. ڳاڙھي رنگ جو- ڳاڙھو- سُرخ.

شاھنشاھي شان شَھابي، شفقت ڪر شادان شتابِي،
شغلي ٻڌ شھزور شبابي، ڪيتا شوق شراب اسان.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-2، ص-166)

• **شَھبازُ**: ذ. [ف. شَھہ= وڏو باز] پکيءَ جو ھڪ قسم- وڏو باز. (اسم خاص) سيوھڻ جي ولي حضرت عثمان مرونديءَ جو لقب.

سڪ سچي جو سندرو ثابت،
شوق شاھي شھباز ڪيو.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-4، ص-147)

• **شُھرَت**: ث. [ع. شھرت> شَھَر= ظاھر ٿيڻ] ڏوھ ڏام- اشاعت- ڦھلاءُ- مشھوري- اشتھار- پڌرائي- ناماچاري- ناموس- نيڪ نامي- ھاڪ. بدنامي- گلا- رُسوائي- خواري- بي عزتي.

شوق جي شھيد کي، شاھي شفاعت چا ڪندي،
شوريل شرابي شير کي، شھرت شڪايت چا ڪندي.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-6، ص-52)

• **شَھزورُ**: ذ. صفت. تمام گھڻي طاقت وارو. بھادر- پھلوان. سورمو- سورھيہ.

آواز اَن اِلاھي، بيشڪ بقا باالله،
شھزور شور شاھي، جذبو جلال منھنجو.

(محمد فقير، سُر بھاڳ، ڪافي-1، ص-54)

• **شُھُودِي**: شُھُودُ: ذ. [ع. شھود> شاھد> شھد= اکين ڏٺي شاھدي ڏيڻ] حاضر ٿيڻ جي حالت- موجودگي. تصوف جي اصطلاح ۾ اھو درجو جنھن ۾ طالب ھر موجود شيءِ ۾ عين الحق پسي ٿو. ڏيک- نظارو- ظاھرائي.

’مِن لھ المولىٰ‘ مُک معبودي، ’فَلھ الکُلِي‘ شوق شُھودِي،
بيرنگ جي بازار، برھ باھ آھي.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-4، ص-202)

# ص

• **صابِرُ**: ذ. صفت [ع. صابر> صَبَر= پاڻ کي روڪڻ] صبر ڪندڙ- صبر وارو. ڪنھن تڪليف اچڻ تي ماٺ ڪندڙ.

بردبار. رضا تي راضي رهندڙ.

بار ملامت وال، سرتي سهه صابر ٿي،
ناهه اِهو جنهن ناهيا ويک تنهيندا ول تون.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-38، ص-89)

• **صادِقُ**: ذ. صفت. [ع. صادق> صدق= سچ ڳالهائيندڙ] سچو- سچار- راست گو- ست وارو. ايماندار- سُپتيو. وفادار.

ڪٿي اکين سندو عاشق، ڪٿي صوفي صفا صادق.

(محمود فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪفي-11، ص-213)

• **صانِعُ**: ذ. صفت. [ع. صانعُ> صَنَعَ= ناهڻ] ڪاريگر- ناهيندڙ. ڪاريگري ڪندڙ. پيدا ڪندڙ- خالق. سرجڻهار. اُپائيندڙ.

صاف صورت جي صحن، صانع ٿيا صوفي صدر،
صادق صراحي ساز سان، صاحب صحيح صلاح جا.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-18، ص-63)

• **صُحبَتَ**: ث. [ع. صحبت> صَحَبَ=تعلق رکڻ] ياري- دوستي- سنگت. همراهي- ساٿ- مدد- ميل جول- ميل ميلاپ- ملاقات.

صُراحي ساز ڪي ڪولي، ڪئي صحبت سياڻن سان.

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-8، ص-225)

• **صَحنُ**: [ع] اڱڻ- ايوان- آڳنڊ. آڱر.

صاف صورت جي صحن، صانع ٿيا صوفي صدر.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-18، ص-63)

• **صُراحِي**: ث. [ف. صُراحي؛ ع. صُراح= خالص شراب] شراب يا پاڻي رکڻ جو ڏگهي ۽ سنهي ڳچيءَ وارو ٿانءُ- گهُگهي.

تازي طبل سان سرتاج شاهي، صمصام سُر سان ساغر صُراحي.

(محمد فقير، سور پيروي، ڪافي-8، ص-13)

جام صُراحيون جن سان پيتم، تن وٽ حال هلان.

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-49)

• **صِفاتُ**: ث. [ع] صفت جي جمع. اوصاف- خاصيتون. تعريفون- ڀلايون- خوبيون.

برسر بنائي بازي، صورت صفات سازي،
قائم ڪلال قاضي، منصور عشق ڪيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-7، ص-110)

• **صِفاتِي**: صفت. صفات ڏانهن مَنسوب. عارضي- هترادو- جڙتو- نقلي. حاصل. ڪيل- پرايل- مليل- ڪٿيل.

مئين وچ ماهر سجاتم ساري، ويک حسن دِي ميگهه مَلاري،
ثابت ڪيتم، صاف صفاتي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-3، ص-10)

• **صَفِي الله**: صفت [ع. صَفوَ= صاف ٿيڻ] صاف- پاڪ- نج- خالص. (اسم خاص) حضرت آدم عليه السلام جو لقب.

آدم صورت سبحاني، صحي صاف صفات،
صفي الله چوان.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-5، ص-203)

• **صلواتي**: صلواة. ث. [ع] درود- خدا جي رحمت. دعا. نماز- بندگي. خدا جي واکاڻ. برڪت.

مئين وچ مئي ڊِي سورهيہ سافي، سُرڪ پلائي بيرنگ باقي،
مُنجهہ ڳئي محڪم بانگ صلواتي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-3، ص-10)

• **صَمَداني**: ذ. صفت. وڏائيءَ وارو جوان. هتي حضرت عبدالقادر جيلانيءَ ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي.

منا محبوب سبحاني، آهين تون غوث صمداني.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-2، ص-209)

• **صَمصام**: ث. [ع] اها شيءِ جنهن جو منهن نہ ڦري (ڪنايہ) تکي تلوار. تلوار- شمشير- سرواهي.

تازي طبل سان سرتاج شاهي، صمصام سُر سان ساغر صُراحي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-8، ص-13)

• **صنم**: ذ. صفت. [ع] پريتم- دلبر- دلدار- دلربا- جاني- محبوب- معشوق. لالڻ- پرين- سپرين.

پارس پيارين جام ٿو، سورهيہ سخي صاحب صنم.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-16، ص-129)

• **صِنعانُ**: اسم خاص. [ع] هڪ مشهور معروف ولي ڪامل جو نالو. شيخ صَنعان.

جهنگل وچ صَنعان، چوڙ زُهد ڪون سُوئر چَريدا.

(محمد فقير، سر تلنگ، ڪافي-60، ص-99)

• **صُوبن**: واحد. صوبو. ذ. [ع. صُوبَہ] پرڳڻو- علائقو. ملڪ يا حڪومت جو حصو. صوبي جو حاڪم- امير- سردار- حاڪم- رئيس. گورنر- ناظم.

سنيري ويو ساٿ سان، صوبن جو سلطان،
فڪر جي فرمان، چوري چِت چريو ڪيو.

(محمد فقير، بيت-185، ص-285)

مديني پاڪ منور ڊِي لڳين ڪُون خاڪ ڪڙ لاوان،
ستي وچ سيج تي صوبي، جنت وچ جاءِ ڪر جاني.

(محمود فقير، ڪافي-49، ص-76)

• **صُوفِي**: ذ. صفت [ع. صُوف= اُن مان نهيل ڪپڙو] اوني ڪارو ڪپڙو ڍڪيندڙ- پشمينہ پوش. متقي- پارسا- پاڪباز- پرهيزگار- صاف. (ذ) طريقت وارو سالڪ- سلوڪ وارو فقير. شراب يا ڪنهن بہ ٻئي نشي کان پرهيز ڪندڙ.

صوفي ٿي سِر صاف سُجاتا، دلبا ديد دلال دا ڏمال دا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-31، ص87)

• **صَيادُ**: ذ. صفت [ع. صَيد= هُوشڪار ٿيو] وڏو ماهر- شڪار ڪندڙ- وڏو شڪاري- وڏو مارِي.

**ثابت سخي سرور علي، ساقي سُرڪ جي ساز جو،**

**صياد آئون صياد آئون صياد آئون آهيان.**

(محمد فقير، سُر جوڳ، **ڪافي**-7، ص-193)

• **صيفي**: صفت. [ع] گرمي- گرميءَ جو موسم. شاعر مطابق. عشق جي گرمي- تپش.

**رمزان ڪيف ڪڪوريل ڪيفي،**

**سُرس سنگينون سُرخي صيفي.**

(محمد فقي، سُر پيبروي، **ڪافي**-22، ص-21)

• **صَيقَل**: ث. [ع. صُقَلَ= پالش ڪرڻ] ڪٽ (لوهه تان) لاهڻ جو ڪم. صفائي- چمڪ- چمڪو- چلڪو- اوجر.

**عشق اٽجهل نه هجي، سُرخ سُهٽل نه هجي،**

**سخن صيقل نه هجي، أتي اَڪمل نه هجي.**

(محمد فقير، سر بهاڳ، **ڪافي**-20، ص-64)

# ض

• **ضَربُ**: ث. چوٽ- ڌڪ- رُهنڊَ. مارَ. نقصان- گهاٽو- صدمو.

ضاد- ضرب ضمير سان، ظاهر ظفر ذات،

پائي پسڻ پاڻ ۾، جهاتي اندر جهات.

(محمد فقير، سي حفري-2، ص-250)

• **ضَمان**: ذ. صفت. [ع. ضَمِنَ= جوابداري کڻڻ] پاران پوندڙ- بدلو پوندڙ- ضامن- ضامني.

جيئان ڪيئن جهان ۾، برهه ڪوڙيا بان،

مير محمد مصطفيٰ صہ، آهي زور ضمان.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-116)

• **ضمير**: ذ. [ع] دل- من- جِيءُ- قلب- هردو. اندر- ڳُجهه- راز- ڀيد- خيال- ڌيان- مرضي (ذ. صفت) اندر وارو- پوشيده. مخفي.

ضاد- ضرب ضمير سان، ظاهر ظفر ذات.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-250)

# ط

• **طاعت**: ث. [ع. طاعت < طوع= فرمانبرداري ڪرڻ] فرمانبرداري- مڃتا- قبوليت. تابعداري. ٻانهپ- بندگي- عبادت.

• **طاهِرُ**: ذ. صفت [ع. طاهر< طَهَرَ= صاف ٿيڻ] پاڪ- پوتر- صاف.

زنار ذوق ظاهر، تازو تيار طاهر،

”محمد“ مثال ماهر، مهندار عشق ڪيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-6، ص-110)

• **طَبَلُ**: ذ. [ع. طَبل= ڏُڪڙ. ڏُڪڙ جو وڄت وارو پاسو] وڏو ڍُهل- دَمامو. وڏو نغارو- پيرِ- رُعب- دٻدٻو.

شاهنشاهي طبل وڄايم، ڪري اُلٽي اوڄ،

پتنگ جيئن پرواز منهنجو.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-9، ص-5)

• **طبلي**: طبلو. ذ [ع] ساز جو هڪ قسم- ننڍو ڍُهل- ڍولڪ. ڏُڪڙ.

تن من طنبور طبلي، ترنم طبل تياري.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-20، ص-131)

• **طَراوَتَ**: ث. [ع. طراوت> طَروَ= تازو ٿيڻ] ساوڪ- سبزي. آلاڻ- پوسَلُ. تري. ٺڏاڻ- ٺُنڪي- فرحت. آرام. تازگي.

ترڪ تازي جي طراوت، ترڪ ڪيا فاني فرق.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-1، ص-199)

• **طعنا ٽُنڪا**: واحد. طعنو ٽنڪو. طعنو- مهڻو- ڏک ڏوراپو- ڦِٽِ لعنت.

عاشقن تي عام جي، شهرت شڪايت،

طعنا ٽنڪا ٺُهمتون، نخرا نهايت.

(محمد فقير، بيت-272، ص-296)

• **طَلَبَ**: ث. تلاش- جستجو- ڳولا. خواهش- ضرورت. گهُر- مانگ. درخواست. التجا. آرزو- تمنا. ڪانڊ- ڪوٺ- نِيندِ- لهڻو- رهت پگهار- مزوري.

طلب طور، نظر نور، پڌريو پور پتيان.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-11، ص-159)

• **طِلسماتَ**: طلسم جو جمع. جادو.

ترڪ تسبيح تال توبہ، ترڪ طاعت طلسمات،

ترڪ تقويٰ جي تماشي، ترڪ ٿيا چوڏهن طبق.

(محمد فقير، سر درباري ڪانرو، ڪافي-1، ص-199)

• **طَمعَ**: ث. [ع. طَمعَ= لالڻ رکڻ وارو ] لوڀ- لالچ- حرص. خواهش- چاهہ- گهرج- ضرورت. اُميد.

ڪري خيال خدائي خاص خبر، ڪيو ترڪ طمع جو تال ترو.

(محمد فقير، سر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **طَنبُورُ**: [ع] ساز جو هڪ قسم- وڏي ڳن سان تارن وارو ساز، جيڪو آڱرين سان وڄندو آهي.

تن من طنبوري طبلي، ترنم طبل تياري،

توحيد تر تراني، تن تار جابجا.

(محمد فقير، سر پهاڙي، ڪافي-19، ص-131)

• **طنبيلا**: طَبيلو. ذ. [ع. طويلہ= چوپائي مال کي ٻڌڻ جي نوڙي] گهوڙن ٻڌڻ جي جاءِ- ڪُڙهہ- تنبيلو.

ترت چتا طنبيلا، شهزادا شڪار تي،

هَڪِي حاضر ٿيان وڃي، ڏُو ڏڏڪار تي.

(محمود فقير، ڪافي-43، ص-70)

• **طُورُ**: اسم خاص. [ع] هڪ مقدس پهاڙ جو نالو، جو عربستان جي اتر اولهہ ۾ آهي، جنهن تي يهودين جي پيغمبر حضرت موسيٰ عہ الله سان هم ڪلام ٿيو. جبل سينا.

طلب طور، نظر نور، پڌر پور پتيان،

همہ حال، دي خيال، بن بحال بتيان.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-11، ص-159)

# ظ

• **ظاهِرُ**: ذ. صفت. [ع. ظاهر> ظَهَرَ= ڏسڻ ۾ اچڻ] ڪليل- پڌيل- اُپڌيل- عَيان- چِٽو- پڌرو- نروار. آشڪار- مشهور.

زنار ذوق ظاهر، تازوپ تيار طاهر.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-6، ص-110)

• **ظَفر**: ث. [ع. ظَفَرَ= ڪامياب ٿيڻ] سوڀ- فتح- جيت- نصرت- فتحمندي. ڪاميابي.

ساري صفات بنده، ذاتي ظفر خداهي،

دونون ڪي پيچ عادل، انصاف ڪِي اداهون.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-42، ص-143)

• **ظُهُورُ**: ذ. [ظَهَرَ= پڌرو ٿيڻ] اظهار- پڌرائي- ظاهرائي. وقوع- انڪشاف. صورت- شڪل- ڏيک.

ذاتي زور زلف دا زابر، ڪول زناري ذوق ظهور.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-5، ص-148)

# ع

- **عادل**: ذ. صفت. [ع. عدل= هن انصاف ڪيو] عدل ڪندڙ- انصاف ڪندڙ- آچاري- نياڪاري. منصف- جج- قاضي. حقي فيصلو ڪندڙ- انصاف پسند- حق ۽ ناحق ڊار ڪندڙ.
- **عارفُ**: ذ. صفت. [ع. عَرفَ= سڃاڻڻ] سڃاڻندڙ- واقف- ڄاڻندڙ- ڄاڻو. خدا کي سڃاڻندڙ- الاهي معرفت وارو- محبت اِلاهي ۾ غرق. سياڻو- عقلمند- داناءُ.

تي عادل عارف عالم، بيدار بحالي بالم،

في الحال فقيري فالم، ڪر فرض فنا فرمانا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-59، ص-98)

- **عالم**: ذ. [ع] داناءُ- ڄاڻڻ وارو. تمام گهڻو پڙهيل لکيل.

تي عادل عارف عالم، بيدار بحالي بالم.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-59، ص-98)

- **عالِي**: ذ. صفت. [ع. علا= هوُ مٿانهون ٿيو] مٿي ڪيل- بلندي ڏنل- بلند- مٿانهون- بالا- رفيع- اعليٰ- برتر- اوچو- وڏو- عظيم- ڪلان (عزت) چڙهيل- درجي چڙهيل- سرفراز. ممتاز. عزت وارو- مانوارو- قابل عزت. نامور- ناميارو- مشهور.

خود خيال، متوال، احوال عالي،

اصلات، خصلات، وصلات والي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-53، ص-37)

- **عامِلُ**: ذ. [ع. عَمل= هُن ڪيو] عمل ڪندڙ- عملدار- حاڪم- آفيسر. شاهي عهدي وارو- سرڪاري نوڪر. (صفت) علم نجوم موجب عمل جي دعويٰ ڪندڙ. منتر جنتر ڪندڙ. جادوگر.

عشق عمل دي عامل، شوق شرابي شامل،

ڪار قتل تي ڪامل، قدم ڪلالي چايا

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-14، ص-196)

اسين عامل پيش الله جا، اسان کي سائينءَ ڏنو سَت.

(محمود فقير، موالي، ص-129)

- **عامي**: ذ. صفت. عام ماڻهو- ناليرو- مشهور- ناميارو. پڌرو.

چلا ميم دي مامي، الف عالي عامي،

لڳي 'لا' دي لامي، سمجھ ويکين سهرا.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-43)

- **عباسِي**: صفت. حضرت عباس رضہ جي خاندان جو لقب. دؤر عباس جو ڪارو رنگ. گل جو هڪ قسم.

سُرخ سبزي سير سناسي، زنگي سنبل ويک عباسي،

گاڪي پوريا پيم پلاسي، چم چم چنن ڪر چمڪار.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-6، ص-169)

- **عَبدُ**: صفت. [ع. عَبد= هن بندگي ڪئي] غلام- ٻانهون- گولو- بندو- تابعدار- مطيع. نوڪر- نفر- چاڪر- ملازم-

خدمتگار- ٽهيلو- ٻيلي.

**نڪي احد نڪي عبد، نڪي حدون حسابا.**

(محمد فقير، بيت-44، ص-270)

- **عبديت**: ث. غلامي- ٻانهپ- گولپ- بندگي- تابعداري.

**عبديت دي اولي اندر، شاهي ڪر ڪي شان.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-57، ص-97)

- **عِبرتَ**: ث. [ث] انديشو- عجب- حيرت- تعجب- اچرج. هيبت- خوف- سبق.

**اک جو عاشق تي ڏس عبرت، ٻي نہ چاٽج واهہ.**

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-1، ص-221)

- **عجائب**: ذ. [ع. عجيب جو جمع] عجب وارو- اچرج جهڙو- عجب جهڙو- عجيب. حيرت انگيز- عجيب و غريب- ناشيدو- اجنبي.

**محمد وِچ ميزان ميثاقي، عشق عجائب تي اوطاقي.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-92)

- **عَجَمُ**: اسم خاص. هڪ ملڪ جو نالو. ايران- فارس- پارس. عرب کان سواءِ ٻيو ملڪ.

**ڪعبو ڪاشي مام معنيٰ، عرب عجم چين.**

(محمد فقير، سُر ديسڪار، ڪافي-2، ص-232)

- **عَدَلُ**: ذ. [عَدَلَ+ هن انصاف ڪيو] برابري- مساوات- هڪجهڙائي- انصاف- آچار. حقي فيصلو- بي رياءُ فيصلو- حق ناحق جو فيصلو.

**اعليٰ اصل اوقاتي، عادل عجب عدل جي.**

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-7، ص-224)

- **عَدمُ**: صفت. [ع. عَدَمَ= هو گم ٿيو] معدوم. ناپيد- غيرموجود- بي وجود. نابود- نيست- فنا- فاني. نہ هئڻ جي حالت- نيستي- نابودي- معدومي. فنا جو ملڪ- هو جهان. آخرت.

**فائض فقر ۾ في الهال فالم، عاشق عدم کان انوار عالم.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-8، ص-13)

- **عرَبي**: هتي عربيءَ مان مراد، حضرت محمد مصطفيٰ صہ جن آهن.

**اَنا احمد بِلا ميمي، هي عربي آپ آلايا.**

(محمد فقير، سُر جڄهونتي، ڪافي-2، ص-230)

- **عُريانُ**: صفت. [ع. عُريٰ= خالي ٿيو] اُگهاڙو- ننگو- برهنہ. بي پرده- ظاهر- صاف- نروار- پڌرو.

**اکيان اندر عشق اِلاهي، عجائب عُريان،**

**عاشق تي اظهار ڏنوسي.**

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-4، ص-8)

- **عُشاقن**: عاشقن جو جمع. عاشقن- عاشقَ پيار ڪندڙ- محبتي- پيارا.

**علم لُدني سندو عالم، کولي اسرار اکين جو،**

**عُشاقن تي ڪري آرو، پلي آيو پلي آيو.**

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-20، ص-131)

• **عُشاقي**: [ع. عُشاق= عاشق جو جمع] عاشقن وارو- محبتين جهڙو.

انساني جي اولي اندر عشاقي ارواح،

قرب ڪمائي آيس.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-35، ص-88)

• **عَصا**: ث. [ع. عَصا= لَٺ] لڪڻ- لٺ. هٿ جو لڪڻ- ڇَڙي.

چوڙ مصلي عصا ڪوزا، ويرو سانوڻ واري،

جوڳي جڳ جڳ جوڳ ڪماون، جوش جگر ڪر جارِي.

(محمد فقير، سُر ڪسوري، ڪافي-3، ص-181)

• **عِلمُ لَدُنِي**: ذ. خدا تعاليٰ جي طرفان مليل خاص علم.

علم لدني سندو عالم، ڪولي اسرار اکين جو،

عشاقن تي ڪري آرو، پلي آيو پلي آيو.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-20، ص-131)

• **عليل**: ذ. [ع] بيمار- مريض- اگهو.

عاشق مست عليل ٿا، پنهنجي محبت ۾ مرن.

(محمود فقير، ڪافي-10، ص-50)

• **عُقبيٰ**: ذ. [ع] عاقبت. آخرت- پڇاڙي- قيامت.

سانگو سٽي سِر ساهه جو، عقبيٰ ڪنان آزاد ٿي،

اعليٰ عجب عشق جي، احوال آن اثبات سان.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-13، ص-60)

• **عينَ**: بنا نقطي حرف ”ع“ يعني حق تعاليٰ جي ذات پاڪ. هڪ عضوي جو نالو. اک- چشم- نيڻ- نين. نسورو- محض- خالص- سڌ پڌ- بلڪل. جند- جوهر- روح. حقيقت- اصليت.

عين عنايت، نين نزاڪت، نر نيهي نور نظارا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-54، ص-96)

# غ

• **غازِي**: ذ. صفت [ع. غُزا= جنگ] جهاد ڪندڙ- مجاهد- شجاع- بهادر.

غمازي غزلات جو، غواصي غازي يار.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-6، ص-12)

• **غالِبُ**: ذ. صفت. [ع. غَلَبَ= هُن سوڀ ڪئي] غلبو ڪرڻ وارو-زور پوندڙ- قابض- مسلط- حاوي. فاتح- فتحياب- جيتيندڙ- غلبو ڪندڙ- قبضو ڪندڙ.

جڏهن خيال تي غالب خيال ٿيا، تڏهن حاصل هردم حال ٿيا.

(محمد فقير، سُر ٿوڙي، ڪافي-4، ص-218)

• **غَبُغَبُ**: ث. [ع] ڪاڏيءَ هينيان لٽڪيل گوشت (جو خوبصورتي ڏيکاري)- ڪاڏيءَ جي ڪڏ. (اسم خاص) مينا ۾ هڪ ٽڪريءَ جو نالو.

چوڙ حجاب دُوئي دا دِل تون، غبغب گهيڙ گهڙيجي يار.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-1، ص-74)

• **غُبار**: ذ. [ع. غَبَرَ= مٽيءَ جي رنگ جهڙو ٿيو] مٽيءَ ۾ مليل هوا. ڌوڙ جا ڪکر. مٽي- گرد- ڌُوڙ- دز. ڌُنڌ- لُڙاٽ- لُڙ. اُونداهي- اڻ چٽائي- ڌُنڌڪار- ڪوهيڙو- ڌُونگر. دل تي بار- چاتيءَ تي ڳوراڻ. رنج- ملال. ڪلفت- عداوت- ڪَٽرُ- بغض.

ويا غير غبار، سمجهي سير وجود جو.

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-261)

• **غَرقُ**: صفت. [ع. غَرَقَ: سن. گرت= ٻُڏڻ] پاڻيءَ ۾ اندر ويل- ٻُڏل. ٽُبيل. گم- غائب- لڪل. غلطان- محو- ٽُبيءَ ۾ پيل- ويچار ۾ گم. نشي ۾ چُور- مخمور. گهٽو مشغول- بي حال. ناس- تباهه- چٽ- برباد.

گاروڙي ڪي غرق، گم ٿي ويا گرداب ۾.

(محمد فقير، بيت-119، ص-278)

• **غزائي**: ث. [ع] مهل تي ڪم ڪرڻ وارا. همت- مردانگي- مُڙسي وارا.

عجب ڪيل ڪيلي وني واس وحدت،

ڪٽن گوءِ غازي غزائي گهٽي تي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-55، ص-39)

• **غَضَنفَرُ**: ذ. [ع] شينهن- شير. (صفت) شينهن جهڙو طاقت ور. پهلوان- سورهيه- جوڌو- ڪوڙو- بهادر.

عدم ڪان آوازي، برهه بياضي،

عضنفر ٿي غازي، ڪبابي ربابي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-2، ص-122)

• **غَلبا**: واحد. غلبو. ذ. [ع. غَلبَه] غالب اچڻ يا پوڻ واري حالت. حملو- ڪاهه- جُلهه. زور- ٻَلُ- طاقت- قوت- زبردستي- زورآوري- زيادتي. آڳانجهائي- وڌيڪائي- فرط- گهَڻ- نهايت- بسياري- جهجهائي- هيڪاندائي. جيت- سوڀ- فتح.

غ- غازي غضنفر غلبا ڪيتا غمازدا،

حسنين دي حسنات وچ پير پريا پرواز دا.

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-261)

• **غِلافُ**: ذ. [ع. غَلفَ= ڍڪڻ] پوش- ڍَڪُ- ڍڪڻ- پُڙُ. مٿيون پردو- ڇَوَ. (وهاڻي يا گادي وغيره جي). کِپَ- مياڻ (ترار جي). جُلدُ- پوش. ويس- بانو.

ڪاڪل ڪُنڍڙا ڪار ڪجل جي، سر تي مثل غلاف ڏنم.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-47، ص-94)

• **غلمان**: ڇوڪرا (جنت جا). خادم- نوڪر- خدمتگار.

حُسن هزارين ڪيا حيران، حُورون پيون جن غلمان.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-3، ص-68)

• **غَمازُ**: ذ. صفت [ع] اک سان اشارو ڪندڙ. طنعنو ڏيندر. غيب ڏانهن اشارو ڪندڙ.

غ- غواصي غور سان، غازين ڪيو غماز،
پسڻ واري پڙ ۾، پتنگن جان پرواز.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-253)

• **غَمزو**: ذ. [ع] اک جو اشارو- ميچ- اهج. ڪنهن (خاص مقرر ڪم لاءِ) ڳالهه لاءِ اک جو اشارو. رمز- مام- اشارو. آرُ- عشوه.

غمزو ڪري غمازي، غلمان جي نموني،
قائم ٿيو قلب ۾، قرآن جي نموني.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-16، ص-115)

• **غوثُ**: ذ. [ع] دانهن اونائيندڙ- فرياد ٻڌندڙ. اهل اسلام ۾ اولياءُ جو هڪ درجو. سڀ کان وڏو ولي- قطب. هتي حضرت عبدالقادر جيلانيءَ ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي.

منا محبوب سبحاني، آهين تون غوث صمداني.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-2، ص-209)

• **غوطا**: واحد. غوطو. ذ. پاڻيءَ ۾ هيٺ وڃڻ جي حالت- ٻُبي- ٽُٻي- گهُت. گلي ۾ هوا جي نليءَ ۾ پاڻي گهڙي وڃڻ سبب پيدا ٿيل حالت- گوتو. پُور- من موج- دؤر- لهر- رَءُ- ڪُڏُ- شوق- دل- مرضي- لاڙو.

سمجهه صحي ڪر مارين غوطا، پاءِ دروني جهاتي،
پي پيالا محبت والا، ڏي هوڪا دم دم ذاتي.

(محمد فقير، بيت-8، ص-265)

• **غواصي**: ذ. صفت [ع. غواص] ٽٻيون هڻندڙ (سمنڊ ۾)- غوطه زن. غوطو هڻي سمنڊ مان (موتين لاءِ) سپون ڪيندڙ. عارف- سالڪ.

غمازي غزلات جو، غواصي غازي يار.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-6، ص-12)

# ف

- **فَاَيۡنَمَا تُوَلُّوۡافَثَمَّ وَجۡهُ اللّٰهِ:** [ق- ش] جيڏانهن منهن ڪندؤ تہ ڏٽيءَ تعاليٰ کي سامهون ڏسندؤ. (سورة البقره، آيت -115).

مظهر موجودات ٿيو، معنوي ميزان،

فا اَينما تولو فثم وجهه الله، فرمائي فرمان.

(محمد فقير، بيت-257، ص-294)

- **فاسِقُ:** صفت. [ع. فَسَقَ= هو آواره ٿيو] بدڪار- بدڪردار- بدراهه. زاني- ڪوڙو- ڪُساڪي.

اکين تي ٿي عاشق، فرق فنا ڪن فاسق،

حڪم هلائي حاذق، رندي رمز رچي.

(محمد فقير، سُر مانجهه، ڪافي-2، ص-65)

- **فانِي:** صفت. [ع. فَنَي+ هو مري ويو] فنا ٿيندڙ- فنا ٿيل- ختم ٿيندڙ- نابود ٿيندڙ- مرندڙ. گم ٿيندڙ- عدم پيدا ٿيندڙ. بي بقا- ناپائدار- گهاتي.

فائق فڪر فيراق ۾، فياض ٿيا فاني فدا،

فالم فقر جي فوج سان، فائق فنا في الله جا.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-18، ص-63)

- **فائز:** صفت [ف] پهچڻ وارو. فتح حاصل ڪرڻ وارو- ڪامياب.

فائز فقر ۾ في الحال فالم، عاشق عدم ڪان انوار عالم.

(محمد فقير، سور پيروي، ڪافي-8، ص-13)

- **فائق:** صفت [ع. فائق= مٿي ٿيندڙ] بلند- مٿاهون- وڏو مٿيون- بالا- اُتم- اُچو- اعليٰ. مشهور- ممتاز- برتر- بهتر. سڀ کان چڱو- سنو- عمدو. معزز- برگزيده- فوقيت وارو- فيض وارو- بزرگ.

الف اِلاهي آئون ڏسان ٿي، باريءَ جا تہ بيان،

سي تہ صبر جا درجا دل کي، فائق جا فرمان.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

فائق فڪر فيراق ۾، فياض ٿيا فاني فدا.

(محمود فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-18، ص-63)

- **فَثَمَّ وَجه الله:** [ق. ش] ڏسو آيت فااِينما تولو فثم وجه الله.

وحدت ڪثرت ويس وصالي، فَثم وجھ اِلاھي.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-15، ص-197)

- **فِدا**: قربان- صدقو- گھور. گھوريل- صدقي ٿيل.

فائق فڪر فيراق ۾، فياض ٿيا فاني فدا.

(محمد فقير، سُر بھاڳ، ڪافي-18، ص-63)

- **فَذڪُرُونِي**: (سڄي آيت: فذڪروني اَذڪُرڪُم) [ق- ش] ياد ڪريو مون کي تہ آئون بہ اوھان کي ياد ڪريان. (سورة البقره، آيت-152)

وَنَحنُ اَقرب نور نشاني، فَذڪرُوني فن فرقاني،

وجھ الاھي حال حقاني، ھرجاءِ ڪيو ھيڪارو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-64، ص-101)

- **فُرقانُ**: ذ [ع] (الغوي معنيٰ ۾) حق ۽ باطل ۾ تفاوت ڪندڙ. (اصطلاحاً) ڪلام الله- قرآن شريف.

’محمد‘ مشتاق محبت ۾، ڏسن ٿا عشق جو آرو،

عجب اسرار اندر ۾، فڪر فرقان ٿي آيو.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-8، ص-212)

- **فِشق**: عشق جو ضد.

عشق بنا دل فشق ھي سارا، گوندر گھر ھَئي گھاري.

(محمود فقير، ٽيھ ڏينھن، ص-119)

- **فَقرُ**: ذ. [ع. فَقَرَ= ھو محتاج ٿيو] حاجت- احتياج- محتاجي- غريبي- درويشي- فقيري. فقيري حالت- اڻ ھوند ۾ بہ شڪر جي حالت.

فائز فقر ۾ في الحال فالم، عاشق عدم ڪان انوار عالم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-8، ص-13)

- **فَقِيرُ**: ذ. مسڪين- ڪنگال. درويش- الله لوڪ- صاحبِ معرفت- صاحبِ فقر- قانع- سالڪ- تارڪ الدنيا- زاھد. عابد- متقي- دينڌار.

پڙھن فرض فنا جو، فالم ٿي فقير،

’محمد‘ ڪو مھمير، مرد مڃي منصور ٿيو.

(محمد فقير، بيت-178، ص-284)

- **فِڪرُ**: ڌيان- سوچ- ويچار- غور. غور فڪر- سوچ ويچار- خيال- ڳڻتي- تفڪر. اصل حقيقت تائين غور.

درد فراق فڪر جي فن سان، ڪين ۾ قرب ڪمائج تون.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-6، ص-158)

- **فَلَڪُ**: آسمان- آڪاش- اُڀ. چرخ- گگن- انبر- سما.

جوڳي ويا اُن جُوءِ جوان، ملڪ فلڪ جي جاءِ نہ جا ٿي.

(محمد فقير، سُر ڌناسري، ڪافي-7، ص-229)

- **فَنُ**: ذ. ھُنر- ڪاريگري- ڪارستاني- ڏانُ- ساڄڻائي- ڪرتب. دستڪاري- ڪَسَبُ، پيشو — ڌنڌو. چالاڪي، ھوشياري، گڻ-خاصيت-لائقي- لياقت. حال- وضع- طرح- انداز- ڍنگ. نوع- قسم.

درد فراق فڪر جي فن سان، ڪين ۾ قُرب ڪمائج تون.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-6، ص-158)

• **فَنا**: صفت [ع] نيست- نابود. ڇَٽُ- ختم- معدوم. مُنهدم- برباد- ناس- پاڙ پٽيل- مُئل. تباهي- پائمالي.

**ٿي عادل عارف عالم، بيدار بحالي بالم،**

**في الحال فقيري فالم، ڪر فرض فنا فرمانا.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-59، ص-98)

• **فوق**: ظرف [ع] مٿي- مٿاهون- مٿيون.

شائق شرابي شوق جا، فائق فياضي فوق جا.

(محمد فقير، سُر پٽ مجري، ڪافي-1، ص-155)

• **فهم**: سمجهہ- دانائي- عقل- ٻُوڌ- پروڙ- مراد- دماغ.

**احد احمد ميم 'محمد'، فيض فقيري فهم ۾ چا ٿيو.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-15، ص-80)

• **فِي الله**: [ع] الله جي ذات ۾ مستغرق. (ظرف) الله تعاليٰ سان. الله جي محبت ۾.

**الله عالم، باالله بالم، في الله فالم، ڪرين ڪم ڪمالا.**

(محمد فقير، سُر گجري، ڪافي-12، ص-239)

• **في الحال**: (ظرف) باالفعل- هينئر- هن وقت- هن گهڙي- هن دم- اجهو. هينئر- جلدي- تڪڙ ۾. بهرحال- عارضي طور- ٿوري وقت لاءِ.

**فائز فقر ۾ في الحال فالم، عاشق عدم ڪان انوار عالم.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-8، ص-13)

• **في النّار**: باهہ ۾- جيري ۾. عشق جي باهہ ۾- محبت جي جيري ۾.

**ڏير پئي هن وير، ولهي سي زير، ٿئي في النار،**

**ننگ پرئي، ڏک جنگ چائي، سي باري اُناون بار.**

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-121)

• **فَيّاضُ**: ذ. صفت. فيض پهچائيندڙ. بخشش ڪندڙ. نهايت خيرخيرات ڪندڙ- وڏو سخي. فراخ دل- درياء دل- دل وارو- دياوان.

**فائق فڪر فيراق ۾، فياض ٿيا فاني فدا،**

**فالم فقر جي فوج سان، فائق فنا في الله جا.**

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-18، ص-63)

• **فياضي**: ث. ڪشاده دلي- سخاوت- درياه دلي- فراخ دلي.

شائق شرابي شوق جا، فائق فياضي فوق جا،

ظاهر ذڪائي ذوق جا، رمزن واري رنگ ۾ رهيا.

(محمد فقير، سُر پٽ مجري، ڪافي-1م ص-155)

• **فيراق**: فراق. ويڇو- جدائي- وڇوڙو. محبوبن ڪان جدائي.

فائق فڪر فيراق ۾، فياض ٿيا فاني فدا.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-18، ص-63)

• **فيض**: نيڪي يا ڀلائيءَ وارو عمل- نفعو. ڀالوٽ. لهرو. (هتي) عشق جو لهرو يا موج- اُمنگ. عشق جي جنبش. فائدو- خير وارو نفعو.

احد احمد ميم ’محمد‘، فيض فقيري فهم ۾ ڇا ٿيو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-15، ص-80)

# ق

• **ڦرڪِي**: ڦرڪ رکڻ وارا فقير. (جيئن پيرصاحب پاڳاري جي جماعت ۾ هڪ (فرقي/ فرق) ٽولو ڦرڪي فقيرن جو آهي، جيڪي غير جماعت سان ڪائن پيئن ڪونه ٿا).

اڏي واري آر تي عاشق، اصل ڪان اظهار،
ڦرن ٿا ڦرڪي.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-1، ص-101)

• **ڦلڪا**: ث. فريب- ڦند- ڄار- دام.

درِياء سموند، موج ’محمود‘، سڻڪ صندل ڦلڪا ڦيري،
ڪٽي ڪُنيِ تي ڪڙا ڪپ، تي جهولي جهٽ، ڏي ڪُلف ڪيري.

(محمود فقير، ڪافي-64، ص-85)

• **ڦندا**: مصدر= ڦند ڀڪيڙڻ. ڄار وڇائڻ. ڦاسائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ- اٽڪل ڪرڻ- چالاڪي ڪرڻ. مڪر ڪرڻ- ٺڳي ڪرڻ.

هاڻي ڦٽا ڪر ڦندا، نہ تہ پُري ڪندي سنئين پٽري.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

• **ڦڻ**: ث [سن] نانگ جو (جوش يا مستي واري حالت ۾ پکڙيل) منهن وارو حصو. نانگ جو ڦهليل منهن. لغڙ جي چوٽيءَ واري نوڪ يا حصو.

مَڻ جني جي مغز ۾، سي ڪي ڪِي ڪلادار،
شاهي ڪن شڪار، ڏيئي ڦوڪ ڦڻ سان.

(محمد فقير، بيت-138، ص-280)

• **ڦوڳُ**: ذ. ڪنهن شيءِ کي نپوڙڻ بعد باقي بچيل مواد (جيئن ٽاڏل يا ڀنگ جو ڦوڳ). اٽي جو ڇاڻ- بوسو. (صفت) نچوڙيل- رس ڪڍيل. خالي- سڪڻو- بي وزن. بي طاقت- اٽيو- بنا سٽپ جي. پروانو. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم جنهن ۾ اجا گل ٿيندا آهن.

واسينگن جي ويڙهہ ۾، جوڳي ڪنٽا جوڳ،
ڦولهي پسن ڦوڳ، منتر هني مام جو.

(محمد فقير، بيت-54، ص-271)

• **ڦولهي**: مصدر. ڦولهڻ. ڳولڻ- ڦولڻ- جانچڻ- ڳولا ڪرڻ- نهارڻ- ڦولها ڪرڻ- ظاهر ڪرڻ.اُپٽار ڪرڻ. کِنڊيرڻ- پکيڙڻ- ڦولهرڻ.

هُو برسن بهاري تي، هو گم تي ڪين غير،
'محمد' ڦولهي ڦير، چا سُٺائي سُر سان.

(محمود فقير، بيت-25، ص-268)

ڇهڪ پيئي چولي، ڦولهي، پتلي پاڻ تي،
لوڪ سارو ٽوڪ ڪري، کلي ٿو ڪتياڻ تي.

(محمود فقير، ڪافي-21، ص-56)

• **ڦيرُ**: ذ. چڪر- گهمرو- ڦيرو- ڦيراٽي- گيرو- وَلو. وَرُ- ڦيرو. ڦرڻ جي حالت- گردش. وڪڙ- ڏِنگُ- ونگ- ٽيڙُ. ڦيرگهير- تبديل- اُٿل پٿل.

هُو برسن بهاري تي، هُو گم تي ڪين غير،
'محمد' ڦولهي ڦير، چا سُٺائي سُر سان.

(محمد فقير، بيت-25، ص-268)

• **ڦيريدارُ**: ذ. صفت. ڦيري ڏيندڙ- گهورڙيو. در در ويندڙ. فقير.

ت- تاركَ تن جا تَرڪي هليا تُرڪ،
ڦيريدار فقير تي فاني ڪري فرق.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-248)

• **ڦيڙهه**: ذ. وڏو پٽڪو- پڳڙ. (ڦيڙهه ٻڌڻ) وڏو پٽڪو ٻڌڻ.

ڪيڙ وليُن جا ڦيڙ مٿي تي، سانوڻ جي پئي ساٺ،
موج ڪيو 'محمود' اُتي آهي بينو هت جمال.

(محمود فقير، ڪافي-16، ص-54)

• **ڦيهَ**: ث. چَٽَ چپَ- دباءُ. گهٽي مار ڏيڻ- سخت سزا ڏيڻ. ڏاڍي مار ڏيڻ.

ديد اڙانگي دردن ماري، ڦيهه گهتِيُس تيڏي ڦيري،
واهه وِنگي هِن زلف زوراور زنگي، وال تيڏي هُڻ ويري.

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-118)

## ق

• **قاب قوسيني**: قاب قوسين. ڪمان جي ٻن چيڙن جيترو مفاصلو. ٻن هٿن جو مفاصلو. نهايت ويجهو. محبوب جا ڀرون.

قطب قاب قوسيني ڪل ۾، قائم ڪلنگي دار ڏسڻ ۾ آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-24، ص-119)

• **قادِرُ**: ذ. صفت [ع] قدرت وارو- طاقت وارو- زورآور- قوي- طاقت رکندڙ. وس رکندڙ- وس وارو. (اسم خاص) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

مرد ڪيئن مئيخان ۾، تو مڻ متي مخمور ڪيا،
ڪيفي ڪلالي ڪار تي، قادر قوي تنهنجو ڪرم.

(محمد فقير، سور پهاڙي، ڪافي-16، ص-128)

• **قالِبُ**: ذ. [ع] ڪنهن شيءِ ناهڻ جو سانچو- ڍانچو- ڪارب. سرن وجهڻ جو اوزار. ڪورين جو هڪ اوزار. بدن- جسم- بُت.

قلب قالب ڪوڏسان، ڪري ڪُل ڪباب.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-52، ص-95)

• **قائِمُ**: صفت [ع. قامَ+ هُو بينو] کڙو ٿيندڙ- اُڀو ٿيندڙ- بيهندڙ. اڏول- غيرمتحرڪ- برقرار- مستقبل- مستحڪم- مقرر- محڪم. مضبوط- پڪو- ڏاڍو- سوگهو- قابو. هميشہ جو- هميشہ رهندڙ- جاودان- موجود.

ڪاهہ قرب دي قادر قائم، دل وِچ ڪيتي دلبر دائم،
پيرِ مُغان تي سِر سمجهايم، چڙهہ چاهہ زنخ دي راهہ ڪنون.

(محمد فقير، سُر توڙي، ڪافي-2، ص216)

• **قدحُ**: ذ [ع] وڏو پيالو- جام- ساغر- پيمانو. وڏو وٽو- جنگو. ڏابورو- ڏابر.

جذبو جلال الله جو، روحي رسول الله جو،
ڪلمون ڪلام الله جو، سمجهي قدح جي ڪام سان.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-16، ص-62)

• **قُدسِي**: صفت. پاڪ- پاڪيزو- متبرڪ- پوتر- اطهر.

قُدسِي قديم قدرت، قائم قدم قوازي،
’محمد‘ ڪلام قادر ڪاهي، ڪنهن سُٹايان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-51، ص-37)

• **قديمي**: صفت. اصل جو، اصل کان وني- هميشہ جو- مدامي.

’انا احمد بلا ميمي‘، قرب ’ڪُن فيڪون‘ قديمي،
سمجهي ڪوڪو قول ڪليمي، قائم قدرت وارو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-64، ص-101)

• **قصد**: پڪو ارادو- عزم باالجزم- اٽل ارادو- پڪي منشا. مستقل ارادو. نيت- مراد.

قصدُ ’ڪُن فيڪوني‘ قائم، ڪوڏ قديمي قدم ۾ چا ٿيو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-15، ص-80)

• **قُطب**: وڏو ولي (ولين ۾ قطب جي درجي تي پهتل). غوث- اوليائن جو هڪ درجو.

قُطب ’قاب قوسيني‘ ڪُل ۾، قائم ڪلنگي دار ڏسڻ ۾ آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-24، ص-119)

• **قَقنَسُ**: هڪ خيالي ڳائجندڙ پکي.

سهڻي ڪولي صُراحي، بيشڪ بقاالله،
احوال سِر الاهي، ققنس بولي جيئن تاڙو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-8، ص-111)

• **قَلبُ**: ذ. صفت. [ع] دل- هينئون- هردو. هرشيءِ جو وِچ. پِتو- مغز- گِپ. دماغ- عقل.

قلب قالب کوڏ سان، ڪري ڪل ڪباب.

(محمد فقير، سور تلنگ، ڪافي-52، ص-95)

رت غور شرع سانڏا اور، ڪري تُسان چور، ملان دي هِن قلب ڪالي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-114)

• **قَلبِي**: ذ. صفت. قلب جو- قلب وارو- دلي. قرب وارو- حب وارو.

نفي قلبي روحي سِري، خَفِي اَخفيٰ ڪَسب ڪِري،

قتل ڪر شوق شڪ شِري، اَنا الاقرار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-15، ص-17)

• **قُلزَم**: ذ. [ع] سمنڊ (سمندر)- ڪارو. عربستان ۽ مصر جي وچ وارو سمنڊ- بحر قلزم- وڏو درياءُ.

ديدان والي درسن دائم، دُور درياهي قلزم قائم،

اکيان وچ اظهار، تارُو تي تار تريو سي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-46، ص-34)

• **قَلِيل**: صفت [ع] ٿورو- گهٽ- قدري- ذرو. ننڍو- لانو- لانارو- ڇوٽو. اٽپورو. ڪُوڙو. ڪِچ- جزوي- ڇڊو- ورلي- ڪي.

عشق اندر ديان ڪاتيان قهري، وچ اڙي وچ انڊين اَهري،

'محمود' منصب لڌ ڳئي لهري، پرڪن ڪي ڪي قليل،

سوران والي هي سر راڳ دي.

(محمود فقير، ڪافي-65، ص-86)

• **قُمُ بِإِذنِي**: جملو. اُٿي منهنجي حڪم سان.

'محمد' هر مظهر جو مالڪ، حُسن واري فوج،

قُم بِاذني قواز منهنجو.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-9، ص-5)

• **قَندهارِي**: اسم خاص. [سن. گنڌار] افغانستان جي هڪ شهر ۽ علائقي جو نالو.

نل جبل دي ولايت دي ونگ،

پڪ پنهل ڪش چايوني هِن قندهاري ڪالڙ ڙي.

(محمود فقير، ڪافي-60، ص-83)

• **قَندِيلُون**: واحد. قَنديلُ. ذ. [ع] شمعن ٻارڻ لاءِ شيشي جي رنگين پيالن وارو شمعدان. فقيرن جو پيالو. ڪشتو- ڪچڪول- ڪشڪول- زنبيل.

ڪشتا ٻڌ قنديلون، جهنڊا ڏنڊ نغيلون،

طرحين ڪج تحصيلون، نسنگ تي نِڪر ڙي.

(محمود فقير، ڪافي-25، ص-58)

• **قَوِي**: قوت وارو- زورپريو- مضبوط. جبرو- ڏاڍو (ماڻهو پُڄي نہ سگهي). باري. سخت- اڻ ٽر.

مرد ڪيئن مئيخان ۾، تو مَٽ متي مخمور ڪيا،
ڪيفي ڪلالي ڪار تي، قادر قوي تنهنجو ڪرم.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-16، ص-128)

- **قَهَرُ**: ذ [ع] غضب- ڏمر. زبردستي- زوري- ڏاڍ- ظلم- بيداد- انڌير. شامت- بدبختي- نياڳائي- برائي- چندائي.

قهر نال ڪريندا قابو، قلب ڪنڌ ڪپار.

(محمد فقير، سُر مانجهه، ڪافي-6، ص-107)

- **قِيل مَقالَ**: ث. گفتگو- ڳالهه ٻولهه- باب چيت- ريجهه رهاڻ. ردڪد- بحث.

'محمد' مئي پي مام سجاتي، کُلي قيل مقال مولىٰ.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-5، ص-8)

- **قيمان**: [ف. قيمہ] ريزه ريزه ٿيل گوشت- زره زره ٿيل گوشت جا ٽڪر.

ڪوڙ خَفي وِچ خيال دا خيمان،
ڪر قلب ڪُون قُربئون قيمان،
پايا يار جلالي جامان، وَڃا ناد نيارا وي.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-3، ص-166)

## ڪ

- **ڪاپارُ**: ذ. [سن. ڪَپال= ڪاپار] ڪوپڙيءَ جو مٿيون حصو- چوٽي. ڪپراٽي. ٺوڪڻ- ٺپڻ. مٿو- سر- نراڙ. ڪنڌ.آسمان جو سِرَ يا مٿي مٿان بيٺل ٽڪو. ڪپار- اوُج- فلڪ.

لهي 'لا' جي ڪات جو لعل لقب، ڪلتار ٿيو ڪاپار قلب،
ڪري تَنُ مَنُ طبلا تار طلب، برحال بزم برسايان مان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-71، ص-48)

• **ڪاپڙي**: فقير- سنياسي- جوڳي. فقيرن جي ذات. ڪاپڙي هڪ قسم جا جوڳي فقير آهن، جيڪي گيڙوءَ رتا ڪپڙا اوڍيندا آهن ۽ ساڻ هميشہ هٿن ۾ لٺ هوندي اٿن، ساري عمر تيرٿن ۽ تڪين پيٽڻ ۾ صرف ڪندا آهن. ۽ هنڌ هنڌ مالهائون، جٽيا ۽ گنگاجل ماٿهن ۾ ورهائيندا وتندا آهن. (اصطلاح) وڏيءَ منزل وارا سنياسي- جوڳي- مسافر- سچا سورهيہ عاشق. وڏا جهانديده- وڏي حوصلي ۽ جاڻ وارا. زاهد- جوڳي- تپشي- تارالدنيا- درويش- سچا عاشق.

ڪجل سان ڪن قابو ڪُنڍيون، ڪاپڙي ڪن چيراڪيون.

(محمد فقير، سُر ڏناسري، ڪافي-6، ص-229)

• **ڪاڍو**: اُڪنڊ- خواهش- چاهہ- دل- سَڌ-تمنا- چاهت- رُخ- لاڙو- ليٽ- خيال- چاٽي- چڪ- سڪ- ڪشش- حُب- تانگهہ- اُڪير- محبت - قرب.

هڪڙو عشق اکين کي ڏاڍو، ٻيو دل ڪاڍو بار بار.

(محمود فقير، ڪافي-10، ص-50)

• **ڪارَبُ**: ذ. [ع. قالب. ف. گالبد= سانچو] قالب- نپو- فريم- فرمو- ماپو- ڪورين جي اوزار جو هڪ قسم. ڊنڊي جي پکين جي ڦاسائڻ جو هڪ طريقو- دلبو. ”ڪارب جو شڪار“.

ڪارب آر ڪوٺي ڪسئين، رنبيءَ وار ي روهي،
پير پيادو ٻنڌ ڪران، منزل پنج ڪوهي.

(محمد فقير، گنگو، ص-107)

• **ڪارنهن**: ث. [سن. ڪالما] ڪارنئن- ڪارو رنگ- ڪاراڻ- داغ- عيب- ونڌ- گهٽتائي. (ڪارنهن جو ٽِڪو لائڻ) بدنام ٿيڻ- خوار خراب ٿيڻ- ذليل ٿيڻ- رُسوا ٿيڻ.

ڪنئي اٿئي خوشيءَ مان، ڪارنهن جي دانگي،
توڙي هجين ڦلاتڻ ڪانگي، تہ بہ سونهين ٿي سانگهڙ ۾.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

• **ڪارونياري**: (ڪارونيار). ڳوڙهو- اونهو- پاڻي- درياء. اونداهي. ڪاري اونداهي.

ڪاف- ڪامل ڪاپڙي، ڪلالي ڪلتار،
ڪين ڪمائي ڪين ٿيا، ڪارونياري ڪار.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-251)

• **ڪارِيَهلُ**: (ڪاريهر) ذ. [سن. ڪال+ هر] نانگ جو هڪ قسم- ڪارو نانگ- بسيهرُ- وَسيهر- واسينگ- مڻ وارو نانگ- اصيل نانگ. (صفت) زهر ڪٽندڙ- زهر. هتي ڪاريهل مان مراد سڌن وارو نفس آهي.

ڪاريهل ڪر ڪٺي، جوڙي هٺي جَهٽ،
ڪو آڏوتي الهٽ، جوڳي جهلي جهڙپ ڪي.

(محمد فقير، بيت-61، ص-272)

• **ڪاڙهي**: ذ. [سن. ڪواٿَ= جوشاندو] ڪاڙهيل شين جو پاڻي- عرق- نچوڙ. اونهاري جي سخت گرمي- گرمائش- گهُٽ- ٻُٽ- آڙنگ- هُٻَ- آزار- عذاب- ويڌن- روچ راڙو- روڏن.

ديراَ وير ٿي پير نهاريان، گهيڙ گهٽيون گهاڙي،
خنڪار ڪيڏازيس خيال پنهون جي، ڪيچين جي ڪاڙهي.

(محمود فقير، ڪافي-31، ص-62)

• **ڪاسي**: (ڪاشي ڳروٺ). ذ. ڪاشي شهر ۾ هندن جي هڪ پوتر ڪوهہ جو نالو.

هرجاءِ ذات ظهور ظاهر، ڪعبا قائم ڪاسي.

(محمد فقير، سر توڙي، ڪافي-8، ص-221)

ڪبير، ڪرشن، ڪاشي ڪعبو- ڪلڪل وارو ڪام.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-11، ص-79)

• **ڪامَ**: ث. [سن. ڪَبا] ڪاٺ جي ڊگهي ڪاني- ڪاڄڻ- لڙهو- گهر جي اڏاوت جي ڪاني- جاءِ جي بجاءُ لاءِ وڏو داسو- شهتير- آڏ- جهل- ٽيڪ- جهلو- جهالو.

ڏام ڏمالي ڪا ڪام لڳئي، شل هام وجئي، پيا لنب لڙي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-111)

• **ڪامِراني**: ث. بختاوري- اقبال متدي- خوش نصيبي- سوڀ- فتح- ڪاميابي- جيت- ڪٽ- فتحيابي- فتح.

ڪجل ڪار ڪلنگي، قائم ڪر ڪريمي،

قرب ڪامراني، ڪمانوڻ تئون صدقي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-36، ص-139)

• **ڪامڻي**: نهايت خوبصورت عورت- حسينہ- مامُرو- سُندر ناري- جميلہ- شڪيلہ- پري- نازڪ بدن عورت- سگهڙ زال.

ڪونج ڪبوتر ڪامڻي، جنهن ۾ حُسن جون هايون،

پورهيت تنهن وٽ پنج ڇٽيون، ٻانهپ ۾ ٻايون.

(محمود فقير، بيگم، ص-115)

• **ڪانبو**: ذ. ڪانب. گاهہ وغيره جي ڳنڍڙي- پروٽڙي- پري. گاهہ ڪرڻ لاءِ چيلهہ ۽ ڪلهي ۾ ٻڌل جهولي، جنهن ۾ گاهہ وغيره جمع ڪجي.

پاڙي پرميسر جي، تون پير لنگهائي پاءِ،

ڪارِي ڪانبو اَهٽُ اُڳاڙين، صحبت ڏيون توکي ساءِ.

(محمود فقير، گنگو، ص-109)

• **ڪانُ**: ذ. [سن. ڪانڊَ= تير] ڪاني مان جڙيل تير- ٻاڻ- ڪاني- گز. ڀالو- نيزو- ڏڦو- سَرُ- تيلو- ٽينگر- پيلو- پيڪان- ڪرڪ- لوري. سيلو.

موت ويا سويرا، پڇان پوءِ ٿي پيرا،

جيجل جتن لئہ جلن جيءَ جيرا،

مون کي ساهہ ۾ سرتيون، ڪشي هٽي ويا ڪان!

(محمود فقير، ڪافي-35، ص-65)

• **ڪانئر**: ذ. صفت. ڊڇڻو- بزدل- گيدي- ڪاهل- ڪم چور- ڪيٻائيندڙ- ڪڏو- ميسڻو- اندر ڪوڙو. (اصطلاح) لائي چائي ڪندڙ. نناخور. ڪانئرو (پڪي).

رُتِ وانئر جيهي تون هئين ڪانئر ڪُتي،

ايهين شاعر آنديئي ني چوڙ جنگي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-113)

• **ڪاھ**: ث. جملو- هَلان- جُلھ- رومڙ- اوچتي چڙهائي.

ڪنبڻ ڪُسڪڻ مول نہ ڏيندا، ڦهر والي ڪاھ.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-21، ص-154)

• **ڪايو**: ذ. ڪائو- شيشو. ڊگهي چڙھ- لڙهو. پَجرُ.

جُتي تِنان جوڙي ڏيسان، ڪيم چمڙو سايو،

اڏوڙ اٿم تنگي، ڪالھ ڪوڙي ڪايو.

(محمود فقير، گنگو، ص-105)

• **ڪبابُ**: ذ. [ع] ڪاڙي جي شيءِ جو هڪ قسم- شيخ ۾ پڪل قيمون.

پيئان شوق مان شراب، ڪائي ڪوڏ سان ڪباب.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-51، ص-95)

• **ڪبيرُ**: ذ. صفت. [ع] وڏو- بزرگ- بَرگزيدو- اُتم- اعظم- اعليٰ. (اسم خاص) هندستان جو مشهور ڀڳت ۽ درويش فقير- ڪبير ڀڳت.

ڪبير ، ڪرشن ڪاشي، ڪعبو، ڪِلڪِل وارو ڪام.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-11، ص-79)

• **ڪَٽُ**: ذ. [سن. ڪرتن= ڪَٽُ] نِبُ (قلم جو). ڪتڻ جو ڪم- ڪاپو (ائٽ جي وسيلي ڪپھ مان تندون ڪڍڻ). شاعر مطابق عبادت ڪرڻ- بندگي ڪرڻ- ذڪر ڪرڻ- مجاهدا ڪرڻ.

جي پائئين جوڳي ٿيان، تہ ڪنبي ڪيم ڪَٽُ،

ونحن اقرب اِليھ مِن حبلل وريد، واقف ٿي وحدت.

(محمد فقير، بيت-10، ص-266)

• **ڪَٽبن**: واحد. ڪَتبو. ذ. خيال- ويچار- فِڪر. اميد- آسرو- ڪوشش- سعيو- اُدم- اورچائي. اٽ جي پلاڻ جون ڪانيون. ڪتبن سان ڪڙن ۽ پلاڻ سان ٻڌي ڪري ڪٽي وَيا.

شيشا شوق شراب جا، اچ ڪاهوڙي بہ ڪٽن،

پياريو ٽا پُر جام پنهل ڪي، ڪتبن ساڻ ڪَڙن.

(محمود فقير، ڪافي-24، ص-58)

• **ڪَٽَ**: ث. [سن. ڪَٽ= تخمينو] اندازو- انومان- ٽَڪَ- تخمينو- اٽڪل- اندازاً- اٽڪل روءِ . ماپ- وزن- تور- ماڻ- شمار- ڳاڻيٽو- ليکو- حساب- ڳٽپ- ڳٽت. مُلھ- قيمت- اگھ- قياس- قياس آرائي.

پد پرڪاشي پُرجھ پڌارت، سُنت سُناوي گيان ڪٿا ڪٽ،

اُنپت اُجلي يگٽ يٽارت، 'محمد' ميگھ ملارا ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-12، ص-179)

• **ڪَٽُ**: ڪٽ چڙهڻ. مصدر. زنگ لڳڻ- زنگ پوڻ. دل تي خراب اثر وجهڻ- ضد پوڻ.

اَڏيءَ نيئي آرام ڪيو، ڪاٽيءَ چڙهيو ڪَٽُ،

جنهن تي پيتو پَٽُ، سو پَسڻ ۾ پڳدار ٿيو.

(محمد فقير، بيت-38، ص-270)

• **ڪَٽَڪُ**: ذ. [سن] لشڪر- عسڪر- فوج- سپاهہ. دَلُ- انبوهہ- حشام- ڪٽُ- پينڊَ- پيڙ- خلق- گهڻائي- وڏو مجموعو- خلقت- اٿاهہ- بي حد- بيشمار.

اٽڪڻ جون عادتون، اڪين ڪي آهين،
ڪٽڪ سان ڪاهين، ڪوپن جي ڪاپار تي.

(محمد فقير، بيت-163، ص-282)

• **ڪَٺِمالُون**: واحد. ڪَٺِمالَ. [سن. ڪنٺ= ڪڻ= آواز ڪرڻ] ڳلو ڳچي. مالها. هار- زنانو ڳيچيءَ جو زيور. مالها. چاندي يا سون جو زيور جيڪو هيٺ سيني تائين هار تي ٻيهي.

زيور هس، ڪڙولا، ٻانهيون، ٻار ڪيون ٻيڙا،
ڏهريون، ڪڙيون، ڪنمالون، ڪي چنگ چڙهيا چوڙا.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

• **ڪَثر**: ث. [ع] گهڻائي- جهجهائي- واڌارو- اضافو.

اڪيان اندر الله هي، بيشڪ بقا باالله هي،
قائم ڪثر ڪُلاهہ هي، ظاهر ظفر ذاتي ذڪا.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-13، ص-189)

• **ڪَثرتَ**: ث. گهڻائي- جهجهائي- انيڪتا- فراواني- واڌارو- اضافو- ڳاهٽ (ماڻهن جو) انبوهہ- سُڪر- سبزسالي. تصوف جي اصطلاح ۾ ”وحدت“ جا مختلف جلوا- صفات.

ڪون ڪمال قديمي قدرت،
ڪون ڪلام قلم ڪُل ڪثرت،
ڪون قلب قبلات هو يا دم.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-7، ص-149)

• **ڪَپارُ**: ذ [سن. ڪَپالُ=ڪپار] ڪوپڙي- ڪاپار- ڪيپراٽي- سيرُ- مٿو- ڪنڌ. قسمت- ڀاڳ- لِکيو- نصيب- بخت.

قهر نال ڪريندا قابو، قلب ڪنڌ ڪپار.

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-6، ص-107)

• **ڪَپَرُ**: ذ [سن. ڪَپالَ= ڪنارو] ڪپ- پاسو- پَرِ- ڪنارو- وَٽِ- ڪنڌي- ڪنار. اُوچو ڪنارو- اُتانهين ڪنڌي.

ڪين ڪين ڪين، بنا ڪين آهي ڪين،
ڪپر ڪنڌي ڪانہ ڪا، ڪين سندي ڪين.

(محمد فقير، سُر ديسڪار، ڪافي-2، ص-232)

ڪَڙيا ڪَسيون واهڙ وڪڙ ۾ سڙڪ وهن ٿا طرحين تار،
ڪُن ڪپر ڪن ڪڙڪا قهري، مانگر مڇ وڙهن.

(محمود فقير، ڪافي-10، ص-50)

• **ڪُپيري**: اُها پيٽي جتي وات وارو پير ٺي نہ ليي- پير وجائيندڙ وات.

’لا‘ لاهوتي لاشڪ لنگهيا، ڪپيري جو پُرجهي پير.

(محمد فقير، سُر ڪاريهل، ڪافي-8، ص-187)

• **ڪَج ڪُلاهہ**: ذ. ڏِنگ تي ٽوپي رکندڙ- ٽيڏي ٽوپي پائيندڙ- ٽُوٽ ڊگهي ڇُهنبدار ٽوپي (جيڪا اڪثر صوفي

درويش پائيندا آهن).

سَتين سر ربيع الاول جي سنہ تيرهن سو چاليهين،
ايکهٽ عمر عجائب، ڪَج ڪُلهہ ڪئي قربدار.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-2، ص-233)

- **ڪَڇيا:** ڪڇڻ. مصدر. ڍڪڻ- لڪائڻ- پردو ڪرڻ- پناهہ ڏيڻ- بچاءُ ۾ رکڻ- اوٽ ۾ رکڻ- پرده پوشي ڪرڻ. ويڙهڻ- تهہ نشين ڪرڻ- تهہ ڪرڻ. وڃائڻ- گم ڪرڻ- والارڻ- قبضي ۾ ڪرڻ.

علي عہ عيب اسانڊي ڪڇيا، ماهي يار ڳئي مُرلي وڄيا.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-144)

- **ڪجري:** ث. [ف. ڪئنچني] رنڊي- ناچڻي- وئشيا- فاحش عورت- چڪلائڻ- ڪسبڻ- بدپيشي واري عورت.

تنهنجو لاڏ لکيسري، تون پنپوران پَرڙي،
جي ڪنجري آهين، ڪَرڙي، تہ بہ سُونهين تي سانگهڙ ۾.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

- **ڪَدُ:** ذ. ضد- هوڏ- شدت- نرجائي- ڊيٺائي. بحث- دليل بازي- مناظرو.

مائٽ تنهنجا معاملائي، سي ڪَدُ ٻڌن ڪوڙا،
ڪجر ڪنهن ڪنار جا، سي هُلُ ڪن هوڙا.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

- **ڪُڏائي:** ڪُڏائڻ. مصدر. [سن. ف. ڪردن] ٽپائڻ- نچائڻ- نينگ ڏيارڻ- ٽپا ڏيارڻ- خوش ڪرڻ- راضي ڪرڻ- ريجهائڻ- پرچائڻ. ڪيڏائڻ- وندرائڻ- راند ڪرائڻ.

عشق "محمد" آتش لائي، وِسر ڳئي ٻي سيڪا وائي،
قلب ڪونتل قرب ڪُڏائي، ويک اُلٽ انحد اور.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-18، ص-19)

- **ڪَرُ:** ڪنڌ- سينو- ڳاٽ. بدن جو مٿيون ڌڙ سسي.

ڪاريهل ڪاوڙ ڪان، ڦهري ڪڍي ڪَرُ،
نانگ نرالا نر، نيڻن ۾ نروار ٿيا.

(محمد فقير، بيت-136، ص-280)

- **ڪَرڙا:** (ڪَرڙي) ث. صفت. سخت- ڪُهري- تيز طبع- جوشيلي (عورت)- بي رحم- ڪنور. (هارين جي اصطلاح موجب) هر ڪاهڻ وقت تڪليف ڏيندڙ زمين- سخت مٽي. مهانگي. آڪڙي- گران- تيز. بها واري.

جوڙ جنازا ڌرتي داخل، سائين ري پئي سام،
حاڪم ڪرڙا ٻڌي ارڙا، چائي ڪڙاهي ڪات.

(محمود فقير، ڪافي-50، ص-77)

- **ڪُرش:** [ع] خاندان- ڪٽنب.

شهباز قلندر هئي قرارا،
عرش ڪُرش وچ نوبت نعرا.

(محمود فقير، ڪافي-76، ص-103)

• **ڪِرشنُ**: ذ. صفت. ڪارو- سياهه- سانورو. چنڊ جي پوئين تاريخ- انڌيرو- اونداهو. (اسم خاص) هندن جو وڏو اوتار- 'واسديوَ' جي پُٽ ۽ راجا 'ڪنس' جي ڀائٽي جو نالو ڪرشن مهراج- ڌرمي عقيدي موجب وشنو جو ڏهون سُروپُ- ڪرشنا- ڪَنهيو- مُرليڌر- گئوپال- گوال.

ڪبير ڪرشن ڪاشي ڪعبو، **ڪِلڪِل** وارو ڪام.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-11، ص-79)

• **ڪَرو**: ذ. [سن. ڪَرَڪَوَ= ڪرو] نڪر جي ٿانوَ جو هڪ قسم- ٿونٽيءَ وارو لوٽو- ڪؤنرو- بدنو- ڪوزو.

وضو ساري وحدت جو قلب رک ڪَرو،

ڪچائيءَ جي قطري جو پوي ڪونه پَرو.

(محمود فقير، خيري، ص-141)

• **ڪِرها**: واحد. ڪَرَهو. ذ. [سن. ڪَرَڀَ= ڪرهو. پرا. ڪَرَهو] اُٺ- ڏاگهو- توڏو- ڪَرَهُ- مَيو- ڪنوات.

ڪرها اُٺ ڳوازي، منزل چڪين غازي،

اندر ٿيم اُداسي، ڏسي جبل جايون.

(محمود فقير، ڪافي-4، ص-46)

• **ڪريمي**: ذ. صفت. [ع] ڪرم ڪندڙ- احسان ڪندڙ- معاف ڪندڙ سخي. (اسم خاص) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو "ڪريم" رسول ﷺ جن جو صفاتي نالو.

ڪجل ڪار ڪلنگي، قائم ڪر ڪريمي،

قرب ڪامراني، ڪمانوڻ تئون صدقي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-36، ص-139)

• **ڪڙڪاٽ**: ذ. ڪڙڪي وارو آواز- وڻ جي ڪِرڻ، وڏي ڪاٺ جي ڀڄڻ جو ڪڙڪو- ٺڪاءُ- ٺڙڪو- ڪڙڪو. طوفان جي گوڙ- گجڪار. ڪونج جو آواز.

دل دڙباٽ، ڪر ڪڙڪاٽ، پئي وٺڪار وِچ وڄلي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص-77)

• **ڪڙڪي**: (ڪڙڪو) وڏي ڪڙڪي وارو آواز- ڪڙڪاٽ- ڪڙڪاءُ- ٺڪاءُ- دڙڪاٽ. گوڙ جي گجڪار. زور سان ڳالهائڻ جو آواز- دُهل وغيره وڄڻ جو آواز. واڄٽ.

ڏُڪڙ ڌرپد ڌمالان ڌُن، قائم ڪڙڪي ڪپاري ڪُن،

گونا گُوني گرامي گُن، گياني گلزار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-14، ص-16)

• **ڪَڙن**: (سن) ڪڙڻ = سوگهو ڪن، ٻڌن. مصدر= ڪِڙڻ. امر= ڪَڙ. ڪڙو. ذ. صفت. [سن. ڪَٽ= ڪؤڙو] سواد ۾ ڪؤڙو- تلخ- چيڙاڪ- چڙٽو- تيز طبع- گرم مزاج- چٽڳي. ڪَڏڻ= قابو ٻڌڻ. (سا ويڙهي سوگهو ڪرڻ (ڊاڪٽر ن. ب)

شيشا شوق شراب جا، اڄ ڪاهوڙي ٻه ڪٽن،

پياريو ٿا پورجام پنهل کي، ڪَتبن ساڻ ڪڙن.

(محمود فقير، ڪافي-24، ص-58)

• **ڪڙولا**: واحد. ڪڙولو. ذ. ٻانهن ۾ وجهڻ جو هڪ ڳهه- ڪنگڻ.

هس، ڏهري، ڪنمال، ڪڙولا، ساڙيان سون زري،
اڻوٽ پائڻ عيب اسان کي، ناهي زيب ذري.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-48)

- **ڪَڙي**: مصدر. ڪَڙڻ. زنجير وغيره سان ٻڌڻ- سوگهو ڪرڻ- جڪڙڻ. اٽڪائڻ- ڦاسائڻ. ڳنڍڻ- جوڙڻ- ڳنڍڻ. قطارڻ.

مون تہ پانئيا مهمان، ونئي ويندم پاڙو!
منهنجو ڪوهيارل ڪيچي ڪڙي ويا ڪيچ مڪران.

(محمود فقير، ڪافي-35، ص-64)

- **ڪڙيون**: واحد. ڪڙِي. [سن. ڪَٽُ= ننڍو ڪڙو] پير مٿان مُرئي وٽ پائڻ جو زنانو زيور. زنجير جو هڪ حصو يا ٽڪر. لوهہ جو ڇلو.

ڏهريون، ڪڙيون، ڪنمالون ڪي، چنگ چڙهيا چُوڙا.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

- **ڪُزِي**: (ڪُزو) ذ. دين ڪان ڦريل (صفت) مڪي چوسُ- مرچوٽ- ڪنجوس (ث. ڪُزي).

جيم جهومڪ جبل دي جائين،
ڪُزي ڪنڌ ڪيِ ڳئي ڪائين.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-143)

- **ڪسبياڻي**: ث. ڪسب ڪندڙ عورت- بد پيشہ عورت- رنڊي- چڪلائڻ.

خيري چئي سيائيءَ ڪي، تون ڪسبياڻي ڪاري،
سرڪي آئينءَ سانگهڙ مان، نيرو پور واري.

(محمود فقير، خيري، ص-133)

- **ڪُستان**: ڪوهستان.

ڪاريگر ڪُستان جي رازي ناهيا رنگ،
اندر منهنجو اُجاريو، جنهن دڙا ناريا دنگ.

(محمود فقير، خيري، ص-138)

- **ڪِستِي**: ث. فقيرن جي پنڻ جو ٿانءُ.

تيڏي ڪيتي ويس فقيري، قنديل ڪلهي وِچ ڪِستي،
شڪم پليو سي سوئر دا، حڪم منيو سي هستي.

(محمود فقير، ٿيهہ ڏينهن، ص-120)

- **ڪشت**. (ڪشٿ) ذ. [سن. ڪُشٿ= تڪليف] مصيبت- هاجو- جفا- جاڪوڙ- آفت- بلا- سختي- آزار- پيڙا.

ڪيچي ڪشت ڪري ويا، مون کي دشت دري ويا،
مئيءَ کي مست ڪري ويا، چري ڏسي چوري!

(محمود فقير، ڪافي-3، ص-46)

- **ڪِشتا**: واحد. ڪشتو. زهريلي دريائي ناريل جو ڪوڪو. گداگرن جي پنڻ جو ٿانءُ- ڪستو- جَنبيل- زنبيلُ- ڪچڪول.

ڪِشتا ٻڌ قنديلون، جهنڊا ڏنڊ نفيلون،
طرحين ڪج تحصيلون، نسنگ تي نِڪر ڙِي.

(محمود فقير، ڪافي-25، ص-58)

• **ڪَشِنُ**: (ڪَشين). نشانو وٺڻ- چٽين- هٽڻ.

ابرو اکين جي مٿان، تا ڪشن ڪج ڪمان،
مست پي مزگان، مقابل مشتاق ٿيا.

(محمد فقير، بيت-172، ص-283)

• **ڪَشي**: مصدر ڪشڻ. [ف. ڪشيدن= چڪڻ؛ پرا. ڪَسَ= ٻڌڻ] چڪڻ- ٽاٽ ڪرڻ- چڪي ٻڌڻ- ڪَسڻ- سُڪ ٻڌڻ- چِڪ ڏيڻُ- سَٽ ڪيڻ. زور ڏيڻ. ڏاڍو ڪرڻ- مضبوط ڪرڻ- سوگهو ڪرڻ. نشانو وٺڻ- چٽڻ- هٽڻ.

شوق ڪيا شاهي شغل، شملا ٻڌي شهزور سان،
ڪشي ڪجل وارو ڪان مون ڪي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-5، ص-109)

• **ڪَعبو**: ذ. [ع. ڪعبہ= الله جو گهر] بيت الله جو نالو- بيت الحرام- قبلو- خدا جو گهر (مڪي ۾)- نماز ۾ سجدي واري طرف.

ڪعبو قدسي من ۾ ڳولي، حق موجود وجود ۾ ڪولي،
’محمد‘ ڏس تون ڪير ٿو ٻولي، رمز رندي جي رهڻ جو.

(محمد فقير، ڪافي-37، سُر پيروي، ص-36)

• **ڪَفا**: [ع. ڪفاءُ] مانند- برابر- جهڙو- وانگر- جيان.

قادر قدم قلندر، قبل قل قدح ڪلالي،
ڪلنگي ڪُلاهه قائم، ڪيفي ڪفا ڪفا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-17، ص-129)

• **ڪُفرُ**: ذ. [ع] خدا جي ذات ۽ صفات جو انڪاري- نہ مڃڻ. الحاد- ناشڪري- دهريت- ملحدي- منڪري- ڪوڙين ڳالهين ڪي سچو سمجهڻ جي حالت. ضِد- هَٺُ. انڪار- خدا ڪي نہ مڃڻ.

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ هر هر ڪر هرنام،
طريقت جي ڪفر ۾، طالب رهہ تمام.

(محمد فقير، بيت-181، ص-284)

• **ڪَڪورِيَلُ**: ذ. صفت. ڳاڙهاڻ تي مائل- لال- ڳاڙهيرو- رَتو. پچڻ طرف مائل.

رمزانِ ڪيف ڪڪوريل ڪيفي،
سرس سنگينون سُرخي صيفي،
سٺي سرواهيون ڪيون سُخن ستيون ستيون.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-22، ص-21)

• **ڪَلادار**: ذ. صفت. [سن. ڪلا+ ڌاري= ڌارڻ] هنرمند- ڪلاڪار- ڪاريگر- هنري- فني. سمجهو- ڏاهو- ماهر- سياڻو- عاقل- اڪابر. حرفتي- اٽڪلي- چالاڪ.

مڻ جني جي مغز ۾، سي ڪي ڪي ڪلادار،

شاهي ڪن شڪار، ڏيئي قوڪ ڦڻ سان.

(محمد فقير، بيت-137، ص-280)

- **ڪلالُ**: ذ. [سن. ڪَليہَ= شراب. سن. ڪلاد= ڪلال] شراب ڪيندڙ- شراب ڇڪائيندڙ- شراب ٺاهيندڙ- شراب وڪڻندڙ- آبڪار. شاعر مطابق توحيد جو شراب ڇڪائيندڙ- مرشد- رهبر- گرو.

عشق اويڙا قدم ڪُڏايا، ڪيفي ڪيف ڪلال دا ڪمال دا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-31، ص-86)

- **ڪلالِي**: شراب پيارينڌڙ- شراب ڏيندڙ- ساقي. مُرشد.

برسر بهاري بيشڪ بحالي، قائم قدم سان ڪوپو ڪلالي،

مئي جي مَٽي تي محڪم موالي، شوريل شرابي شائق شهر جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-7، ص-12)

- **ڪَلامُ اللهِ**: اسم خاص. حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم تي لٿل خدا جو ڪلام- اِلاهي ڪلام. قرآن مجيد.

’محمد‘ ڪيف ڪڪوريل، قهري ڪجل وارو ڪات،

ڪلام الله چوان.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-5، ص-203)

- **ڪُلاهُ**: ذ. [ف. ڪَلاهہَ= ٽوپي] ڊگهي ڇهنبدار ٽوپي (جيڪا اڪثر صوفي درويش پائين ٿا).

قامت ڪريم قدسي، قادسر بہ ڪامراني،

ڪَلنگي ڪُلاهہ قائم، ڪيفي ڪلال جو.

(محمد فقير، سر پيرو راڳ، ڪافي-2، ص-51)

- **ڪَلتارُ**: ذ. خالق- اُپائڻهار- ڪرتار- ايشور- موليٰ پاڪ- رزاق- پالڻهار- ڏٽي- پرماتما.

لهي ’لا‘ جي ڪات جو لعل لقب، ڪلتار ٿيو ڪاپار قلب،

ڪري تن من طبلا تار طلب، برحال بزم برسايان مان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-71، ص-48)

- **ڪَلِجُڳُ**: اسم خاص. [سن. ڪَلُ= ڪارو+ جُڳُ= يُڳُ؛ سن. ڪَلي يگ= چوٿون زمانو] هندن جي عقيدي موجب، چئن جڳن مان هلندڙ چوٿون جُڳ- چار لک ٻٽيهہ هزار ورهين جو عرصو، جو عيسوي سن کان 3100 سؤ ورهيہ اڳ شروع ٿيو. فساد جو زمانو - ڪوڙو سمون- ڪوٺو جُڳ.

ٻُڌ سُڌ جاني جوڳي جُڳ جُڳ، ڪَلجڳ ڪا ڪلتاري ڪو.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-3، ص-175)

- **ڪَلدار**: ذ. چانديءَ جو رپيو- سڪو- سرڪاري مهر. روڪڙ- نقد. هتي شاعر ڪلادار ڏانهن اشارو ڪري رهيو آهي يعني هنرمند- سمجهو- ڏاهو.

قطار جا ڪلدار جي، للڪار سان لَڏي،

ڪارا اُٺ ڪوهيارل جا، ڪن رائي منجهہ رَڏي.

(محمود فقير، ڪافي-20، ص-57)

- **ڪِلڪِل**: ث. [سن. ڪَلَهہَ> ڪَل ڪَل= جهيڙو] گهپي- ڪِٽ ڦِٽ- مانڊاڻ- ريڙ پيڙهہ- ڪُرڪُر.

جُتي تِنان جوڙي ڏيسان، ڪِلڪِل ڪوهہ پيو ڪَرسي.

(محمود فقير، گنگو، ص-108)

• **ڪَلنِگِي**: ث. [تُرڪي. ڪَلغِي] بادشاهي چٽ- تاجُ. پٽڪي جي مٿي ڪيل چوٽي- ڪُلغي. چُهبياري چوٽي- ڪُلهو- لوهي ٽوپي- سرداريءَ جو نشان- تمغو. حضرت محمد راشد روضي ڌڻيءَ جي اولاد مان پڳ وارو پير ڪلنگي پائي مريدن کي زيارت ڪرائيندو آهي.

ڪلنگي ڪُلاهه پائي، پڳدار ٿيو پاڳارو،
هرجا حڪم هلائي، هسوار ٿيو پاڳارو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-11، ص-14)

• **ڪَلور**: ذ. [سن. ڪَلولُ= ظلم] ويلُ- ظلم- ناحق- بي انصافي- هاجو- ڏاڍ- بي داد- زبردستي- قهر- ڏاڍائي.

ڪافر ڪُهي ڪيئون ڪوس ڪَلور،
زخم آهن سِر جهورڻ جا.

(محمود فقير، ڪافي-13، ص-51)

• **ڪُلهايا**: (ڪُلابو). ڪچو ڌاڳو. چيلهه جو پٽو- ڪمربند- ڪرائي ۾ ڪنگڻ. چوٽيدار ٽوپي ۽ پٽڪو. ڏڏڙ- ٽئو- تند.

ڪمر ڪُلها يا ثمر ٻڌائون، امر لڳو تہ اريم،
ڌاڳا ڌوپ لڱن کي لائي، پياسي پنڌ پريم.

(محمود فقير، ڪافي-32، ص-63)

• **ڪُلِي**: سموري- ساري- سڀ- سربستي- سڄي- جملي- ڪل. سيوئي- رُڳي.

انساني جي اولي اندر، عُشاقي ارواح،
ڪُلي قرب ڪمائي آيس.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-35، ص-88)

• **ڪَليمُ اللهِ**: صفت. حضرت موسيٰ عہ جو لقب -. خدا سان هم ڪلام ٿيندڙ.

قاب قوسيني ڪُل ۾ قائم، ڪلالي ڪلمات،
ڪليم الله چوان.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-5، ص-203)

• **ڪِمامُ**: ذ. سامان سڙو- شيءِ شڪل- ٽپڙ ٽڙو- اسباب- مال متاع- گهٽو اسباب- مانداڻ.

سُتي ثاب، پيم خواب، ڪو امام آيو،
امام جو ڪِمام، ٿيو سامان جو سعيو.

(محمود فقير، ڪافي-2، ص-46)

• **ڪمانَ**: ث. [ف. ڪمانَ] جنگ ۽ شڪار جو هٿيار (تير هلائڻ لاءِ) سينگ- اڏ گول- ڌنش- ونگ.

ابرو اڪين جي مٿان، ٿا ڪشن ڪج ڪمان،
مست پسي مُزگان، مقابل مشتاق ٿيا.

(محمد فقير، بيت-172، ص-283)

• **ڪماني**: ڪمان وانگر- وريل- مُڙيل- ونگيل.

ڪاڪل ڪُنيڙي ڪار ڪجل دي،

قهري ڪاني ڪماني ساماني.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-37، ص-140)

• **ڪمر:** هڪ عضوي جو نالو- جسم جو وچ، پيٽ ۽ ٽنگن جي گڏجڻ وارو هنڌ- چيلهه- لڪ- ميان- سندرو.

ڪمر ڪلها يا سمر ٻڌائون، امر لڳو تہ اريم،

ڏاڳا ڏوپ لڳن ڪي لائي، پياسي پنڌ پريم.

(محمود فقير، ڪافي-32، ص-63)

• **ڪملا:** واحد. ڪملو. ذ. ڪملُ- ڪَمَرُ- پيالو- جَمَنُ. پشمي ڪپڙو. محبوب- ڍولڻ- دلبر- جاني. رنگارنگي. مست ديوانو (سدا).

وجهہ اِلاهي نِويميان هوڪا هُليا اَلا،

ڪٿان سُرت سجان ڪٿان ڪملا هي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-5، ص-76)

• **ڪُنُ:** ذ. [سن. ڪند؛ ڪُنہ= پاڻيءَ جو چڪر] درياءُ جي پاڻيءَ ۾ ڦرندڙ اونهو نڪونج- ميڙ- ڀير- گرداب- گهمرو- گهيرو- ڀَنوَرُ- ڦيرو چڪر (پاڻيءَ جو). هتي عشق جو ڪُن.

ڏُکڙ ڏرپد ڏمالان ڏُن، قائم ڪڙڪي ڪپاري ڪُڻ،

گونا گوني گرامي گُن، گياني گلزار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-14، ص-16)

• **ڪَنان:** وٽان- ڪان- ڪئون- پاسي ڪان- طرف ڪان- طرفان.

ڪوڙئين پدم نيلن ڪنان هڪ دم جيڻ آهي وڌيڪ،

دم خزانو هٿ ڪري، جُڳ جيئڻ آهي وڌيڪ.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-21، ص-65)

• **ڪَنبڻُ ڪُسڪڻ:** ڏڪڻ- لرزڻ- ٿڙڪڻ- تڙڦڻ- ڏُڏن- سياٽجن- ڏُڏڪڻ- ڏوڏو ڪائڻ- ڏڙڪڻ. ٻاهر ٻاڦ نہ ڪڍڻ- نہ ڪُڇڻ نہ پڇڻ.

ڪنبڻ ڪُسڪڻ مُول نہ ڏيندا، قهر والي ڪاهہ.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-21، ص-154)

• **ڪنبائي:** ڪنبائڻ. مصدر. ڏڪائڻ- ڊيڄارڻ- هيسائڻ- ڊپُ ڏيارڻ- سياٽو وجهڻ- رڦائڻ- ڪؤ ڪائڻ- خوف ڏيارڻ. رعب رکڻ- ڄمت ڪرڻ- دٻائڻ.

اکيون پائي ڪجل قهري، ڪون پرواز ٽيون پهري،

مثل شهباز جيئن بحري، ڪنبائي ڪيئون قتل ڪيئي.

(محمد فقير، سر شام ڪلياڻ، ڪافي-10، ص-213)

• **ڪَنبُ:** ث. ڏڪٽي- ٿڙڪٽي- ڦڙڪٽي- تڙڦ- لرز- سياٽو- رڦ رڦان- ڏوڏو- لوڏو- ڏُونڊاڙ.

هُل اِنهين هِراس ڪَتون، ميڏا قلب ڳيا هي ڪنب.

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-122)

• **ڪَنٺِ:** ذ. [سن] ڳچيءَ جو اڳيون پاڱو- حَلقُ- گلو- نڙي- گهٽُ. (2) ث. ياد- برزبان- دل ۾ هنڊايل- حِفظ.

ناب سي نرمل نام اُنايا، هردي اندر هُل هُلايا،

کنڻ ڪنول اُرپونر غفايا، اوم ڪا انگ لڳايا مئين.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-7، ص-173)

• **ڪنجرو**: ذ [سن. ڪنڇُڪ= ڪنجرو] زالن جي پائڻ لاءِ هڪ قسم جو (پرت پريل) ڪپڙو. (ڪنوار پرڻجڻ وقت پاٽي)- صرف ڇاتي ۽ اڌ پيٽ ڍڪيندڙ چولي- ڪنجران- ڪنجري- سينہ پوش- انگي.

هڏ هيٺيءَ جو سڙي ٿيو ڪانيون،

ڪلهي ڪنجرو اڳريون ڦاٽيون،

ظلم زنجيرون قادر ڪاٽيون.

(محمود فقير، ڪافي-19، ص-56)

• **ڪَنچِيرُ**: ذ. چيريل ڪنن وارا- جوڳي فقيرن جو هڪ قسم (جيڪي ڪنن ۾ وڏا والا پائين).

ڪجل سان ڪن قابو ڪنديون، ڪاپڙي ڪنچير اکيون.

(محمد فقير، سُر ڌناسري، ڪافي-6، ص-229)

• **ڪنڌي**: نديءَ جو ڪپ- ڪنارو- پر- ڪننو- ساحل. ڪنو- ڪني ڪپر- ڪَني- اندي- ڪِنار- وَٽ.

ڪپر ڪنڌي ڪانہ ڪا، ڪين سندي ڪين.

(محمد فقير، سُر ديسيڪار، ڪافي-2، ص-232)

• **ڪُندي**: (ڪنڊڙو) ذ. وارن جي ڳهُندي- زُلف- چڳ- ڪاڪل- گيسو- چوٽي- چلو- وَرُ- پيچُ.

ڪُندي ڪيف ڪڪوريل ڦهري،

جهلڪار ڪجل دي ڪٽڪي.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-3، ص-102)

• **ڪَنزُ**: ذ. [ع] علم فقهہ جي هڪ ڪتاب جو نالو. خزانو. مخزن- گنج- گنجينو.

چلا ٿيا اظهار، عشق والي اسرار،

ڪنز مخفي ڪل ڪر گنج گلزار.

(محمد فقير، سر چلو لوڙائو، ڪافي-1، ص-242)

• **ڪنعانا**: (ڪنعان) ذ. [ع] شام جو صوبو، جتي حضرت يوسف عليہ پيدا ٿيو هو.

يوسف ڪاڻ زليخا ظاهر، قائم ڪيا ڪنعانا،

خوبان خوب خماريل خم خم.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-6، ص-69)

• **ڪُن فَيڪُون**: هيءُ فقيرو قرآن شريف جي پنجن سورتن جي آيتن ۾ آيل آهي. (1) سورة انعام آيت نمبر 73 (2) سورة نحل آيت 60، (3) سورة مريم آيت 35، (4) سورة ياسين آيت 82، (5) سورة غافر آيت 68. مڪمل آيت هيئن آهي: "فَاذا قَضيٰ امرا فَاِنما يَقول لهٖ کُن فيکون". يعني جڏهن خدا تعاليٰ ڪنهن ڳالهہ جو ارادو ڪري ٿو، تڏهن فقط چوي ٿو تہ "ٿيءُ" پوءِ اُها ٿي پوي ٿي.

چلا ڪُن فيڪون بازي بن بيچون،

ٿيا گوناگون، سُر ريک گنڌار.

(محمد فقير، سر ايشور، چلو لوڙائو-1، ص-242)

• **ڪنگ**: ذ. [ڪَٽڪُ] پاٽيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم- بَگُ- بگهہ پکي- بگو- بگهلو. ننڍي مڇيءَ جو هڪ قسم.

مين تہ ننگ، تيڏا مارا ڪنگ جيها،
شال ونگ، پوئي ڳچي وچ ڳٽي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-112)

• **ڪَنوَلُ**: ذ. [پرا. ڪَولوُ: سن. ڪَمَلَ= نيلوفر] پاڻيءَ جي گل جو هڪ قسم- پبڻ جو گل.

ناياب سي نرمل نام اُنايا، هردي اندر هُل هُلايا،
ڪنٺ ڪنول آرپونر غفايا، اوم ڪا انگ لڳايا مئين.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-7، ص-173)

• **ڪوپُ**: ذ. [سن. ڪُنپ] قهر- غضب- ظلم- ويل- عتاب- اوچتي مصيبت- آفت- سختي. غصو- ڪروڌ- ڪاوڙ- جوش- جذبو- خشم- جُڪ. ميڙ- ميڙاڪو- گوڙ- هُل- ڌمچر- مانڌاڻو. گل جو هڪ قسم.

صورت ڪر پاڻ سان شامل، اسم جو ٿي اندر عامل،
ڪلالي ڪوپ تي ڪامل، تہ لهندين لعل لاثاني.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-4، ص-210)

• **ڪُوپا**: واحد. ڪُوپ. ذ. صفت. [سن. ڪُوپي] پهلوان- سورهيہ- جوڌو- ڳوڌو- جوان مرد- دلير- قوي- شير مرد.

اُڙد عمر جا ڪُوپا قهري، ديرن تي دربارن،
ديواني ديوار ڏسي، آهي دڙباٽي دڙڪن.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

بَرسر بهاري بيشڪ بحالي، قائم قدم سان ڪوپو ڪلالي،
مئي جي مَٽيءَ تي محڪم موالي، شوريل شرابي شائق شهر جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-7، ص-12)

• **ڪوچڙا**: اسم خاص. خانہ بدوش قوم جو نالو.

ڪوڙ ڪرين ٿو ڪوچڙا، اها ناهي چڱي چال،
تون زائد ٻڌو جنڊ هڙا، ڪٽي ڏينهن سنيال.

(محمود فقير، گنگو، ص-107)

• **ڪوچي**: واحد. ڪوچو. ذ. وٹن ٿٹن ۽ گاهہ وارو هنڌ- جانورن جي چرڻ لاءِ جهنگ. سائو جهنگ- چراگاهہ. ٻن جبلن جي وچ وارو مفاصلو.

وڻ ولايت ساڻ صنوبر ڪليا ڪيٽ خرار،
ٻوُڪيا ٻُوهہ ڪليا گل گوهر، عجب رنگي اسرار،
ڪوچي تي جن قول ڪياسي نر ٿيا نروار.

(محمود فقير، ڪافي-16، ص-54)

• **ڪوڏ**: ث. حرص- سَڌَ- مرضي- خواهش.

قدم ڪُل ڪُڏائي قربدار قادر،
ڪري ڪوڏ آيا قتل جي ڪٽي تي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-55، ص-38)

• **ڪُورَ**: ث. [سن. ڪُليَہَ= ڪٽيو] واھ واھڙ- شاخ. ھُرلي ڪي پاٽي پھچائڻ لاءِ ڪوٽيل سنھي ڪسي- نالي.

تون اوڙاھن ۾ اوجھرين، نہ ڏسين ڪُورَ ڪسي،

چلولي ڪرين چٽرون، ٻَڌي ڦند ڦسي.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

• **ڪورا**: واحد. ڪورو. ذ. پاٽي نہ لڳل نڪر جو ٿانو- نئون ٿانو. تازو- ڪم نہ آندل (ڪپڙو). شاعر مطابق ڪم نہ آندل ڪاٽ- نئون نڪور ڪاٽ (جيڪو استعمال نہ ٿيو ھجي).

ڪييا ڦھري ڪوڏ سان، ڪجل ڪورا ڪاٽ،

گاروڙي ٿيا گھاٽ، گھورن جي گھمسان ۾.

(محمد فقير، بيت-249، ص-293)

• **ڪُوزا**: واحد. ڪُوزو. ذ. [ف] پاٽي رکڻ لاءِ نِڪر جو ٺونٺيءَ سان لوٽو- ڪَرو- ٻَدنو- ڪونرو.

چوڙ مصلي عصا ڪوزا، وير وسان واري،

جوڳي جُڳ چڳ جوڳ ڪماون، جوشي جگر ڪر جارِي.

(محمد فقير، سُر ڪيسوري، ڪافي-3، ص-181)

• **ڪُوڪَ**: ث. وڏي آواز سان سنھي نڙيءَ وارو سڏ- واڪو- رڙ- ريھہ.

عدم ڪنان عشق تي، آواز ڪيو مون،

ڪن فيڪون ڪوڪ سان، قواز ڪيون مون.

(محمد فقير، سُر ديسڪار، ڪافي-1، ص-231)

• **ڪَوُنتَلُ**: ذ. [تُرڪي= ڪوتائل] سُوار چڙھيل وھٽ سان گڏ ٻيو سنجيل خالي وَھٽ- بنا سُوار وھٽ. بنا لغام جي وھٽ. گھوڙي جو وڇيرو- ٻھاڻ. ٻيڙيءَ جو ھڪ قسم. شاعر مطابق ٻيائي ڪان پاڪ دل.

عشق "محمد" آتش لائي، وِسرڳئي ٻي سيڪا وائي،

قلب ڪُونتل قرب ڪُڏائي، ويک اُلٽ اَنھد اور.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-18، ص-19)

• **ڪواز**: قواز. ذ. [ع. قواعد= پريڊ] فوجي چپ راست- فوجي نقل و حرڪت. حرڪت- چُرپُر. حرفت- ڪيڏ- اٽڪل بازي- چالبازي. (صفت) ڪميڻو- بي حيا- بي شرم- رذيل.

اڏاٽو بي اوچتو، جنھن پکيءَ ڪيو پرواز،

ٻڌوسين ٻروچ جو ڪو ڪندھاري ڪواز.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **ڪيتڪِي**: ث. [سن. ڪيتڪہ] ٻوٽيءَ جو ھڪ قسم. گل جو ھڪ قسم.

ڪيتڪي ڪل ٽانگرلا لان، چيٽڪ چيٽ چٽائي چالان،

ڦٽي ڦول خزان ڪر تالان، ٿي سبزي سرس سوائِي ھي،

سُرخ سھڻي صاف صحن وِچ.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-5، ص-168)

• **ڪَيَرِ**: ث. ڪنھن شيءِ جا ذرا ذرا- ٽڪر ٽڪر- ڀور.

برا پٽارا ميا متارِي، چائيندا ڪاٽ ڪَيرِدي قنتارِي،
جنهن داناٽا لک هزاري، اُنها گيهڪڻ ڪجهہ نہ گهتايا هئي.

(محمود فقير، ڪافي-63، ص-84)

- **ڪِرُ**: ذ. [سن. ڪيلُ= وڏو ڪوڪو] لوهہ جي ڪِلي- ڪِلُ- ميخ- ڪِلو- ڪيل. برڇي- ٻڇي.

مُلي تو مروان ڪي، قهري لڳندا ڪِيرَ،
موليٰ هٽندئي مُڪَ مغز ۾، تاب تکي سان تير.

(محمود فقير، موالي، ص-128)

- **ڪِيرَتَ**: ث. ڳالهہ وارتا- حڪايت- ڪهاڻي- روايت.

علم عقل مت شرم شريعت، عشق نہ ڄائي ان جي ڪيرت،
برهہ بهادر ٿو ڪري سيرت، وِرهہ وارن سان ورايو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-19، ص-19)

- **ڪَيفُ**: ذ. [ع] خُمار- مَدَ- مَو- نشو (شراب يا عشق وغيره جو). ننداڪڙائي- ننڊر.
- **ڪَيفِي**: ذ. ڪيف وارو (واري) ڪيف ۾ آڻيندڙ.

رمزان ڪيف ڪڪوريل ڪيفي، سرس سنگينون سُرخي صيفي،
سٽي سرواهيون ڪيون سخن سَتيون سَتيون.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-22، ص-21)

- **ڪَليمِي**: (ڪَلِيمُ) ذ. [ع] ڳالهائيندڙ- ڳالهہ ڪندڙ- هم سُخن- هم ڪلام- الله سان هم ڪلام- سُخن گو. (اسم خاص) حضرت موسيٰ ع جن جو لقب.

انا احمد بلا ميمي، قرب ڪُن فيڪون قديمي،
سمجهي ڪوڪو قول ڪليمي، قائم قدرت وارو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-64، ص-101)

- **ڪِينَ**: ظرف. ڪي ڪين- ڪجهہ بہ نہ- بلڪل نہ- عدم- بنهہ نہ- صفا نہ- نيستي-اصل نہ- خالي- اجايو- نفي. نابودي- فنا.

درد فراق فڪر جي فن سان، ڪِينَ ۾ قرب ڪمائج تون،
هِردي اندر جهاتي پائي، خيال سان خيال جڳائج تون.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-6، ص-158)

- **ڪيهِي**: (ڪيهو). ضمير. ڪيرُ- ڪهڙو. ڪُجاڙو- ڇا. (ث. ڪيهي).

نِگاري نظم جِي، بهاري بزم جِي،
حُسن جي حڪم جِي، ڪيان ڳالهہ ڪيهي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-1، ص-122)

اڻ ڏنو آهي ڏيهہ اڳون، ٻي خير هتيڪي خبر،
آهي قرض خدا جو فرض نماز، ٻيل دِي ڪيهي بات.

(محمود فقير، ڪافي-50، ص-76)

## ڪ

• **ڪانجاٽا:** واحد. ڪانجاٽو. ذ. رنڊڪ- جَهلَ- آڏ- رڪاوٽ- سيڙپ- دير.

ڪم ڪرين تون ڪوجها، ٻڌي ٻي فائدا ٻَم،

تو َ تر تنهنجي تن ۾، ڪانجاٽا ۽ خم.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **ڪاهوڙي:** ذ. صفت. ڪوڏر ۽ کهي وارا ڏٽ. ڏوريندڙ سخت جان پورهيت- ڏٽ تي گذران ڪندڙ- ڏٽ ڏوريندڙ- جهنگل ۾ ڏٽ ڳوليندڙ. محنت- اورچ. ڦينائي- منترباز- منتري- منڊ رکندڙ (نانگ جي چڪ تي) جهاڙ رکندڙ. جهاڙائي- ماندو. جهنگ يا جبل ۾ اپرندڙ وڻن مان ميوا يا ڦل ۽ گاهه مان اَن ڳوليندڙ يعني ڏوتي- ڏٽ ڳوليندڙ. فقير- الله لوڪ- بزرگ. موليٰ کي دل ۾ ڳوليندڙ- سالڪ.

پاٽي پيچ پتنگ جان، پچڻ سان پورو،

ڪولي ڪيلن ڪيل تا، ڪاهوڙي ڪورو،

نوراني نورو، لائي لئون سان لعل ٿيا.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-250)

• **ڪٿوري:** ث. [سن. ڪَستُوري= سُرهاڻ] هڪ خوشبودار وکر. سُرهاڻ- هرڻ جي دُن مان نڪتل خوشبودار شيءِ. ڪستوري. مُشڪ- خوشبودار ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

عطر عنبر گلابي گل، ڪلي خوشبوءِ ڪٿوري جي،

سَمي جي سيج تي سُرهي، وصل وارن وِهاڻن سان.

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-8، ص-225)

• **ڪٺا:** واحد. ڪٺو. (اسم) ڪٺو ڏُڏُ- جهڻ- آچ- چاچ- مَهي- لسي- ڏونرو- پگهاريل مکڻ مان ڪاڍي لائق بچت. پگهريل مکڻ تي گجي.

ڇيڪاريو ڇيلا ترسن تڙن تي، ٻر ۾ اڏين تا پاٽا،

ڪير ڪٺاڙي مواريان، مارو منهنجا ڪيندا.

(محمود فقير، ڪافي-47، ص-72)

• **ڪٺهار:** هڪ قسم جو گل ۽ ان جو وڻ. هي هڪڙي قسم جو گلاب آهي، مگر رنگ جو اڇو ٿيندو آهي. فارسيءَ ۾ "گل مشقين" عربيءَ ۾ "ورحيني" ۽ سنسڪرت ۾ "سويتي" چوندا آهن.

سرو صنوبر سورج سُوسن، گهليئي گل گلابي گلشن،

ڪيتڪي ڪيئي لالان جهرڪن، ڪيئي ڪليئي ڪٺهار،

اکيان وچ اظهاري آئي.

(محمد فقير،سُر بسنت، ڪافي-6، ص-168)

• **ڪپ**: ذ. ٺيڪ- پورو- برابر- بيهڪ (ظرف) مضبوط- ڏاڍو- سوگهو- پڪو. گهرج. ضرورت.

جس ڪر تون دم جو، ڇڏي ٻي سپ ڪپ يار.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-67، ص-45)

يارا اڙانگي، سٺ سانگي، لنگهہ لانگهي لڙدي،

ونگ ووڙن، جنگ جوڙن، ڪپ ڪوڙن ڪڙدي.

(محمود فقير، ڪافي-56، ص-81)

• **ڪپُرَ**: لوهہ جو اوزار (جنهن سان حُقي جي ٽوپيءَ جي صفائي ڪجي). نانگ جو هڪ قسم- زهري نانگ جو هڪ قسم.

ڪپر ڪڻ پدم ٻيا، تليهر توڙان توڙ،

جوڳير جي جوڳو جا، ڪري جنگي جوڙ،

"محمد" ٻڌي موڙ، اکين ۾ اثبات ڪيا.

(محمد فقير، بيت-74، ص-272)

• **ڪڇُ**: ذ. پٽ- ڪڇٽي- رڌل چانور. گڏجي ويل- ملاوت ٿيل.

بخت اسان رو بلاشڪ آسي، گڏ گنائتان ڪندان ڪچ ڪاسِي.

(محمود فقير، ڪافي-74، ص-98)

• **ڪدڙِي**: (ڪدڙو) ذ. صفت. [سن. شَندڪَ: ڳندڪَ= نامرد] ٻي مڙسيو- خنثي- مجنث- خصي- نرماد (گڏ)- ضعيف- ڪمزور.

شهباز، منٺي آواز، ٻلي ڪاهي ڪدڙي،

لکين لوڪ ڪندا ٿوڪ، توتي خوب ڪِلڙي.

(محمود فقير، ڪافي-25، ص-58)

• **ڪُرڏو**: ذ. صفت. ڦريل پيرن وارو (ماڻهو يا جانور)- مُڙيل پير وارو- ٻونبڙي پير وارو- ڦِڏو.

منڊي[8] جهڙو موراڇي ٿوڙ ٿلندو،

ڪائي ڏار، ٿيو هوشيار،ا ڇي ڪُرڏو ڪلندو.

(محمود فقير، ڪافي-69، ص-91)

• **ڪِرسايون**: واحد. ڪرسائي. ث. گيسر- سيڙ- ڪوسڦيٽائي- سيڙاپو.

باهيون توکي پينگ جون، ٻيا آمل جا آواز،

ڇڏ خبيث ڪرسايون، ڪوڙا ڪر نہ بياض.

(محمود فقير، موالي، ص-130)

• **ڪرِي**: ث. صفت [سن. ڪلُ= سچ پچ] سچي- صحيح- پوري پوري- چٽي- نيڪ- چڱي- سُٺي.

---

[8] ڳوٺ موسيٰ ڪٽياڻ ۾ ٺارو خاصخيلي نالي هڪ ماڻهو رهندو هو. جو ٽنگ کان منڊو هوندو هو. ڪل مک ۾ چرچائي بہ هوندو هو. هڪ دفعي، محمود فقير تي بہ چرچو ڪيائين ۽ فقير کي چيائين تہ "اهڙو شاعر پٽ آهي، تہ مون تي تہ ڪااِتي جوااِتي ڪافي ٺاهي ڏيکار"! جنهن تي محمود فقير مٿانئس ڪافي ٺاهي. (ڪلام محمود فقير ڪٽياڻ)

آيا پرتئون پياسي پيرَ پري، رکي ديد دري ۾ ڏيان ڏري،
سر ڪلنگي قائم قرب ڪري، سُٺي خيال وارن جي خبر ڪري.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-55، ص-96)

- **ڪِڙڪيون**: واحد. ڪڙڪي. ٿ. دري- ڳِڙکي- جاري- جَهروڪ- پٽ ۾ سوراخ. جاءِ ۾ ننڍو جارو. پنيون در- چور در- ڳجهو دروازو. (ڪِڙڪڻ) وجڻ- آواز ڪرڻ.

گوراڙيون گسن تي، مچي ٿيون متاريون،
ڪڙڪيون ڪنياڻ چئي، چَڙن جون چُونگارون.

(محمود فقير، ڪافي-6، ص-47)

- **ڪسرايون**: واحد. ڪِسَر ڦَسر. ٿ. سُرِيُر- ڪِسِڦِس- چُٽيُڻ. ريڙهه پيڙهه- گهيل- گيپات.

خيري ڪري ڪسرايون، مارين جو مدعا،
مهٽا ڏي مَ مرڪ سان، سپائيءَ سڌا.

(محمود فقير، خيري، ص-135)

- **ڪلو**: ذ. [ڪلَ= چَمِر] جُتيءَ جو پادر- موچڙو- ڪِنز- چَتَر- نوڪِرو- مارڪٽ.

**چي**: سونهان ٿي ڙِي سانگهڙ ۾، پروجي منهنجو ڪلو،
پاند ٻئي آهيان پير جي، جاڻڻ اٿم جَهلو.

(محمود فقير، خيري، ص-134)

- **ڪلوڙڪي**: (ڪلو ڪوهه ۾ وجهڻ) جهيڙو شروع ڪرڻ- جهيڙو جوٽڻ- نفاق وجهڻ- فساد ڪرڻ.

بيتالي بازارڻ، ڪا چِپ آهين چرڙي،
ڪوهن ۾ ڪاوڙڪي، ٻَن پوين شل ٻرڙي.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

- **ڪنيات**: ٿ. هڪ راڳ، راڳڻي ۽ سُر جو نالو. اچاڻ- چنڊ جي روشنائي- چنڊ جو سوجهرو. محمد فقير جي رسالي ۾ سُر ڪنيات 32 هين نمبر تي رکيل آهي ۽ سندس (8) اٺ ڪافيون هن سُر ۾ چيل آهن.
- **ڪنجريان**: واحد. ڪنجري. ٿ. [سن. ڪانسيہ= ڪنجهو] ساز جو هڪ قسم- وڄائڻ جي جهانجهه- ڪنجهي- دڦ- ڪدڙن جي وڄائڻ جو هڪ ساز. (ت) خنجر- ڪنار.

ڏُڪڙ ڪنجريان ساز سيبئي، تَن مَن طبلي تانَ،
رمز انهيءَ دلڙي ريهي.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-1، ص-1)

- **ڪڻُ**: ذ. نانگ يا بلا جو هڪ قسم (سِنهو ڪوڙي جي نموني تي، جنهن جي ڪائڻ ڪري ماڻهو بروقت مري وڃي). هَڻ ڪڻ- ڪوڏياري (بلا).

ڪپر ڪڻ پدم، ٻيا تليهر توڙان توڙ،
جوڳير جي جوڳ جا، ڪري جنگي جوڙ،
"محمد" ٻڌي موڙ، اکين ۾ اثبات ڪيا.

(محمد فقير، بيت-56، ص-272)

- **ڪُورو**: ذ. [ع. ڪورو؛ ڪوره] سِرن يا چُن پچائڻ جو بنو. شراب جي ٻني- ٻنو. ڏنوڻ جي منهن ۾ ٽاڊن ڪي تيار

ڪرڻ لاءِ ڪنيل ننڍي ڪڏ- لوھ ڪي تپائڻ لاءِ مٽيءَ جو نهيل ننڍو ٺيٺائون گهر. اُهرڻ جي بيهڪ- چُلهو. لوهارڪي ڪم ڪرڻ جي چُلھ، جنهن ۾ لوھ، پتل وغيره تپائجي ۽ رجائجي. شاعر مطابق عشق جو ڪورو- عشق جي باھ.

ڪوڪي ڪيلن ڪيل ٿا، ڪاھوڙي ڪورو،
نوراني نورو، لائي لنئون سان لعل ٿيا.

(محمد فير، بيت-17، ص-250)

- **ڪوءِ**: ظرف. ٻَن- ڪڏ ۾- ڪوھ ۾.

ساھ سانگين ڪي سدا منهنجو ساري،
واڳ وطن تي، والي شال واري،
ڪوءِ پيا ڪاچ عمر جا، پنوهارن پڄاٽا.

(محمود فقير، ڪافي-6، ص-47)

# گ

- **گاج**: ٿ. صفت. [پرا. گجها= گجگوڙ؛ سن. گجِي= گجگوڙ سن. گرج= گجڻ] گجي- ڦيڻ- جهاڳ- ڪِڦُ. برساتي

ڪڪرن جو آواز- گجڪار- گرج. شاعر مطابق گاج جو مطلب هيءُ بي بقا دنيا آهي.

دم حياتي هرگز هلڻا، گاج چڙي هي گام،
ڏيک انذاري، ڏرنهين اڳيون ميت دابہ مقام.

(محمود فقير، ڪافي-50، ص-77)

• **گاجي**: ڏسو گاج.

نام ڪي 'محمد' مُرلي باجي، طبل تراني ترنم تاجي،
گيت گگن گُن گفتہ گاجي، سُرت نِرت ۾ سُر ڪرسات.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-5، ص-176)

• **گاروڙي**: صفت. نانگ جي چڪ تي جهاڙون وجهندڙ. جهاڙو پاڙو پڙهندڙ. شاعر مطابق. مرشد- گرو- رهنما- رهبر.

پيد بياس ڪِي بات بتاوي، گاروڙي گرناري ڪو.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-3، ص-175)

عشق دل انگي، وير مُٺ سان ونگي،
جوڳي ڪدِ گاروڙي، آروڙي اڙنگي.

(محمود فقير، ڪافي-39، ص-67)

• **گاسو**: ذ. گهاٽو- نقصان چيهو- ٽوٽو- ضرر- چٽي- هاجو- ڪَس. هرجو- زيان- ڀَڳ ڀور- تاوَڻ.

درخت هڪ دالان ڏنوسين، چئني جو چوگان،
پنجن تنن جو جهل تون پاسو، گاسو آڻ نہ گمان.

(محمود فقير، ڪافي-32، ص-62)

• **گامُ**: ذ. [پرا. گامي؛ سن. گامهہ، گدام=ڳوٺ] ماڻهن جي بستي- ننڍو ڳوٺ- وسين- رفتار جو هڪ نمونو- وک- پنڌ- ٽور.

دم حياتي هرگز هلڻا، گاج چڙي هي گام،
ڏيک انذاري، ڏرنهين اڳون ميت دا بہ مقام.

(محمود فقير، ڪافي-50، ص-77)

گهوران گُر ڪئين گياني گهائي، گهٽي گهٽي ۾ گهوٽ گهمائي،
پري گام گرم ۾ گهارن ڪين گهڙيون گهڙيون.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-20، ص-20)

• **گانجي**: (گانجو) ذ. [سن. گنجنڪَهہَ> گونج= گانجو] ڀنگ جي ٻوٽي جي گلن ۽ گونچن مان تيار ڪيل نشيدار شيءِ (سلفيءَ يا ٻيڙيءَ ۾ وجهي ڇڪجي). چرس. چرش.

گانجي جا آهيون گاروڙي، ڪايون مانيت ڪاروڙي،
سمهون ڏينهن ساروڙي، وئي ننڊ وٽي وٽي.

(محمود فقير، ڪافي-70، ص-92)

• **گتِ**: [سن. گت> گتي] عادت- خُوءِ- نيم- ڍبُ- دستور- وجهہ- ڍنگ- علت- هير- رهہ- پر- ريت- رسم. نمونو. وٽگ- طرح- وضح- طريق- طرز. اطوار- چال چلڻ- آچارڻ- رهت- شيوو- لڇڻ- ارڪان- سياءُ- خصلت- چال- روش.

امل ڪاڻ اداسي تون، تو کي ڪتي واري ڪَت،
پيرا ڏين تون بازر ۾، اها گانڍو تنهنجي گت.

(محمود فقير، موالي، ص-138)

• **گتيان**: هن لفظ هي معنيٰ تہ "گتِ" واري آهي. ٻي معنيٰ اٿس: سازن ۾ طبلي جو نرماد جو مليل آواز. جيئن: ٽين تار- جهپ تاريا گت تار- ڊارو ڊار. سُر- راڳ- ترانو- تال ميل- سُريلپڻ- آواز. نچڻ جو ناٺ- نچڻ وقت سورهن ئي عضون جي ظاهر ڪيل حرڪت. سماءُ- سُڌ- معرفت- سڪ- پروڙ- ڄاڻ- ڏاڍ- سمجهہ- خيال- ويچار.

طبل تال لحن لعل 'محمد' ڳالهہ ڳتيان،
مئي دي مام وچ مُدام ڪر گرام گتيان.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-11، ص-160)

• **گُپتُ**: ذ. [سن. گپت=لڪل] مخفي- ڳجهو- پوشيده- ڇپيل- ڍڪيل- اولائتو.

ڏسيو مرڪي ميت کي، وهنجاري ٿو وار،
غسل جو گپت ۾، ڪفن ڪوس خوار.

(محمود فقير، موالي، ص-129)

• **گجُ**: ذ. صفت. زناني چولي جو هڪ قسم- ڪنجرو- ڪنجري- انگيا- انگي- چولي (ريشمي ڪپڙي خاص ڪري ڳاڙهي رنگ جي ڪپڙي تي هٿ جي ڀرت سان ٽڪڙيون لڳل ڀيٽي، جنهن سان ڇاتي ۽ ڀيٽ ڍڪيل ۽ ڀُنا اُگهاڙا هوندا آهن).

گج چُني چُوندِ سان پاتو اٿم پڙو،
تون اُستاد آهين، تنهنجو ڏسان ويني نڙو.

(محمود فقير، ڪافي-71، ص-92)

• **گجڪارَ**: ث. [سن. گرجُ= آواز] شينهن، هاٿي وغيره جي دانهن- برسات جي وقت ڪڪرن جو پاڻ ۾ ٽڪرجڻ جو آواز- گوڙ- گجگوڙ- گرجنا- گاج- ڪڙڪو- ڌڌڪَرُ- ڌڌڪو- ڪڙڪاٽ- گهوگهات.

گوهر گرناٽ دي گفتي، گگن گجڪار هي ڪيتا،
عجب گمسان ڪر گوڙان، وحدت وسڪار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-14، ص-16)

• **گجگاهہ**: ذ. صفت [سن. گج= هاٿي+ گاهہ= جاءِ] هاٿي جي رهڻ واري جاءِ- گهاٽو جهنگ- جُوهيل ٻيلو- تمام وڏو- ڀاري- ڳرو- اجهاڳ- وِڀو- ڳرو- وڏو آڙاهہ. برپٽ جيڏو- بلڪل وڏو- بيحد- نهايت گهڻو.

بادل برسي ياڳ پٽن تي، چوهي ڪيا چِچڪار،
ڪنوٽيون ڪڙيون، گجگاهہ ٿيون گوڙيون، ويڙ مٿي وسڪار.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

• **گداگرُ**: ذ. صفت. [ف] گدائي ڪندڙ- بيک پنندڙ- خيرات وٺندڙ- پينو- فقير- گدا- بکاري- منگتو- سوالي- پينار- پينڙات- پينڙات.

تنهنجا مُطيع شمس و قمر، ماڻهو مَلڪ جِن و بشر،
ارض و سماء تارا شجر، توڙي گداگر ڇا امير.

(محمد فقير، سور بهاڳ، ڪافي-24، ص-67)

• **گُرُ**: ذ. صفت. [سن] مرشد- وڏو- استاد- رهبر- ڏُڙُو- مهندار- اڳواڻ- چُڻُ- گت.

اسم جسم دي جلوه جنگي، چشم دي چالان،

گُني گُر گهُندِ گهور ڏنوسي.

(محمد فير، سُر بلاولي، ڪافي-2، ص-7)

• **گرامُ**: ذ. [سن. گِرام= آواز] راڳ جي آوازن جو انداز يا ماپو. (ٽي گرام: کرج گرام= آهستي آواز. مڌم گرام= وچ وارو آواز، نکاد گرام= ڏاڍيان وارو آواز)- راڳ ۾ آواز جي اُٿڪ.

رمزان رمزن جي رندي رنگ ۾ رتيون رتيون،

ڪري راڳ رقص ڪولي گرام گتيون گتيون.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-22، ص-21)

• **گِرد**: ث. [ف. گِرد= چوڌاري] چَڪَرُ- ڦيرو- گهمرو- آسپاس- چؤطرف- چؤڦير.

اڙبنگ اکيون عاشق جون ڪجل پائن ڪاني،

گِرد ڪن گرد ڪٽوريون سُرهي سينگار جون.

(محمود فقير، ڪافي-21، ص-56)

• **گرڙا**: واحد. گرڙو. ذ. صفت. گري جو اسم تصغير. مٺيءَ وارو- گرو- ميرانجهڙو- ميراڻ تي مائل- ميرو. چوپائي مال جي چمڙيءَ تي ٿيندڙ هڪ بيماريءَ جو قسم (سڄي چمڙي کُسي وڃڻ)- گرُ.

بخت اسارو بلاشڪ آسِي، ڪڏ گنائنا ڪندان ڪچ ڪاسِي،

ساڌ سمن ڪي ڪڏ گرڙا گهمسان.

(محمود فقير، ڪافي-74، ص-98)

• **گِرناري**: صفت. گِرنار جو رهاڪو- گرنار وارو.

پيد بياس ڪِي بات بَتاوي، گاروڙي گرناري ڪو.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-3، ص-175)

• **گُرُو**: ذ. صفت. [سن] هندن جو مرشد- سڌي رستي آڻيندڙ. (اصطلاح) گوهر- ماهر- مانائتو- عزت وارو.

گرو مان نہ آهيان چيلو، اصل عشق امين اڪيلو.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-6، ص-148)

• **گُڙن**: مصدر. گُڙڻ. [سن. گُرڻ، پرا. گهگهري= آواز ڪرڻ] گجڻ- گوڙ ڪرڻ- مست اُٺ جو آواز. هاٿيءَ جو ڇهنگار ڪرڻ. چپن ۾ ٻُرو ٻُالهائڻ.

رينديِ رَندين سان بُوٽ ٻڌائون، سي گونگا ڪيئن گُڙن.

(محمود فقير، ڪافي-24، ص-58)

• **گَزُ**: ذ. [ف] فاصلي جو ماپو- ٽن فوٽن ماپ وارو ماپو- وال- گزي- (ڪاٺ يا لوهہ جو) تير- ٻاڻُ- ٽُڪو- ٽُنڪو. سارنگيءَ جي ڪمان.

لڳا گز اندر وچ گهيرا، تنهن دا چايان ڪٽون پيرا.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-145)

• **گفت**: ذ. [ف. گفت= هن چيو] ٻولي- ڳالهائڻ- گفتار- ڳالهہ ٻولهہ. حرف- لفظ. جملو.

پسي پنهنجو پيچ پسڻ جو، گونان گوني گفت گيان.

(محمد فقير، سُر ڪاريهل، ڪافي-7، ص-187)

• **گفتارَ**: ث. [ف] ڳالهه ٻولهه- بيان- واردات- گفتو- ڳالهائڻ- گفتگو- وارتا- تات- پَچَر- وائي- چوُپچو.

چار ويدون سي ويديه نڪلي، گندرپ گُن گفتار ڪيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-6، ص-176)

• **گگنُ**: ذ. [سن. گگن= آسمان] اُڀ- آسمان- آڪاس- فلڪ- چرخ- ڌرتي ۽ آسمان.

صورت صُراحي سُرساڻ ساري، بيشڪ بزم ۾ برسر بهاري،

برسيو بغل سان برحال باري، گياني گگن ۾ گلزار گُر جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-9، ص-14)

• **گگهريون**: گاگهرو (گهاگر) گگهريون- گاگهريون. گهاگهريون. گهاگهر- گهاگهريون- وڏا دلا- وڃائڻ وارا گهڙا/ گهاگر پاڻيءَ ڀرڻ لاءِ دلي ڪان وڏو گهاگهرنالي ٿانءُ.

گهڙا جنهين جا گوهر گهگريون مٿي تي مَرڪن،

سينهوڙيون اٿن سوڪڙيون سي جنهور جيئن جهرڪن.

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-49)

• **گگهيرن**: (گگهيرو) ذ. صفت. گگهي وارو. گگهيلو- گگهي جي سجاٽپ وارو (بلوچ).

چوري چپر چولي، رائي منجهه رولي،

گگهيرن جي گولي، سسئي آهيان ساري!

(محمود فقير، ڪافي-20، ص-56)

• **گل برگ**: گلاب جي گل جي پنکڙي.

قسم کنيو سي اسم الله دا، سيد دي بہ سُونهارِي دا،

گل برگ هليا 'محمود' ڪون، بهشتي باغ بهاري دا.

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-120)

• **گُلزار**: ث. صفت. گلن مان ڀريل چمن- گلستان- ڦُلواڙي- تخته گل- گلن جي ڪِياري. (صفت) شاداب- خوش آب- هَريو ڀَريو- سرسبز.

صورت سهڻي شيخ جي، سارو سمجهي سير،

گر تي ڪيي غير، گاروڙي گلزار ٿيا.

(محمد فقير، بيت-132، ص-279)

• **گلفامُ**: ذ. صفت. [ف] گل جي رنگ جهڙو- گلاب جي گل جهڙو- گل اندام- گل رُوءِ- گلسوءِ. سهڻو- خوبصورت- حسين. محبوب- معشوق.

بادِ صفا بهاري، مئيگون جي ملاري،

سُر سان ڪئي سواري، گلفام ايندي ويندي.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-11، ص-6)

• **گلو**: اُنن جو وڳ- وڳر- ولر- گلر- قطار- ڌڻ- ساڱو. ساٿ.

ڏڳا، مينهون، اُٺ آهن، گورب منهنجو گلو،

شاهه پسند گهوڙو، سو پٽارو پلو.

(محمود فقير، خيري، ص-134)

• **گمانُ**: ذ. [ف. گمان= شڪ] شڪ- شُبهو- ظَنُ- ڀرم- فهم- وِسوسو. خيال- قياس- قياس آرائي- ويچار- دليل.

'اَلانسان سِري' جي سِر ۾، چڙهي غير گمان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-58، ص-98)

• **گمسان**: ذ. گوڙ- گڙٻڙ- وڳوڙ- فساد- لُڙُ- شور- هُلُ- هُجوم- ڀيڙُ- گهمسان- مانڌاڻ.

گهورن جي گرم بازي، گمسان جي نموني،
گهائي ٿو گهوٽ گوهر، گُر گيان جي نموني.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-16، ص-115)

• **گمساني**: گوڙ واري- وڳڙ واري- فساد واري- هُل ۽ هجوم واري- مانڌاڻ واري.

دَم دَم دَم دي ڏيان ڏمالي، گُني گاني گياني گمساني.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-37، ص-140)

• **گُن**: ذ. گڻ- عبادت- خصلت- وصف- صفت- خاصيت- جوهر- اثر- تاثير. لڇڻ- قابليت- لياقت- دانائي- هوشياري- ڏاهپ- سياڻپ. احسان- وڙ- ٿورو- لائق. هنر- حرفت- ڪاريگري.

گُر تي گگن ڪِي گادي، گُن گيان هورها هون،
دم دي ڏمال دائم، ڌُن ڌيان هر رهاهون.

(محمد فقير، سُر ڀيروي، ڪافي-12، ص-15)

• **گنجُ**: ذ. [ف. گنج= خزانو] ڍڳُ- کوڙ- انبارُ- هنبار- جهجهو- گهڻو- پنجن جي انگ پوئتان برڪت لاءِ "گنج" چوڻ. گهڻو- اڻ ميو- هيڪاندو- سرسُ- انيڪ- بي انت- ڀندار- خزانو- راهه- ٿهو- ڪوڙي- انبوهه- ميڙ- ڍير- دَن- سَٿو- گُدام- ذخيرو- گهڻو مال.

چلا ٿيا اظهار عشق والي اسرار،
ڪتر مخفي ڪل ڪر گنج گلزار.

(محمد فقير، چلولوڙائو، ڪافي-1، ص-242)

• **گندري**: ث. مهاڻي. (اسم خاص) نوريءَ جي نيازمنديءَ وارو نالو.

چڙهي ڏولي مٿي گندري، مهاڻن ميل ڪيو مُرڪي،
رقص رس راڳ رنگ پورو، رتو روحي رهاڻن سان.

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-8، ص-225)

• **گنڌارُ**: ذ. [سن.ءِ گنڌار] راڳ جي ستن آوازن مان هڪ آوازن مان ٽيون نمبر آواز. علم موسيقيءَ جي ٽئي سُر جو نالو. ريکب کان هڪ درجو مٿي. ڀيرو راڳ جي هڪ راڳڻي.

سُر ريکب گنڌار منڌم پا ڌيوت نِکاد سرگرم.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-4، ص-102)

• **گوُاز**: ذ. ٽپ- وڏو چال- چلانگ.

ڏُکڙ ٻڌئي ڏُهلڙيون، ٻيو دردر تي ساز،
بد ڳالهائي بچڙي، ڏس گولاڙيءَ جو گوُاز.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **گوٺ**: گوٺو. ذ. سون يا چانديءَ جو ڪلا بات- سونهري يا اڇي ڦيت- ڪناري- وٺ (زالون سونهن لاءِ اوڍڻ ۽ ڪُرتين لاءِ ڪم آڻين).

سرڙ ساموندي، ارڙيٺارا، ناميل نرڙ نغارا،

دم دنيا دا غم بندي ڪون، هئي سپ گوٺ خسارا.

(محمود فقير، گهوڙي جو قصو، ص-102)

• **گوجن**: (گوچ). ذ. غور- ٻٽاڪ.

آدانت مين آتم گياني، گوجن ڪِي ڪُڇ ڪاپ نهين.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-11، ص-178)

• **گوراڙيون**: واحد. گوراڙُ. ذ. ٻڪريءَ جو ننيڙو مادي ڦر يا ٻچو. نانگ جو هڪ قسم (گهڻو ڪري پاڻيءَ ۾ هلي).

گهٽيون گوراڙيون، ٻهڪن ٻڪراڙيون،

چوڏار چوڙيليون، سي چارين ٿيون.

(محمود فقير، ڪافي-12، ص-51)

• **گورب**: مال جا ننيڙا ڦر.

پاند پئي آهيان پير جي، جانڻ اٿم جهلو،

ڏِڳا، مينهون، اُٺ آهن، گورب منهنجو گلو.

(محمود فقير، خيري، ص-134)

• **گورَڪُ**: صفت. وڏو- ڏکيو- مُنجهيل.

توم گنگا گُر گُن گياني، تو ۾ گورڪ گيان ميان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-12، ص-79)

• **گورکناٿ**: اسم خاص. هٺ يوگي پنٿ جو وڏو گرو- گُرو گورکناٿ.

موکي هُون ڪِت مظهر هُون، ڪِت گورکناٿ مڇندر هُون.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-46، ص-93)

• **گولاڙِي**: (گولاڙو) ذ. صفت. ٻانهيءَ جو ٻار- ٻانهو- غلام- گولو.

ڏُکڙ ٻڌئي ڏُهلڙيون، ٻيو در در تي ساز،

بد ڳالهائي بچڙي، ڏس گولاڙيءَ جو گوَاز.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **گُونُ**: ذ. رنگ- ورن. رونق- صورت. قسم.

گهٽا گهوٽ گياني گهائي گهات ڪيا،

ڪري گُون گرمي گهورن سان گهٽي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-15، ص-115)

• **گُوناگُون**: ظرف. قسمين قسمين- طرحين طرحين- رنگ برنگي- رنگين رنگين- ڀانتين ڀانتين- مختلف- جُدا جُدا. ذاتيرو.

گُر گُوناگون گياني، لاريب لقب لاثاني،

اظهار اسم انساني، تي صوفي صاف سجانا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪفي-59، ص-98)

- **گوتئہ:** (گل گوتئو) ذ. گل جو هڪ قسم (زردي رنگ تي، دل ۽ دماغ کي قوت ڏيندڙ).

نازبوءِ نرگس ٿُقمان ٿُل ٿُل، گوتئہ گوهر غنچہ گُهل گُهل،
ڪيتي حال حُسن دي هُل هُل، هرجاءِ هٹ هٹ هڪ هبڪار.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-6، ص-168)

- **گوهَرُ:** ذ. [ف] موتي- لؤلؤ- دُر- صدف داڻو- سپ مان نڪتل داڻو- ٻيڙو. سَرواريدُ- جوهر- ماڻڪ- مٽيو. (صفت) داناءُ- ڏاهو- سياڻو- استاد- ڪاريگر- ماهر.

گوهر گُرنات دي گُفتي، گگن گجڪار هي ڪيتا،
عجب گمسان ڪر گوڙان، وحدت وسڪار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-14، ص-16)

گهَڙا جنهين جا گوهر گگهريون مٿي تي مَرڪن،
سينهوڙيون اٿن سوڪڙيون، سي جنهور جيئن جهرڪن.

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-49)

- **گوءِ:** ث. شرط- بازي- ٻن يا وڌيڪ گهوڙن وغيره جي پجڻ جو مقابلو- ڊوڙ. شرط جو ميدان- بازيءَ جي جاءِ.

عشق حوسن ڍِي بيرنگ بازي، سمجهہ صحي ڪر تن وچ تازي،
گوءِ ميدانون چاوَن غازي، سِر ڪي سِر دا ڪر واپار.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-13، ص-214)

- **گيانُ:** ذ. [سن] ڄاڻ- پروڙ- سمجهہ- ٻڌي- فهم- ذهن. پُرجهہ- وقوف- ادراڪ. شناخت. چِيتو- حوصلو. علم معرفت- الاهي علم.

تڳا دين ڪفر جا توڙي، صورت جي پئي سام،
گهورن ۾ ڏس گيان منهنجو.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-11، ص-6)

- **گياني:** ذ. صفت. گيان وارو- هوشيار- اڪابر- داناءُ- سياڻو- ڏاهو- زيرڪ- عاقل- عقل وارو- هوش وند- سٻوجهہ. ٻهڄاڻ- سمجهو- ڄاڻو- پارڪو- فهميدو- گُني- هنرمند- عالم- فاضل. علم وارو.

صورت صُراهي سُر ساڻ ساري، بيشڪ بزم ۾ برسر بهاري،
برسيو بغل سان برحال باري، گياني گگن ۾ گلزار گُرجو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-9، ص-14)

- **گير:** ث. ڪُتي جي دٻيل پونڪ- باهوڙ. ڪلڪل- گهپي- ڇهڙ- ڏمر- ڇڙٻ.

تون ڏرڻو هٽين دعوتن تي، ڪرين ڪُتي واري گير.

(محمود فقير، موالي، ص-126)

- **گيڙُو:** ذ. [سن. گوبرگ] رنگ جو هڪ قسم- ليارِي رنگ (جو سيناسي پنهنجن ڪپڙن کي ڏين). صوفين ۽ سناسين جي پوشاڪ جو رنگ.

سِر سينگاري هليا، گيڙو ٻڌي گهوٽ،

’محمد‘ چڙهي چوٽ، نانگا مليا ناٿ کي.

(محمد فقير، بيت-6، ص-265)

• **گيسِي**: مصدر. گيسي ڪرڻ. نهايت عاجزي ڏيکارڻ- توبهہ ڪرڻ- بان ڪرڻ- گهٽو پڇتاءُ ڪرڻ- وري ساڳيءَ طرح (ڪو ڪم) نہ ڪرڻ جو ٻول ڪرڻ.

تُسان ٻنهان ڪنهن دي چٽي نہ لڳو،
اسان ٻنهہ ڪيتي چا هُڻ گيسي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-114)

• **گيلَ**: ث. پکيڙ- ويڪر- وڏاءُ- موڪراڻ- ويڪراڻ- گودو- گهيرو- چڪر- ٿولهہ- ڪشادگي.

ذوق ضمير، عشق امير، ويک حمير، هس هادي،
ڪيليم ڪيل، مَئي دي ميل، گوهر گيل، ڪر گياني.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-31، ص-25)

• **گيلا**: واحد. گيلو. ذ. صفت. چريو- مستانو- ديوانو.

جت ڪنهين بي مت ميڪون، نوڪ ڏتوني نيلها،
أٿ آيا ڪر جُٺ ڳيا، گل چائي ڳيا هي گيلا.

(محمد فقير، ٿيهہ ڏينهن، ص-121)

# ڳ

• **ڳانا:** واحد. ڳانو. ذ. [سن. ڪنٺ= ڳچي] ڳچيءَ ۾ سونهن خاطر ٻڌڻ لاءِ سوٽي يا ريشمي رنگين ڌوري- ڳاني. پرت جو هڪ قسم. ڪاريءَ اُن مان ناهيل لال شهباز جي دعا جو ڌاڳو. شاديءَ جي وقت گهوٽ ڪنوار ڪي پيرن يا هٿن ۾ ٻڌل ڪارو ڌاڳو. ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جو هڪ زيور- ڪڙو. هَسُ.

پا عشق دا ڳل وِچ ڳانا، مخمور قران مستانا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-59، ص-98)

• **ڳانگيون:** واحد. ڳاگي. ث. ڏٽ جو هڪ قسم (ليار جهڙو ننڍڙو هيداٽو ٿيندڙ). ڳاگي ٻوٽي جو ڦر.

پڊ پراٽا ٿوهر ترن ۾، ڳم ۾ ڳانگيون وجهون ورن ۾.

(محمود فقير، ڪافي-19، ص-55)

• **ڳُجهہ:** ذ. [سن. گُهيہَ= ڳُجهو] لڪل ڳالهہ- راز- ڀيدُ- منجهہ- انت- اندر- هام- وِچ- سُرُ.

ڳائون ڳائون ڳائون، ڳالهہ ڳجهي ڳُجهہ ڳائون،

اڪيان والي اشاري، اناالحق الائون.

(محمد فقير، سُر جهجهونتي، ڪافي-3، ص-231)

• **ڳچُ:** ذ. صفت. جهجهو- ڪافي- جال- جام- هيڪاندو- زياده- وڏيڪ- گهڻو- گهڻيون. ڳپل- ٽُڪر- ڀاڱو- حصو- ٽوٽو. ماس جو ٽُڪر- دڳل- مانيءَ جو چوٿو. وقت جو وقفو. فاصلي جي وِٿي.

پوپٽ پتنگ پاڻ ۾، ڪن ٿا ڳالهيون ڳچ،

هُو ٿا گهرن گلزار کي، هُو ٿا چون پچ.

(محمد فقير، بيت-24، ص-268)

• **ڳِڌل:** فعل ماضي. ڳِنهڻ مصدر مان اسم مفعول. خريد ڪيو- ورتو. سوديو- وٺجيو- مُلهہ ورتو.

آهيان ٻول ٻڌل، موکي جي محفل، مٺ تي مُلهہ ڳِڌل،

سرهو سرسو ساهہ، سخي ڪيو، ساغر سان سهٽل.

(محمد فقير، سُر پيلو ڪافي-21، ص118)

• **ڳر:** مصدر. ڳرڻ. ڳري پاٽي ٿيڻ- رِجڻ- وگهرڻ- آٽڻ. پگهرڻ. ٽٽڻ.

ڏينهن اسان ڪون شينهن لڳا، جنهن نينهن لڳا هي نر،

هڪ ڏينهن مر "محمود" وجي خاڪ متي دي ڳر.

(محمود فقير، ٿيهہ اکر، ص-124)

• **ڳراٽِي:** ث. ڳلي ملڻ واري حالت- ڳراٽي- ڳراٽڙي.

حسن هُل هُلائي، وصل وڪ وڏائي،

پائي ڳل ڳراٽي، ڳٽن سان ڳالهائي.

(محمد فقير، سر ٻنس، ڪافي-13، ص-160)

• **ڳُرهاڙيون:** واحد. ڳُرهاڙي. (ل) ذ. ڳُر ۽ گيهہ وجهي ڪٽڪ جي اٽي جي پچايل ماني- ٻُسري- ڳُراڙي.

نڪاح پڙهون ٿا ننگ جا، ميڙي نبيءَ سٽ،
ڪائون ڳُرهاڙيون ڳوٺ جون، پرم وڏي سان پٽ.

(محمود فقير، موالي، ص-129)

• **ڳلو**: ت. ذ. رستو- لنگهہ- ڳلي- گهٽي.

تون مَڏي ڪڻ مٽي تي، ڏي ڳوٺن ڪي ڳلو،
پيءُ تنهنجو پنڪيون ڪائي، در در تي دَلو.

(محمود فقير، خيري، ص-134)

• **ڳِلِي ڳِلِي**: ٿ. [سن. گل+ ايڪا= گلي] سنهو ۽ سوڙهو رستو- گهرن جي وچان سنهڙو لنگهہ- گهٽي- ڪوڇ.

پيرين وچ گهنگهرو ڳل پيشوازان،
ڳلي ڳلي وچ ڳئونداهي.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-14، ص-152)

• **ڳمُ**: ذ. گاهہ جو هڪ قسم. ڏٽ جو هڪ قسم.

پڊ پراٽا ٿوهر ٿرن ۾، ڳم ۽ ڳانگيون وجهون ورن ۾.

(محمود فقير، ڪافي-19، ص-55)

• **ڳڻن**: واحد. ڳڻ. ذ. [سن. گڻ] احسان- ٿورو- مهرباني- ڀلائي- لائق- ڀال- وڙ- ڳُڻُ- لچڻ- عادت- خصلت- خوءِ- خوبي- هنر- فن- لياقت.

حُسن هُل هُلائي، وصل وڪ وڌائي،
پائي ڳل ڳراٽي، ڳڻن سان ڳالهائي.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-13، ص-160)

• **ڳوڌا**: واحد. ڳوڌُ. ذ. صفت. [سن. گودا] وڏو ڏاند. ڳرو مڙس. جنگي جوان- بهادر- سورهيہ- پهلون- ڳوڌو.

ڳاڙها ڳوڌا ڪپڙا، توڪي پهرايان پالي،
هاٽي دنگو چڏ دالِي، تہ ڪريون پرچاءُ پاڻ ۾.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

## گھ

• **گهاٽُ**: ذ. [سن. گهات= موت] مارو- ڪوس- خون- ڪُسَ- قتل گاهہ- بربادي. هيٺ ڪيرائي وجهڻ جي حالت- ڌَڪ- زخم. وَڌُ. [پرا. گهتا؛ سن. گهوتا= وجهڻُ] وقت- موقعو- وارُ- ول- اوسر- سمجهہ. ارادو- خيال. ڦاهي- ڦند.

’محمد‘ منڊ، وحدت ونڊ، جهولي چنڊ جهلايا،

ڪجل ڪات، بزم بات، ڪئين گهات ڪرايا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-72، ص-49)

• **گهارِي**: ث. ڪپڙي جي پيٽيءَ مان نڪتل ڪجهہ ننڍن واري حالت- وٿي- وڇوٽي- جاءِ- گنجائش- ڏنگ- ڪٽ- خيال. ڦوٽ- جدائي- ويڇو- رخنو- رنڊڪ. وڇوڙو- فراق.

جوڙي جوان پائن ٽا جهاتيون، رندي رمز ساڻ ڏينهان راتيون،

نڪا گهوٽ وجهن ٽا گهارِي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-2، ص-75)

• **گهاڻي**: (گهاڻو) ذ. [پرا. گهاڻي> گهات؛ سن. گهات، گهان+ ايڪا= گهاڻو] تيل ڪڍڻ جي مشين- تيلي ٻج پيڙڻ جو اوزار- چيچڙو- ڪولهو.

برهہ بن بلاول بهاري بشر دِي،

آپي آپ گهائي پيڙا وڻ تئون صدقي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-38، ص-140)

• **گهُرِي**: (گهُرَ) ث. تقاضا- خواهش- مرضي- چاهہ- طلب- دعويٰ- استدعا. ڏٽي سائين جي مرضي. پسندي. لهڻو- قرض.

رمز رقيب جي، آڏيءَ عجيب جي،

گهُرِي هُئي نصيب جي، سا تہ ڪين ٽري.

(محمود فقير، ڪافي-7، ص-48)

• **گهولا**: (گهوريو) خيرات ڪيل- صديقي ڪيل- قربان ڪيل- ٻن پيو- بيڪار- نڪمون- فضول- اجايو- ٺهيو- ڦيريو.

گيت گگن جو "محمد" گاوي، گيان أسي گهر گهولاري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-2، ص-174)

• **گُهنڊُ**: ذ. جُهنڊُ- نقاب- پردو- ناز- نخرو- ماٺو- انگل- لاڏ. شورُ- سُونڊَ- مُنهن ۾ گهٽو گهُنڊ.

گهُنڊ کول نقاب شتاب منا،

مين تن وچ طلب داتاب ڏنا.

(محمد فقير، سُر ٽوڙي، ڪافي-1، ص-216)

• **گُهنگهُرو**: ذ. [سن. گهَر گهَرا= زيور جهڙو گهنڊ> گهن=هن= مارڻ+ گهر آواز ڪرڻ> ڪنڪِڻي= گهنڊڙي] ڇير- ڇير جو هڪ داڻو- ميٽر. ٻارن جي پيرن جا زيور. هڪ ساز جي وڄت جو قسم.

گهمين "محمد" گام گگن دي، گهڻ گهڻ گهنگهرو دِي گهڻڪار.

(محمد فقير، سُر ڏناسري، ڪافي-2، ص-228)

• **گهيڙُ**: [سن. گهَٽ= واٽ] پاڻيءَ ۾ گهڙڻ جو هنڌ- لنگهه- رستو- گهٽ- گهيرُ- لانگهو.

جانب گوليان جهنگ جبل ۾، شاهه ٻه رڪندو منهنجو شان،

پير ڪٽان ٿي شير پنهل جا، رستا گهيڙ گسن.

(محمود فقير، ڪافي-10، ص-50)

# ل

• **لا**: [ع. لا= نه] حرف نفي. نه. ناڪار- بغير- بنا- ڪانسواءِ. مرڪبات ۾ لفظ جي اڳيان اچي "نه" جي معنيٰ ڏيکاريندڙ. جيئن "لاشڪ، لاثاني وغيره". دنيوي ديوتائن يا خُدائيءَ جو انڪار- ڪلمي توحيد جو پهريون حرف (جنهن سان دنياوي ديوتائن، خدائن جو انڪار). عدم- نفي- نيستي. تصوف جي پهرين منزل نفي. نفيءَ کان پوءِ ئي اثبات حاصل ٿي سگهندو آهي.

اکيان والي اور اشاري، ظاهر ذاتي سهني ساري،
لا دِي لالي لائي، صاف صفائي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-92)

- **لاَ اِلهَ اِلا هُوَ**:

ساري رات سيج تي، سورهيہ ڪين سُمهن،
’لا اِلهٰ هُوَ‘ پر ۾ پاڻ پَسن،
ڪنهن سان ڪين ڳَهن، قيل قرب جي ڪار جي.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-257)

- **لابُ**: فائدو- وياج- سُود.

ڏکيا سُکيا ڏينهڙا، ڪاٽا پائنج خواب،
تون اَمل ڪائين اِلاهي، توکي مَهتي وارو لاب.

(محمود فقير، موالي، ص-128)

- **لاَحَدُ**: صفت. [ع] بناحد- بي حد- اپار. حد کان ٻاهر- بي انتها- ڪُلي- مطلق. لامڪان.

چڙي شرڪ شرارت شارڪ شڪ،
لهي لاحد وارو لائق لڪ.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

- **لاَخوفُ**: (لاخوفُ عليهم ولاهُم يحزنون (ق) سوره البقره، آيت 122). ترجمو: هنن کي خوف ڪونهي، نڪو هنن کي ڏک رسندو يعني اوليائن کي. (لاخوف جي لغوي معنيٰ) بي خوف- بهادر- دلير- بي پرواهہ. مصيبتن کان نہ ڊڄڻ وارو.
- **لاڏُ**: [سن. لَڊ= کيڏائڻ] ناز- نخرو-چانجلائي- البيلائي- چاڳلائي- بودلائي- ماڻو- آر- انگل- ڪوڏ- پيار- محبت- نينهن- لنئون- موهہ- هيج. اخلاص- مامتا- ڏُلارا- نٺ- فخر.

لُنگ جي لاڏ سان، لائق لال آهيان،
خُوبان خُوب خوديءَ جو، خيال آهيان.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-28، ص-121)

- **لاري**: مصدر. لاري لڳڻ. پناري پوڻ- آسري تي رهڻ- آڌار تي هجڻ. ڪنهن جي ڏٿي لڳڻ.

خود ٿي ’محمد‘ نويميان، برسر برسي الا،
لاحد والي لاري، ’لا‘ دِي لالي بہ مين هُون.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-5، ص-192)

- **لاريبُ**: صفت. [ع. لاريب= بي شڪ] بي شڪ- بناشڪ شبہ جي- تحقيق. يقيناً. سچي پڪ سان.

گُر گُونا گُون گياني، لاريب لقب لاثاني،
اظهار اسم انساني، ٿي صوفي صاف سجانا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-59، ص-98)

- **لاغَمُ**: بي غم- پريشاني کان سواءِ- بي فڪرو. خوش باش.

لامڪان لاهوتي لنگھيا، ’لا‘ سين تي لاغم.

(محمد فقير، سُر ڪوهياري، ڪافي-9، ص-185)

• **لافَ**: ث. [ف. لاف= لباڙ، سن. لَپَ= اجايو ڳالهائڻ] اجائي يا واهيات ڳالهه- بڪوات- لاف زني- ٻٽاڪ- لباڙ- ڊاڙ- پڏائڻ واري حالت- پڏ- غرور.

**لام**- لاڙو لاف ڏي، ڪيم ڪر ڪٽياڻ،

سارو دوز دنيا جو، فنا فاني جاڻ.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-259)

• **لاڪِي**: ذ. صفت. لاک جي رنگ تي رگَيل- لاک وارو- لاک جي رنگ تي مائل.

ملڪ اباڻو مون لئہ ماڪي، لوئي اباڻي نہ لاهيان لاڪي،

سور سوين هِت مون لئہ ساڪي، ڳڻيتن ۾ پاڻ ڳاريان.

(محمود فقير، ڪافي-26، ص-59)

• **لاڳُ**: ذ. ث. لاڙو، رغبت- لاهہ. چاهہ- خواهش- اِڇا- منشا. رضا- مرضي- الفت- پيار- محبت- پريت- موهہ- پالؤ- ارواح- حُب- پريم- قرب- چاهہ- شوق- دوستي- اخلاص- مائٽي.

ڏِنگ عِشَق دا ڏينيو چڪ لڳا پئي چُڙدي،

ڏنوَڻ ڏڳي، عشق اڳي، لاڳ لڳي هِن لوليان.

(محمود فقير، ڪافي-57، ص-81)

لاوجودي لاڳ سان، ’لا‘ جي سنگھي لام،

’محمد‘ واري مام، پسڻ ۾ پگدار تي.

(محمود فقير، بيت-43، ص-270)

• **لاڳاپا**: واحد. لاڳاپو. ذ. لڳل يا ڳنڍيل هئڻ واري حالت- ڳانڍاپو- واسطو- تعلق- ڳنڍ- ناتو- ميلاپ- گهرائي- پيار- موهہ- پيوند- لڳاءُ- ربط. نسبت- مائٽي- عزيزي- ياراني- عزازت.

ايرادو عشق جو آهي، ڏسڻ محبوب کي ڪاهي،

لاڳاپا لوڪ جا لاهي، نهاري ناٽ نوراني.

(محمد فقير، سُر شاهہ ڪلياڻ، ڪافي-4، ص-210)

• **لالُ**: ذ. [ف. لالُ= ياقوت؛ ع. لَعلُ= ڳاڙهو] صفت. ڳاڙهو- رتڙو- سُرخ- رَتل يا رَتو. ڳاڙهي جواهرات جو هڪ قسم- ڳاڙهي رنگ جو هڪ قيمتي پٿر- ياقوت- ماڻڪ- موتي.

لنگ جي لاڏ سان، لائق لال آهيان،

خوبان خوب خودي جو، خيال آهيان.

(محمد فقير، سُر پيلو ، ڪافي-28، ص-121)

• **لالِي**: ڳاڙهو رنگ- لالاڻ. عشق جي لالاڻ- ڳاڙهاڻ.

اکيان والي اور اشاري، ظاهر ذاتي سهڻي ساري،

’لا‘ دي لالي لائي، صاف صفاتي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-92)

• **لام**: وڻ جي سنهي ٽاري- ڏار- ٽاري- شاخ. ڊيگھہ- ڊگھائي- لنبائي- طول. مهاري اُٺ. اجهو- آسرو- پنارو- دامن-

پناهہ.

لاوجودي لاڳ سان، لا جي لنگھي لامہ،
محمد واري مامہ، پسڻ ۾ پڳدار ٿيو.

(محمد فقير، بيت- 43، ص-270)

• **لاماري**: [سن] مصدر. لامارو ڏيڻ. جهٽيون ڏيڻ- واري واري اچڻ- ڦيريون پائڻ- پرواز ڪرڻ. اُلي وڃڻ- اٽڪل ڪرڻ. لوڏو ڏيڻ.

صاف ساڏو، زلف جادو، منڊ واڏو وڙهہ دي،
ونگ واري، ڪر اُلاري، ڏي لاماري لڙ دي.

(محمود فقير، ڪافي-64، ص-85)

• **لامقصد**: بنامقصد جي- بنا مطلب جي- لالچ ۽ لوڀ کان سواءِ. بي لوث.

معنيٰ واري ميگھہ ملار، لامقصد ٿيو مقصد منهنجو.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-1، ص-146)

• **لامقصود في الدارين اِلا هُوَ**: (حديث) يعني: ٻنهي جهانن ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ مقصد يا مطلب ڪونهي.
**ت**- توڪل تار ۾، طالب ٿيا تمامہ،

لامقصود في الدارين، ڪهي اِيءُ ڪلامہ.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-254)

• **لامڪانُ**: صفت. [ع] بنا ڪنهن نظريي جي- بنا طرفن ۽ حدن وارو مڪان- عالم اِلاهيءَ وارو مڪان. بنا طرفن جي مڪان. بنا مڪان. اڻ ڏٺو غائب. وحدت جي منزل- لاهوت.

لامڪان مڪان 'محمد'، لال لاهوتي لهي لهي،
لاٿان لحجن للڪار سان.

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-5، ص-106)

• **لاموجود**: غيرموجود- پنهنجي هستيءَ جو نہ هجڻ. الله جي ذات ۾ گم ٿي وڃڻ. لاموجود اِلا الله (قول الفقراءِ) الله کان سواءِ ڪابہ شيءِ موجود نہ آهي.

ميم جو مولهيو ٻڌي، موجود لاموجود ٿي،
'محمد' سندي مصلات ڪيو، مظهر علي مظهر علي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-15، ص-128)

• **لانگوٽيا**: واحد. لانگوٽيو. ذ. صفت. لانگوٽي ٻڌڻ وارو. لانگوٽ ٻڌندڙ. پرهيزگار.

لُنگ بند لعل لانگوٽيا، لاهوتي لاٿان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-27، ص-23)

• **لاهُوت**: ذ. [ع. لاهوتُ= عالم ذات الاهي] عالم ذات الاهي، جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل آهي- صوفين جي چوٿين منزل. لنئون- محويت (اسم خاص) ڪراچيءَ کان ڇٽيهہ ڪوهن جي مفاصلي تي هڪ زيارتگاهہ جو نالو- ٻپ جبل جي هڪ وڏي صفي جو نالو. هڪ مڪان جو نالو.

ناسوت چا ملڪوت، معنيٰ جبروت، چا لاهوت لامہ،
ها هوت چا همدم هنگامون، باهوت چا آهي بيان.

(محمد فقير، پيم پلاس، ڪافي-8، ص-53)

• **لاهوتي**: ذ. صفت. عبادت ۾ محو يا غلطان- آديسي- الله لوڪ- سيلاني- سيار. سچو عاشق- بي پرواهه- لاهوت لامڪان جي خبر رکندڙ (فقير).

**لُنگ بند لعل لانگوٽيا، لاهوتي لاثان.**

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-27، ص-23)

• **لائق**: ذ. صفت. نيڪ- ديانتدار- وڙائتو- ڳڻن وارو- لياقت وارو- قابل- سمجهُو- هوشيار- شائستو- جوڳو- جوڳو- شايان- واجب- موزون- مُباح- نيڪ- معقول- اُچت.

**لامقصود لاهوتي لائق، شاهنشاني شرابي شائق،**
**لاحد جي سي ڪن ٿا لات.**

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-21، ص-82)

• **لَبان**: واحد. لبُ. ذ. [ف. لَبُ= چپ] هڪ عضوي جو نالو- چَپُ.

**ڪجل ڪاڪل ڪيف ڪمالي، ڪج ڪار ڪجل ڪي ڪالي،**
**ڪج لعل لبان سِر لالي، ڪج روپ روحي رُخسار.**

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-6، ص-223)

• **لج**: ث. [سن. لَجا= لَجَ؛ پرا. لجا= لج] شرم- حياءُ- ڦڪائي- پرم- لِيهه- شرمندگي- پردو- ڍڪ- سچائي- ست- آبرو- حُرمت- ننگ- عزت- ناموس. نڪاح ٻڌل زال- گهرواري- منڪوحه- ٻانهن.

**لوڪ لاڳاپا لاهه ڇڏي لج، لوڪ لاڳاپا لاهه ڇڏي لج.**

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-1، ص-221)

• **لَس**: صفت. بيشمار- گهڻا- هڪبئي مٿان- هڪ ٻئي پٺيان- اڻ ڳڻت- اڪيچار- ڳچ- ڪيئن- جام- انيڪ- ڪيترائي- گهڻائي.

**باغ ڏنوسين بيگم جو، جت ليمان ڳاڙها لس،**
**ڦاروا فقير چئي، ڪٽي توت پرايان تس.**

(محمود فقير، ڏمالي، ص-116)

• **لَغور**: ذ. صفت. [سن. لنگور] بزدل- گيدي- بي حياءُ- بي شرم- لُچ- بدمعاش- بي ايمان- لوفر. بي همت- ڍچڙو- سست- بيڪار- ڪم چور. ٺوڪبازيءَ جو هڪ لفظ.

**طاهر، طيب، پيراڻي جا پٽ، ماڻهو مون وٽ مور،**
**تون برميچين ٿو پاڻئيي سان، آهين ڪو لُچ لغور.**

(محمود فقير، گنگو، ص-108)

• **لقائي**: (لقاءُ) ذ. [ع] ديدار- درشن- ملاقات. نظارو- چهرو- صورت- لقاءُ.

**ڇلا "ط" دي طاقتِ، صفائي صداقت،**
**لقائي لياقت، ٻَنِرا برابر.**

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-245)

• **لڪيسرِي**: لڪيسِر. اسم خاص. تعلقي ڪپرو ۾ هڪ ديهه جو نالو. لڪيسِر جي رهڻ واري.

**فضيلت سان فقير چئي، تون وِک وڌائي وَرڙِي،**

تنهنجو لاڏ لکيسري، تون پنپوران پَرڙي.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

• **للڪار**: ث. منو آواز. سُرُ- ترانو- لات- آلاپ- هاڪار- سڏ- نعرو- ڏمڪي، رعبدار آواز- پُڪار- چئلينج. سونهن- سوڀيا- حُسن- زينت. للهڪار.

للڪار لڳي، نروار نيسنگ هلڪار، چپر منجهه چولي،

مشڪ عطر، ميدان رنگيا، هنڪار لڳي ويئي هرلي.

(محمد فقير، ڪافي-11، ص-51)

• **لَلي**: خوشامد- مِنت- عاجزي- محتاجي.

قربان وجان، مهربان اُتون، جنون لَلي جُهڪايا ليڙا.

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-124)

• **لُنگ**: ذ. گوڏ يا سلوار هيٺان ڪپڙي جو لُنگ- لُنگ ٻڌڻ جو ڪپڙو- ننڍي گوڏ- لانگوٺو- ڪڇو- لانگوٽي- ننڍي چڊي- لانگوٺ. پرهيز. پارسائي.

ڪري سيفي سُنگ، ثابوتي سلطان.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-10، ص-71)

• **لُنگ بند**: لُنگ ٻڌل- لُنگ چاڙهيل. پرهيزگار- پاڪباز- پارسا (ماڻهو).

لُنگ بند لعل لانگوٽيا، لاهوتي لاٺان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-27، ص-23)

• **لنگھي**: لنگها. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو- مگڻهار.

ليار هيئيون هڪ وارنه وجان،

مار گهتن چا لنگھي.

(محمود فقير، ڪافي-72، ص-96)

• **لوف**: ذ. اگهاڙو- لوٺيو. لوفر- بدڪار.

چوڙ پچايئي ٻروچ بيشڪ، لوف لنگھي وچ لانگها.

(محمود فقير، ٽيهه ڏينهن، ص-123)

• **لولاڪ**: [ع] رسول الله صہ جن جي تعريف. حديث قدسي ۾ سرورڪائنات جي تعريف ۾ چيل هڪ ڪلمو (جي ڪڏهن تون نه هجين ها ته هي آسمان به نه خلقيان ها).

شاهنشاهي شان جنهيندا، لقب اصل لولاڪ ٿهيندا،

سِر وِچ صاف سمايا، هي.

(محمد فقير، سُر ڪسوري، ڪافي-1، ص-181)

• **لُون لُون**: رڳ رڳ- تند تند- تار تار. وار وار.

لُون لُون دي وِچ لالڻ لايا، نينهن نسنگ نروازيدا،

چشمان دا چالان ڏنم.

(محمد فقير، سور ڌناسري، ڪافي-8، ص-230)

• **لوهُو**: ذ. [سن. لوهِتَ= رَتُ] رَتُ- خُون. اصل- بنياد- نسل- مائٹ- مِٹُ.

برھ بازار جا بانگا، نسنگ نروار تي نانگا،
لنگهي لاحد وارا لانگها، لگين لوهو لڳائن تا.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-12، ص-214)

• **لِيارُ**: اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم- جهنگ جي ميوي جو هڪ قسم.

لیار هيئيون هڪ وار نہ وجان،
مار گهتن چا لنگهي.

(محمود فقير، بيت-1، ص-96)

• **لِياقَتَ**: ث [ع] لياقت- قابليت- صفت- حيثيت- عليت- صلاحيت- عقل- درجو- حاصلات- جوڳائي- سگهہ- لائقي- شرافت. لطافت- گُڻ- صداقت- خاصيت- خوبي.

لقائي لياقت، بنرا برابر، سنرا سراسر.

(محمد فقير، سي حرفي-1، ص-245)

• **لَيڙي**: واحد. ليڙو. صفت. ڍرڙو ماٺهو- سُست ڦِلڙو- موڳو- ڍرو- آرسي- ٽوٽي. ڪم ذهن- مورک.

پرپات جو اوطاق، ڏسي تاڪ تاڙيون،
هنئين هور ٽيئم زور، ڏسي محل ماڙيون،
لڳو عيب عمر جو، لقب ڪيس ليڙي.

(محمود فقير، ڪافي-2، ص-45)

## م

• **ماجر**: (مَجر= وٽن ٽٽن جا گونچ يا ٻور) سايون ٿاريون (ساواڻ)- سرسبز مياٽن وارو ملڪ. (اسم خاص). ميرپور بٺوري تعلقي جي ڏکڻ ۾ سجاول جي اتر ۾ سرسبز ۽ آباد ڍنڍن واري ايراضي. (صفت) ماجرائي- ماجر جو وينل.

ساريان تنهن سردار کي، جنهن جي محبت ٻاريا مچ،
تون ڪارِي ديجهان ڪُني جهڙي، ماجر جي آهين مچ!

(محمود فقير، خيري، ص-134)

• **ماڻُ**: ث. [سن. مَڻِ= خوش ڪرڻ ۽ سينگار] مدد- حمايت- واهر- سُهائتا. دستگيري. رهنمائي- همراهي. اوٽ- پنيرائي- آڌر. مهرباني- احسان- وڙ- ڀلائي- ڪِرپا.

'محمد' تي ڪرهاڻ مُدامي، هادي حزبُ الله،

ورهه جي ويراڳ وسڻ جي.

(محمد فقير، سُر ڌناسري، ڪافي-10، ص-227)

• **مام**: مطلب- اشارو. دل جي مراد- رمز- ڳجهارت- راز واري ڳالهه- لڪل بات.

'محمد' منور ماڳ مُدامي، ڏيئي مستي جي مک مام آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-2، ص-107)

• **مانجو**: منهنجو.

گهندِ گنگو، شاعر ڪٿيا نراري گانرو،

عاشق اڳي ها، لڳو نِينهن نعرو،

من مانجو سو ڦيري جا سِي ملتان.

(محمود فقير، ڪافي-74، ص-98)

• **مانجهاندي**: (مانجهاندو) منجهند جي ماني- ٻپهرو- سفر جي وقت ۾ ٿورو ڍاڍو- ساعت جو آرام- ويرم ڪان پوءِ ڪنهن زال جو پهريون دفعو پيڪي ۾ اچڻ جي حالت. سفر ڪندي آخري منزل تي پهچڻ ڪان اڳ وچ ۾ ٿوري وقت لاءِ آرام يا ڍاڍي کي مانجهاندو چوندا آهن. شاعر مطابق هن دنيا ۾ انسان وقتي طرح رهڻ لاءِ آيو آهي ۽ هن جي آخري منزل خدا جو وصال آهي.

تو جو ساٿيهه پانئجو، مانجهاندي جو ماڳ.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-3، ص-191)

• **مانجهي**: بهادر- پهلوان- سورهيه. ٻيڙيءَ جو ونجهه هلائيندڙ- ناکئو- ملاح.

'محمد' مُدام موکي، مختيار جي نموني،

مخمور مست مانجهي، مهندار جي نموني.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-17، ص-116)

• **ماڻُ**: مائو- فخر- گهمنڊ- تڪبر- غرور- رتبو- وڏائي- ناز- انداز. اَن پرڻ جو ٺانءُ- ماپو- ماپ- پئمانو- چڄ.

هردم هلندڙ تنهن ۾، محڪم آهي ماڻ،

مُقام ۽ مساڻ، ڳٽي ڳٽيندين ڪيترا.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-259)

• **ماهه**: (ماهه پاره) ذ. چنڊ جو ٽڪر. (صفت) تمام حسين- خُوبرو- سهڻو- جميل.

بي مثل جو 'محمد' مالڪ، مثل وارو ماهه اسانوٽ آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-20، ص-117)

• **مايا**: [سن. مايا. ما= ماپڻ نہ + يا = جيڪا دراصل نہ هجي پر سمجهجي تہ آهي] فريب- مڪر. ڌن- دولت. طلسم- ظاهري روپ. قدرتي طاقت- رچنا- کيل- ڪرشمو.

'محمد' مست و مست مدامي، مستي والِي مايا هي.

(محمد فقير، سُر ڪاريهل، ڪافي-5، ص-186)

هنڌ ڪٿولي، طول وهاڻي، ڪين ٿئي ڪنهن دي بلي،
مال مايا، سڻ اجايا، چا اِٿون ڳئي هٿ نلهي.

(محمود فقير، ڪافي-53، ص-79)

- **مَتِ**: ث. [سن. مَتِ= سمجهه] سمجهه- بُوجهه- هوش- فهم- ادراڪ- پُرجهه- پروڙ- هوش- حوصلو- چيتو- عقل. دانائي- سجاڻپ- هوشياري- سوچ ويچار- خيال- غور- قياس- خوض. ڏيان. ڪَٽ- ڏَس- صلاح- راءِ. هدايت- نصيحت- سمجهاڻي- سبق.

لامقصود في الدارين اِلا هُوَ، ألٿو سمجهي اَت،
'محمد' مئي جي مَت، همه سان همذات ٿي.

(محمد فقير، بيت-10، ص-266)

- **متارا**: واحد. متارو. ٿلهو- موٽو (بدن ۾)- پريل- ڏٿو مُٽو- جبرو- جاننو- رتوبت وارو- ماس چڙهيل. شاعر جو اشارو. انهن متارن ڏانهن آهي، جيڪي موڪي وٽ شراب پيئڻ ايندا هئا. صوفين مطابق توحيد جي شراب پيئڻ وارا.

جزب سان جلالي، دلاور ڏمالي،
'محمد' مئي موالي، مَئيءَ تي متارا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-21، ص-132)

- **متوال**: (متوالو) ذ. صفت. [سن. مَت> مَدَ= مستي] مستيءَ وارو- مست- مستانو- ديوانو- مجنون- جنوني. مدهوش- مخمور- خماري- مؤجي.

خود خيال، متوال، احوال عالي- خصلات، وصلات والي،
حُسنات، حرفات، حضرات حالي، بيدار، بازار، بردار بالم.

(محمد فقير، سُر پيبروي، ڪافي-53، ص-37)

- **مَجازي**: (عشق) صوفين جي مستي موجب حقيقي عشق ڏاڪو. "اَلمجاز قنطرةُ الحَقيقہ" (صوفين جو قول) هن عشق ۾ صانع جي ڪنهن سهڻي شيءِ جو ڏيان ڪري، انسان صانع جي ڳولا ڪري ٿو.

اظهار ٿي آوازي، محلي مچي مجازي،
قائم ڪري قرازي، اثبات جو آچاڙو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-8، ص-110)

- **مُجتبيٰ**: صفت. [ع] برگزيده- پسنديده- چُونڊيل.

مرشد مڪمل مهلقا، محبت واري ميدان ۾،
محڪم مُدامي مجتبيٰ، مثلات جو مغفور ٿيو.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-2، ص-54)

- **مُجرا**: واحد. مجرو. ذ. آداب- بندگي- ڪرنش- تسليمات- نياز- سلامي. نمسڪار سلام. ديدار- زيارت- راڳ- ناچ يا ڪنهن حيرت انگيز ڪم تي ڪيل آفرين- شاباس.

ديڳ، زهر جي ويڳ ولوڙيين، مجني ڪي مُجرا،
جهنگ جبل ۾ جنت جايون، هنڌ أتي حُجرا.

(محمود فقير، ڪافي-16، ص-53)

• **مُجربُ**: صفت [ع] تجربو ڪيل- آزمايل- پرکيل- چڪا سيل- جاچيل- سُوڌيل- ثابت ڪيل- سڄِ ڪيل. تصديق ڪيل- ڪشيل. مؤثر- اثرائتو- تاثير وارو. ڪارگر- فائده مند- مفيد.

صاف صفاتي سير جي سانگي، سيائي سانگ صورت جو،

صُراحي صاف جي سُرڪِي، پيئان مُرڪي مجرب ٿو.،

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-1، ص-188)

• **مَجمعُ**: ذ. [ع] ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جي حالت- اجماع- هجوم- ميڙ- مجموعو. منڊلي- مجلس- جماعت- انجمن- اجلاس.

مجمع مثل مُحسن منڊل، مخلوق مظهر معنوي،

منور ملثالي مرتبا، منظور مئيخاني مين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-40، ص-142)

• **مُجيب**: صفت. [ع] جواب ڏيندڙ- قبول ڪندڙ- هائوڪار ڪندڙ- اقرار ڪندڙ (محبوب).

عشق عجيب، نر نجيب، مُنهن مُجيب وِڪايو،

نرت ناٽ، ڪري هاٽ، سُرت ساٽ سنپايو.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-17، ص-163)

• **مَڇندَرُ**: ذ. صفت. بيوقوف- مُورک- اناڙي- ڇُسو- احمق- ڪُند- لُچ- حرڪتي- شرارتي.

موڪي هُون ڪِٿ مظهر هُون،

ڪٿ گورکناٿ مڇندر هُون.

(محمد فقير، سور تلنگ، ڪافي-46، ص-93)

• **محرابُ**: ذ. [ع] هٿيار جو هڪ قسم- ڪمان- ڌنش- ونگ- ڪمان (دروازي جي). مسجد جي ألهندي طرف ڪان نهيل ونگدار جارو (جنهن ۾ پيش امام بيهي نماز پڙهائي). گول دروازو. گهڻي نماز پڙهڻ سبب پيشانيءَ تي ٿيل ڪارو داغ.

’محمد‘ مثل موج سان، مُورت جي محراب.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-52، ص-95)

• **مَحَرمُ**: ذ. صفت. [ع. حَرم= هُو نااُميد ٿيو] منع ڪيل- حرام ڪيل- حرام نهرايل. ويجهو عزيز- اهو ماڻهو جنهن سان نڪاح ڪرڻ جائز نہ هجي (پيءُ، پاءُ، چاچو، مامو، نانو، ڏاڏو وغيره). واقف- واقفڪار- گهرو- گهائل مائل. جاڻ سڃاڻ- روشناس- آشنا- واقف- رازدار- همراز- دمساز- همدم- واقف حال- حال پائي- رازدان- پيدي.

’محمد‘ منور محرم من دا، برهہ بن بنا بن بن دا،

ڪِتان عشق اِلاهي امن دا، ڪٿ سير سُوري دا ساياهي.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-4، ص-167)

• **مُحسِنُ**: صفت. [ع] احسان ڪندڙ- احسان ڪرڻ وارو- ڀلائي ڪندڙ- نوازش ڪندڙ- وڙائتو- سٺو سلوڪ ڪندڙ. داتا- سخي- فياض- دَياوان. مُربي- سرپرست. پيشت پناهہ- حامي- دستگير.

مجمع مثل مُحسن منڊل، مخلوق مظهر معنوي،

منور مثالي مرتبا، منظور مئيخاني مين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-40، ص-142)

• **مَحصُولُ**: ذ. صفت [ع. حصل= حاصل ڪيو] حاصل ڪيل- هٿ ڪيل- قبضي ڪليل. دل- رائُ- ٿُولُ- سُنگ- رَڪب- ٽيڪس. مسواڙ- ڀاڙو- ڪرايو- اُجرت- جزيہ.

'محمد' مير مجلس جو، ملاحن جي مڇي محلي،

ڪري محصول سڀ معافي، ٿيو ماهر مياڻن ۾.

(محمد فقير، سُر ڪنيات، ڪافي-8، ص-225)

• **مُحڪَمُ**: ذ. صفت. [ع. حَڪَم] مضبوط- پائدار- جٽادار- مستحڪم- برقرار- ڪپ ڪوڙ- پختو- ڏاڍو- قابو- سوگهو- سخت- اَٽل- اٽٽر.

'محمد' ٿي متوالا محڪم، مئي دي مست مقال،

مست و مست ملنگ ڏٺوسي.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-1، ص-6)

• **مَحُو**: صفت. [ع. مَحَو= گم] گُم- غائب- لاپتہ- ويل. شيفتہ- عاشق. حيران- مدغم- پريشان- وائڙو- غلطان- مگن. بي سُرت- بي خبر- بي هوش. فنا ٿي ويل- مِٽجي ويل- زائل. دِڃل.

عجب اخفيٰ جي اثباتي، سُڻي آواز اَنحد جو،

'محمد' موج مستيءَ ۾، محو مردان ٿي آيو.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-6، ص-211)

• **مَحويتَ**: ث. گُم شدگي- بي خبري- بي سُرتائي- اغراق. شيفتگي- فريفتگي.

محويت دي مام ملاڪي، ملڪ معنيٰ دي ٿي مسرور.

(محمد فقير، سُر ڌناسري، ڪافي4، ص-228)

• **مُحِيطُ**: صفت. [ع] گهيريندڙ- گهيرو ڪندڙ. قبضو ڪندر- قبضي ۾ آڻيندڙ- وڪوڙي ويندڙ. گنجائش وارو- سمائيندڙ. گهيريل- وڪوڙيل. وسيع- پکڙيل- ڪشادو- ويڪرو.

رندي ريت، ٿي محيط، ڳايم ڳيت، بڻ ڳاني،

سُهڻي ساز، دي آواز، ويکيم ناز، نوراني.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-31، ص-26)

• **مَخدُوم**: ذ. [ع] خدمت ڪيل- جنهن جي خدمت ڪجي. بزرگ. عزت وارو- مان وارو- معزز- سائين- آقا- آغا- آگو- سوامي- مُربي. مذهبي رهبر- پيشوا- هادي- امام.

**ميم**- معنيٰ ملڪ دا مخدوم ٿيا مالڪ مُدام،

پيالا پرت دا پاڪ پي پُر پيشوا ڪيتا امام.

(محمد فقير، سي حرفي-4، ص-261)

• **مَخفِي**: صفت. [ع. خَفَتَي] ڳُجهو- پوشيدو- لڪل- خُفيہ- اولائتو- نامعلوم.

ناز نظر دا نينهن نزاڪت، ڏيندا پيالا شوق شهادت،

راز ربوبي سِر وِچ ثابت، مرد پروڙن مخفي مام.

(محمد فقير، سر پيروي، ڪافي-17، ص-18)

• **مَخمُورُ**: ذ. صفت. [خمر] شراب پيتل- خمار چڙهيل- نشي ۾ چُور- خماريل- مدهوش- نشئي- ڪِئو- اَلوٽ- مڳُ-

مست- متوالو.

مئيخان ۾ مدامي، مذڪور عشق ڪيو،

متوال مست موڪي، مخمور عشق ڪيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-7، ص-110)

- **مَد**: شراب- ماڪي- رسيلي- وٽندڙ. وِچ- وچٿرو- طبيعت- مزاج. سرشٽ. مَند- شراب. شاعر مطابق توحيد جو شراب.

’محمد‘ مست پيالو مَد جو، پوءِ پياري ٿو لاحد جو،

دلئون دوست ڏئي دلداري.

(محمد فقير،سُر تلنگ، ڪافي-1، ص-74)

- **مُدامِي**: ظرف. هميشه جو- ٻاروهي- نِتُ- سدائين جو- روزمره جو. قديمي- آڳاٽو- پراڻو- ڪُهنو- پراچين- جُهونو.

مست و مست مُدامي محڪم،

’محمد‘ ميگهه ملار دا مهندار دا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-91)

- **مُدعِي**: ذ. صفت. دعويٰ ڪندڙ- دعويدار- فريادي- دانهين- چيڪو- دان خواهه- مستغيث. وِروڌي- دشمن- ويري- مخالف- رقيب- حريف.

سورهيه سرڪش هئي سرڪارا،

’محمود‘ مُدعِي تي هئي مارا.

(محمود فقير، ڪافي-76، ص-104)

- **مَدَحَ**: ث. [ع. مَدَحَ= هُن ساراهه ڪئي] تعريف- ساراهه- واکاڻ- ثنا- صفت.

مُطرب مَذهم مُغني مُغان، معنيٰ مدح مضمون ڪا،

منصف مقالي مجتبيٰ، مخمور مئيخاني مين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-40، ص-142)

- **مُدَلَل**: صفت. [ع] دليل ڏنل- دليل سان ثابت ڪيل. معقول- ٺيڪ- درست- قرين قياس- بَجا- صحيح- برابر.

مهندار موڪي ’محمد‘ مُدلل،

مئيخان مسجد، مسجود مندر.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-48، ص-35)

- **مُدما**: (مُد ماتا). [هه] متوالو- مست- سرشار.

پراپشتي مُدما ويڪري، ثُريا ساچ سڪاتِي ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-13، ص-179)

- **مَدَنُ**: [هه] محبت- عشق. شُهرت.

محبوبن جو ’محمد‘ مُربي،

مليو مئي قدح جي ملار مدن سان.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-26، ص-120)

• **مَڏِي:** ث. [سن. منڊ= سينگارڻ]  سامان- ٽپڙ- اسباب- سامان سڙو- ٽپڙ ٽاڙي. لڏپلاڻ جو سامان.

**اجهي اوني آيا، مون ڳلي ڳلي ۾ ڳايا،**

**هي سرڙو صدقي، مَڏي مال مايا.**

(محمود فقير، ڪافي-27، ص-60)

• **منڪور:** ذڪر- ڳالهه- پچار- مصلحت- صلاح. ذڪر ڪيل- ذڪر ٿيل.

**مئيخان ۾ مُدامي، مذڪور عشق ڪيو،**

**متوال مست موڪي، مخمور عشق ڪيو.**

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-7، ص-110)

• **مُربي:** ذ. صفت. [ع. رب= پاليندڙ]  نپائيندڙ- پرورش ڪندر. تربيت ڪندڙ- سرپرست. سهائتا ڪندڙ- پُٺ پَرو- انگراهي- پُشت پناهه- دستگير- حامي- مددگار. بزرگ.

**’محمد‘ مُربي ميلي مئي جي، ملي ماهر تي مهندار آيو.**

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-1، ص-107)

**’محمود‘ چئي مُربي، تنهنجي مدد گهُربي،**

**آري ڄام عربي، ڪندو چپر چانيون.**

(محمود فقير، ڪافي-4، ص-47)

• **مَرجان:** ذ. [ع]  پٿر جو هڪ قسم (ڳاڙهاڻ تي مائل)- حجرالبحر- ڳٽوني. سمنڊ مان نڪتل ڳاڙهي مٽيءَ جهڙي سخت شيءِ (جا ڪن جيتن جو سڪل ڪوپو هوندي آهي).

**سُون عمر تنهنجو ڪين قبوليان، موتي ۽ مرجان،**

**باغ عمر تنهنجا داغ دلين تي، اوسيئڙو ارمان.**

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

• **مُردارُ:** ذ. صفت. [ف. مُردار= پنهنجي موت مئل]  مُئو- مرده. مري ويل- (ڪو حلال) جانور (جنهن کي تڪبير نہ پئي هجي). مري ويل جانور- ڏُوئي- پليت- ناجائز- نِجس- غيرشرعي- حرام.

**ڳِيَسُ پلڪ پاڙي، لنگهه خلق ڪيتي دي**

**ملڪ مهٽي مُردار ڪرين.**

(محمود فقير، ڏمالي، ص-112)

• **مِرڏنگُ:** [سن. مردنگ= پخواز]  ساز جو هڪ قسم- ڏُهل جو هڪ ننڍو قسم- ڍولڪ. پڪواز- پخواز.

**منتر ’محمد‘ مِرڏنگ مُرلي، مُک سي بين بجائون.**

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-5، ص-52)

• **مَرغُ:** ذ [ف]  پکي- پرندو- پرند- پکيڙو- طير- پنڇي- پڪشي. اُڏامندڙ. ساهوارو- اُڏند. ڪڪڙ- مُرغو- خروس.

**مرغ وانگي مرد مريندا، ’محمد‘ مارو مار.**

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-6، ص-107)

• **مَرغُوبُ:** صفت. [ع. رَغَبَ= زغبت ڪئي]  رغبت ڪيل- دل لُڀائيندڙ- من کي وڻندڙ- دل پسند- وڻندڙ- دلچسپ- دلير- دلربا- دلڪش- دلفريب- پيارو- هردل عزيز- خوبصورت- سُهڻو- سُندر. مزيدار- سَلوڻو.

**مل ’محمد‘ جا محبوب مُغان، مسجود منا مطلوب مُغان،**

مخمور پسن مرغوب مُغان، منهن مو تو قبلل مرد مري.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-56، ص-97)

• **مَرڪُ:** ظرف. لائق- واجب- مناسب- ٺهندڙ- جُڳاءُ- سُهائيندڙ- پوندڙ (منهن تي)- شايانُ.

ترڪ دنيا ترڪ عقبيٰ، ترڪ موليٰ ترڪ ترڪ،

مقصد ڇڏي مخمور ٿيڻ، مردن سندو آهي مرڪ.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-1، ص-199)

• **مِرگهہ:** ذ. [سن. مِر (ي)+ گهہ= هرڻ] جانور جو هڪ قسم- مِرگ- هرڻ- آهو- روجهہ- هَراڪ- ڇڪارو- چيڪارو.

پنيا وار ڪُنيا پرون ڪارا،

مِرگهہ مثالي چوڏس چندر تارا.

(محمود فقير، ڪافي-44، ص-70)

• **مُرلِي:** ث. [سن. مُرَلَ> مُرلي= مرلي] وات سان وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم (جيئن بانسري، بين، بانسلي، وَنجلي، الغوزو، بئنسري). ٽُنبي، ڪَدوءَ ۾ ڪنگور مان ٺاهيل ساز.

منتر 'محمد' مرڌنگ مُرلي، مک سي بين بڄائون.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-5، ص-52)

• **مَسانُ:** ذ. [سن. شمشان= جنگ جو ميدان جي جتي ماڻهو هرن] هندن جي مڙدن جلائڻ جي جاءِ- شمشان پومي- مڙدا گهاٽ- مَسڻ. مسائن جي رک- سُج- پينگ- ڏُنڙيل جاءِ- فساد- جهڳڙو.

هردم هلندڙ تنهن ۾، محڪم آهي ماڻ،

مقام ۾ مَسانُ، ڳٽي ڳٽيندين ڪيترا.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-259)

• **مَسجُودُ:** ذ. جنهن کي سجدو ڪيو وڃي.

مهندار موکي مُدَلِل، مئيخان مسجد مسجود مندر

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-48، ص-35)

• **مَسرُورُ:** ذ. صفت. [ع. سَرُ= خوشي] سَرهو- خوش نهال- شاد- پرسن- شادمان- منگهن- خرسند- راضي.

گهُورن سان گيان کولي، ٻولِي عجب ٿو ٻولي،

آواز انس اولي، مسرور عشق ڪيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-7، ص-110)

• **مُشتاقُ:** ذ. صفت. [ع. شوق] اشتياق رکندڙ- شائق- چاهيندڙ- آرزومند- طالب- خواهشمند- گهورو- خواهان. سڪايل- اُڪنڊيو- موهيل- وَسُ ڪيل- عاشق- موهت- اڪن چڪن- انتظار ڪندڙ.

'محمد' مشتاق محبت ۾، ڏسن عشق جو آرو،

عجب اسرار اندر ۾، فڪر فرقان تي آيو.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-8، ص-212)

• **مَشربُ:** [ع] پاڻي پيئڻ جي جاءِ- چشمو- ڊِنِدِ- دين- مذهب- ملت- طريقو- ڍنگ- نمونو.

آهيان مان عشق جو عاشق، رکان رندي مشرب ٿو،

رقص ۾ راڳ جي رنگ ۾، سڏايان رمز سان رب ٿو.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-1، ص-188)

• **مُشرڪُ**: صفت. [ع. شِرڪ ڪندڙ] خدا سان ڪنهن کي شريڪ ڪندڙ- شرڪ ڪندر. بت پرست.

سهڻي صورت سِر سُبحان، مشرڪ ٻاجهون ڪير سُجاڻي.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-17، ص-153)

• **مُشڪل ڪُشا**: صفت. مشڪلاتون دُور ڪندڙ- ڏک لاهيندڙ- اهنج دور ڪندڙ. مصيبتون دفع ڪندڙ. حضرت علي ع جو لقب.

مظهر سندو مسجود تون، 'محمد' مُدامي مُرتضيٰ،

موليٰ علي مُشڪل ڪُشا، مهندار مالڪ مختيار.

(محمد فقير سُر بهاڳ، ڪافي-18، ص-63)

• **مُصَلي**: مُصلو. ذ. [ع. صلي] نماز پڙهڻ جي جاءِ- عبادت گاهه- مسجد. نماز پڙهڻ لاءِ ننيو تڏو يا غاليچو- نماز پڙهڻ وارو ڪپڙو- جاءِ نماز.

چوڙ مُصلي عصا ڪوزا، وير وسانوڻ واري،

جوڳي جُڳ جُڳ جو ڪماون، جوش جگر ڪر جاري.

(محمد فقير، سُر ڪسوري، ڪافي-3، ص-181)

• **مُصَورُ**: ذ. صفت. [ع] تصويرون ٺاهيندڙ- چترڪار- ڪمانگر- نقاش. رنگ ڏيندڙ- رنگ ساز. (اسم خاص) الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

'محمد' ٿي مصور، مورت مک صورت جو،

معنيٰ جي ملت سان، مندبل مئي مچايان.

(محمد فقير، سُر پيبروي، ڪافي-63، ص-43)

• **مُطِرَبُ**: ذ. صفت. [ع. طَرَبَ= هُو نچيو] ڳائيندڙ- گويو- ڪلاونت- ميراثي- قوال- راڳيندڙ- خوش ڪندڙ.

مُطربَ مَذهم مُغني مُغان، معنيٰ مدح مضمون ڪا،

منصف مقالي مجتبيٰ، مخمور مئيخاني ۾ هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-40، ص-142)

• **مَطلوُب**: صفت. [ع. طَلَبَ] طلب ڪيل- طلبيل- گهُر ڪيل- گهُريل. سڏيل- ڪوٺيل. خواهش مطابق- دلپسند- محبوب- معشوق.

مل 'محمد' جا محبوب مُغان، مسجود منا مطلوب مُغان،

مخمور پسن مرغوب مُغان، مُنهن موتو قبلل مرد مري.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-56، ص-97)

• **مُطِيعُ**: صفت. [ع. طوع] اطاعت ڪندڙ- فرمانبردار- تابعدار- حڪم هيٺ- تابع- ماتحت- تابيني- تانِي- تخت ۾- جوڳو- وسِيڪو- خادم- ٻانهو- پوئلڳ- مُريد- ٻالڪو.

تنهنجا مُطيع شمس و قمر، ماڻهو مَلڪ جن و بشر،

ارض و سماء تارا شجر، توڙي گداگر چا امير.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-24، ص-67)

• **مُظفرُ**: صفت. [ع. ظفر] فتحمند- فتحياب- ظفرياب- ڪامياب- جيتيل- ڪٽيل- ڪامران- غالب.

مالڪ مُلڪ مظفر مَلَڪَ، موڪي مگهن مئيگون سي،
’محمد‘ مُدامي مصطفيٰ، منصور مئيخاني مين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-40، ص-142)

• **مُظفري**: فتحمندي- فتحيابي- ڪاميابي- ڪامراني.

’محمد‘ بار ملامت والي، مظفري ميدان،
مجتبيٰ مهندار ڏنوسي.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-4، ص-8)

• **مَظهَرُ**: صفت. [ع. ظَهر= ظاهر ٿيڻ جي جاءِ] تماشگاهه- ڪيل ڏيکارڻ جي جاءِ- اسٽيج- آکاڙو- ظاهر ٿيڻ جي جاءِ.

’محمد‘ هر مظهر جو مالڪ، حُسن واري فوج،
قُم بِاِذنِي قواز منهنجو.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-9، ص-5)

• **مُعافي**: (محافو) ذ. ڏولي- لوڏي- پالڪي- چوڏول- ڪجائو.

معافي چڙهيا مير منور، پوندي آوي پيچ پيچ،
پوندي آوي پيچ پيچ، پوندي آوي پوش پوش.

(محمد فقير سُر راڻو، ڪافي-1، ص-232)

• **مَعبُودُ**: ذ. [ع. عَبدَ] عبادت ڪيل- عبادت لائق- بندگيءَ جوڳو- خُدا- الله تعاليٰ. ڌڻي تعاليٰ.

مسجود، مشهود، معبود ’محمد‘ سِر صاف، مصحاف، انصاف احمد،
لاهوت، آڏوت، ثابوت سرمد، مخمور مشهور، مذڪور معالم.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-54، ص-38)

• **مَعِنوي**: صفت. معنيٰ وارو- مُراد وارو- سمجهاڻيءَ وارو- مقصد وارو. ڳجهو- لڪل.

مجمع مثل مُحسن مندل، مخلوق مظهر معنوي،
منور مثالي مرتبا، منظور مئيخاني مين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-40، ص-142)

• **مُغان**: (پير مُغان) ذ. آتشن پرستن جو پيشوا. آتش خاني جو مجاور. شراب خاني جو مجاور- ساقي. مرشد- روحاني راهه جو راهبر- توحيد جي مئي پيارينڌڙ- راهِ حق جو سُونهون.

احمد زمان ’محمد‘ مُغان، مشهرو معنيٰ ميم جي،
مالڪ مَلڪ مظهر ملڪ، مهندار مک منور ٿيو.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-5، ص-56)

• **مَغفُورُ**: ذ. صفت. [ع. غَفَر= بخشيل] معاف ڪيل- معافي ڏنل- رِها ڪيل- ڇڏيل.

مرشد مڪمل مهه لقاء، محبت واري ميدان ۾،
محڪم مُدامي مجتبيٰ، مثلات جو مغفور ٿيو.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-2، ص-54)

• **مُغَنِي**: صفت. [ع] راڳائي- گوَيو- ڪلاوَنت- ڳائڻو.

مُطرب مَڌهم مُغَنِي مُغان، معنيٰ مدح مضمون ڪا،
منصف مقالي مجتبيٰ، مخمور مئيخاني مين هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-40، ص-142)

• **مقال**: پهاڪو- واڪيہ- مثل. قول- وَچن- چوڻي- ڳالھ ٻولھ- گفتگو. تات.

’محمد‘ تي متوال محڪم، مئي ڊِي مست مقال،
مست و مست ملنگ ڏنوسي.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-1، ص-6)

• **مُقامُ**: ذ. اسم [ع. مُقام= جڳهہ] ترسڻ جي جاءِ- مَسڪن- آستان- ٺِڪاڻو- آستانو- جڳهہ- جاءِ مڪان- گهر- منزل- ڊاٻو- ويساهي- منزل گاهہ- پاڙو- قيامو- اُتارو- لاشن دفن ڪرڻ واري زمين- قبرستان- گورستان.

هردم هلندڙ تنهن ۾، محڪم آهي مساڻ،
مُقام ۾ مَساڻ، ڳَٺي ڳَٺيندين ڪيترا.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-259)

• **مَقبُولُ**: ذ. صفت. [ع. قبل] قبول ڪيل- مجيل- منظور ڪيل. پسند ڪيل- چُونڊيل- مرغوب- پسنديده. وڻندڙ- پيارو- محبوب- دلربا. مشهور.

وصالي ونهوار سان، وحدت واري واڳ،
’محمد‘ منور ماڳ، مقابل مقبول ٿيو.

(محمد فقير، هفتو-1م ص-263)

• **مَقرَب**: ذ. صفت. [ع. قَرَبَ] نزديڪ ڪيل- ويجهو ڪيل- اوري ڪيل- قريب. ويجهو دوست- محرم راز.

محيسي مام معنيٰ جي، متل مئيخاني ’محمد‘ جي،
مقابل موج منصوري، مچايان مچ مقرب ٿو.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-1، ص-188)

• **مقصد**: ذ. [ع. قَصَدُ] قصد- ارادو. عزم- مطلب- مُراد- اَرٿ- غرض- نيت- مُنشا- منصوبو- سِڌ- سِنا.

ترڪ دنيا ترڪ عُقبيٰ، ترڪ موليٰ ترڪ ترڪ،
مقصد چڙي مخمور ٿيڻ، مردن سندو آهي مرڪ.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-1، ص-199)

• **مَڪَ**: ث. ڪبڙ (وڻ) يا ڄار جا ڪچا پيرون- ڪبڙ جو ڦر- سڪل پيرون.

رنگ پريون آهن ريتيون تن جون، چست چگيون چاليون،
ٿر ٿوهر مَڪ مانڌاٽا، منهنجا ويڙهيچا ور ڪن!

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-49)

• **مَڪانُ**: ذ. [ع] رهڻ جي جاءِ- جڳهہ- هنڌ- آستان- نڪاڻو- رهائش- مَسڪن. اوتارو- بينڪ. فقيرن جي رهڻ جي جاءِ- دائرو. شهر- گام- ننگر- ملڪ- ديس- وطن- علائقو.

لامڪان مڪان ’محمد‘، لعل لاهوتي لهي لهي،
لاثان لحن للڪار سان.

(محمد فقير، سُر مانجهہ، ڪافي-5، ص-106)

• **مُڪايا:** مصدر. مُڪائڻ. [سن. مُڇ= موڪلڻ] گهرائڻ- سڏائڻ- ڪوٺائڻ- فيصلو ڪرڻ- حساب ڪتاب صاف ڪرڻ- ختم ڪرڻ- بس ڪرڻ- پورو ڪرڻ- خاتمو ڪرڻ- نبيائڻ.

موحد ٿي موجود منڊل وِچ، مهرا مام مُڪايا،

مستي والي ملڪ مُدامي، مزگان مچ مچايا.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-13، ص-114)

• **مُکُ:** ذ. [سن. مُکم] چهرو- شڪل- مهاندو- صورت- پيشاني- مٿو- نراڙ.

نڪوسيءَ سرير ۾، نڪا لڳس لُک،

’محمد‘ ٿيو سو مُک، منصوري مئيخان ۾.

(محمد فقير، بيت-266، ص-296)

• **مَلامَتَ:** ث. بددعا- پِٽ- پاراتو- لعنت- ڌڪار- عتاب. ويڻ- مهٽو- ڏوراپو- طعنو- جُٺ- ڦِٽ. صوفين جي ملامتي طريقو (جنهن ۾ صوفي بظاهر اهڙا ڪم ڪندا آهن، جن سان سندن ملامت ٿيندي آهي).

ڪري پاڻ پسڻ جي پوري پڪ،

ڪٽي بار ملامت سِر تي ڳرو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **مَڻِ:** مٽيا- ڪَلا- قدرت- نور- تجلو- جوت- تجلي. مٽيو- موتي- قيمتي. پٿر- جواهر- رتن- هيرو.

مڻ جتي جي مغز ۾، سي ڪي ڪي ڪلادار،

شاهي ڪن شڪار، ڏيئي ڦوڪ ڦڻ سان.

(محمد فقير، بيت-138، ص-280)

• **موتيا:** واحد. موتيو. گل جو هڪ قسم. هتي موتئي گل جي مولانا رومي سان تشبيهه ڏني وئي آهي.

موتيا رومي ’محمد‘ مندر، برس باغ بقائي بندر،

ڪٿان آس الاسي اندر، اُسر عدم ڪنون آئي هي.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-5، ص-168)

• **مُوتُو قَبِلَل اَنتَ مُوتو:** (حديث). مرڻ کان اڳي مرو يعني پنهنجي نفس کي ماريو (ته جيئن حياتِ جاودان حاصل ٿي سگهي).

مُوتو قبلل اَنت مُوتو، سالڪ سِر سُڃاڻ.

(محمد فقير، سر آسا، ڪافي-3، ص-2)

• **موجُودُ:** وجود وارو- هستيءَ وارو. هڪيو- حاضر ناظر.

ميم جو مولهيو بَڌي، موجود لاموجود ٿي،

’محمد‘ سندي مصلات ڪيو، مظهر علي مظهر علي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-15، ص-128)

• **موجودات:** ث. موجوده جو جمع. پيدا ڪيل شيون- مخلوقات- خلق- هستي. دنيا- ڪائنات- الله تعاليٰ جون پيدا ڪيل شيون. فطرت. حاضري- موجودگي.

’محمد‘ موجودات رنگي، راز ڪيو مون.

(محمد فقير، سُر ديسڪار، ڪافي-1، ص-231)

• **مُوَحد**: [ع. مَوَحَدَ] خدا کي هڪ ڪري ڄاڻندڙ- توحيد پرست- ايشور- ايڪ واري ايڪائي- پڪو مسلمان. خدا جي وحدت مڃيندڙ.

’محمد‘ موحد ماهر مظهر، ميم معنيٰ مهلاتي.

(محمد فقير، سُر مانجهه، ڪافي-3، ص-105)

• **مُورت**: ظاهري تصوير- عڪس. صفاتي وجود. مهورت- بت- جسم. سڀُوري يا نيڪ ساعت يا گهڙي.

مورت محلات وِچ ماهر، محو ’محمد‘ ٿيا ظاهر،

جيڪا نادر تيها ٻاهر، نظر نروار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-15، ص-17)

• **مُورک**: نادان- بي عقل- بيوقوف- بي سمجهه- ڪم عقل- ڪم فهم- جاهل- احمق- ٻُوڪ- اناڙي- ڇُسو- ٻورڙو- موڳو- سادو سودو- پرمتڙيو.

چاطر سُتَ اَبناسي نرگن، مورک ڪيا ٻتواني ري.

(محمد فقير، سور ڪونسيه، ڪافي-4، ص-175)

• **موڪ**: جالارو پاڻي- وهندڙ پاڻي- گهڻو- جام- موج- گهڻي- جهجهي. ڪسي- نالي- واهه. پاڻيءَ جي اٿل- پالوٽ. هيٺائين زمين جنهن تي پاڻي وهي.

ميگهه ’محمد‘ موڪ ملاران، ٿئيان ٿئيان ڪر ٿئيان وي.

(محمد فقير، سُر سارنگ، ڪافي-1، ص-205)

ميڏا جلويدار هئي جاني،

ملي موڪ ’محمود‘ ڪون ماني.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-145)

• **مَوڪَشِ**: ذ. [سن] ڇوٽڪارو- آزادي- آزادگي- نجات- موڪا- مُڪتي.

ڇَو ٿِي منزل مَوڪَشِ اَچيا، ’محمد‘ ميگهه ملار ڪيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-6، ص-176)

• **موڪَ**: ذ. ڇوٽڪارو- معافي- آخرين ۽ دائمي خوشي. ڏنل شيءِ جو عيوض.

منگهن موڪ مڪتي شريماني شڪتي،

ڀجن ميري ڀڳتي سرودي سجاني.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-3، ص-176)

• **موڪِي**: موڪ ڪندڙ- ساتي- شراب پيارينڊڙ. هڪ عورت جو نالو جا شراب جو دڪان هلائيندي هئي، جنهن کي شاهه صاحب پنهنجي ڪردار بڻايو. عزت ڏيئي چوندي.

’محمد‘ مام مِلا تي موڪي، مستي دي مُختيار يار.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-6، ص-3)

• **مُولِ**: ظرف. مُور.

عشق ڪريندا شڪار، تڙقڻ مُول نہ ڏيندا ڏيندا.

(محمد فقير، سُر مانجهه، ڪافي-6، ص-107)

• **مولِهيو**: مولهاٽو- پٽڪو- پڳ- دستار. ڪلنگيدار پڳ يعني ڇٽ واري پڳ يا پٽڪو.

الله عالم جو ڏٺي، احمد زمان اطهر ٿيو،
ميم جو مولهيو ٻڌي، موجود حق مظهر ٿيو.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-5، ص-56)

• **مُونجَهہ**: ذ. ساهہ گهُٽجڻ جي حالت- گهُٽ- ٻُوسٽ. سخت گرمي- سخت گهُٽ- سخت گرميءَ سبب بيهوش ٿي وڃڻ جي حالت. آنڌ مانڌ- بي آرامي- بي قراري. بي چيني- ڳُڻتي- فڪرات. هنيانءُ تي بار- غُبار. حيراني- پريشاني- وائڙائي. مُنجهڻ جي حالت- مُونجهارو- گڙٻڙ- گهوٽالو.

بيوس بي حال مان پوري،
ملڻ جي مُونجهہ آهيان مارِي.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-1، ص-208)

• **مُوئن**: واحد. مُونو. گوڏو- گوڏن سان هٽي. گوڏن سان لائي- مروڙي.

پائي مُنهن مُونن ۾، پسي نيٽين نور.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-1، ص-191)

• **موهَر**: مُهراڻو (ڪپري ۽ عمرڪوٽ تعلقن ۾، سنڌ جي آباد خطي ۽ ٿر جي پٽن واريءَ ڪس جي سرحدي (ايراضي). اڳيان. آڏو. اڳتي.

زيور زهر پانيان ٿي زرجا، مولا مليج مير موهر ۾،
ڪين وڻن تا چٽيل چاندي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-2، ص-10)

ديدن ڪيا درسن، اڄ پيچ پني برسن،
ماڙيچا منهنجا موهر ۾، شل پاڙيچا پرچن.

(محمود فقير، ڪافي-9، ص-49)

• **مِلت**: ذ. گڏيل- گڏ وچڙ- شامل- هم صلاحي- ساز باز- صلاحڪار.

مذهب ملت پُل ڳيوسي، رمز جڏهان رنگ لايا،
’محمد‘ پيد بتايا، مالڪ ملڪ حُسن دي.

(محمد فقير، بيت-105، ص-276)

• **مُلحِدُ**: ذ. [ع. لحد] حق جي رستي کان ڦريل- گمراهہ- بي دين- لامذهب.

’محمد‘ ملحد نال مُدامي، لاهہ نقاب لڙيجي يار،
اندر گهور نفي اثباتي، پُختا پيچ پڙيجي يار.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-1، ص-74)

• **مَلڪُوتُ**: ذ. [ع] بدشاهت- بادشاهي- حڪمراني. حڪومت- سلطاني- تاجداري. ارواح- عالم معنيٰ- عالمِ الغيب. فرشتن جي عبادت جو مقام. فرشتا- ملائڪ- مَلَڪَ.

ناسوت چا ملڪوت معنيٰ، جبروت چا لاهوت لام،
هاهوت چا هدم هنگامون، باهوت چا آهي بيان.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-8، ص-53)

• **مَلنگُ**: ذ. صفت. [ف؛ سن. مَهولنگ] ڊگهو ۽ بت ۾ پريل (ماٺهو). بيخود- بيهوش- نانگو. الله لوڪ- فقير-

طالب.

ملنگ موج محبت، ڪري سانگ صحبت،

ڪيئن ناد نوبت، وڄائن نقارا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-21، ص-132)

• **مَلِي**: مصدر. مَلڻ. [ف. ماليدن= مهٽڻ] مهٽڻ- رڱڙڻ- گيهڻ- گسڪائڻ. لسو ڪرڻ. صاف ڪري- اُجر ڪري- ڪَسُ لاهي.

مُوتو قبلل واري 'محمد'، ميندي مني مهندار مَلِي آ.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-27، ص-121)

• **مَنَترُ**: مصور. منتر پڙهڻ. جادو ڪرڻ- منڊ پڙهڻ- منتر ڪرڻ- ڦيٽو وجهڻ- ٽوٽو ڪرڻ- جهاڙ وِجهڻ.

مُژگان 'محمد' ماري مَنتر، صاف صورت جي سهڻي منتر،

لهي لعل لقب ڪري لاڏ لڙيون لڙيون.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-21، ص-20)

• **مُنڌُ**: ث. [سن. مگڌا] ننڍي نوجوان زال واسطي عزت ڀريو لفظ. سهڻي نوجوان زال. زال- ناري- عورت.

چي، سونهان ٿي ڙِي سانگهڙ ۾، تو ويتر ٻڌي وِنڌ،

بوگا ڪيي بچڙا، مولهيا نہ پئي مُنڌ.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

• **مَنشا**: ث. [ع. مَنشا] خيال پيدا ٿيڻ جي جاءِ- ارادي پيدا ٿيڻ وارو هنڌ- ارادو- اِڇا- خواهش- مرضي- سڌ- لاڙو- رغبت. نيت- مقصد- مطلب- مراد. خيال- معنيٰ.

سُرت نرت ۾ آپ گنواوي، من ڪي منشا من ۾ پاوي،

ڏرڪي ڏُن ڪا ڏياني، هو ٻڌواني.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-56، ص-97)

• **مَنصَبُ**: ذ. [ع. نَصَبَ= هُن کُپايو] قائم ٿيڻ جي جاءِ- رتبو- عهدو- پدوي. خدمت- ڪم. ديوٽي. منصف جي ڪورٽ- ڪچهري- حڪومت. عاملي.

'محمد' مُطرب واري منصب، ساز سُرود سُڻايان ٿو،

سمجهي صورت جو سالم.

(محمد فقير، سُر پوريا، ڪافي-9، ص-150)

• **مُنصفي**: ث. انصاف- نِياءُ ڪاري- ٽياڪڙي-ٿالثي- سچائي- رِهندائي- امانت- نبيرو- فيصلو.

ماڱ مستيءَ جو ملهائي، منصفي ميزان ۾،

ڪري لاهوتي لاٿان مون ڪي.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-6، ص-109)

• **مَنصُورُ**: صفت. [ع. نصر= هُن مدد ڪئي] ياري ڏنل- مدد ڏنل- همراهي ڪيل- سُهائتا ڏنل. نُصرت ڏنل- مظفر- فتحياب- سوڀارو. (اسم خاص) مشهور صوفي حُسين بن منصور حلاج، جنهن 'اناالحق' جو نعرو هنيو.

عشق سُوري منصور چڙهايا،

'محمد' ڪر مَستان، اَناالحق دي دم مريندا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-60، ص-99)

• **مَنگل**: ذ. [سن. مَنگلَ= سياڳو] سياڳو ڪم- سنو سوَڻ. خوشي- راحت.

هُو واس ونن وٽڪار جو، هُو سچ متي مختيار،
پروانا پڳدار، 'محمد' منگل موج جا.

(محمد فقير، بيت-23، ص-268)

• **مَنگتا**: واحد. منگتو. ذ. صفت. [پرا. منگتيا] منگندڙ- گهُرندڙ- سوالي- پينو- فقير- بکاري- مڱڻهار- پاندِ- گداگر- سائل- پينار.

ياد جي ڪن يار کي، سي منگتا ميراثي،
سورهيہ سناسي، سير سجاڻن سر جي.

(محمد فقير، بيت-97، ص-275)

• **مَنگهَن**: ذ. صفت. [سن. مَنگنَ= محو] سرشار- ٻڏل- غرق- غلطان- خوشيءَ ۾ پريل- مست- بيخود.

مَتيءَ تي 'محمد' مُدامي مسيحيٰ،
ڪئي موج مستي منگهن مئي ملاري.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-58، ص-40)

• **مُنوَرُ**: ذ. صفت. [ع. نور] نور ڏنل- روشني ڏنل- نوراني- نورانو- روشن- چمڪندڙ- چاڪيدار- تابان. جهاڪا ڏيندڙ- مشهور- پڌرو.

'محمد' منور ماڳ مُدامي، ڏيئي مستي جي مک مام آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-2، ص-107)

• **مُنيرِي**: (مُنير). ذ. صفت. [ع. نُور] نور وارو- منور- چمڪندڙ- جهلڪندڙ- جهلڪڻو- روشن- چلڪندڙ. چمڪيدار- تجليدار.

مُرشد مِيري مُنيرِي بي نظيرِي،
جِهندا برهہ بحال هي، قرب ڪمال هي.

(محمد فقير،سُر پهاڙي، ڪافي-35، ص-139)

• **مَها**: صفت. ظرف. [سن] وڏو- شاهي- اُتم- عالي- بُلند- اوچو. زوراور- قوري- ڳرو. ڏاڍو- نهايت- تمام- بلڪل- نِپور.

ڪرون گيان سرون، مها واڪ من نن،
نرجن نڌياسن، ساڪيا تي سُڌاني.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-3، ص-200)

• **مَهاديو**: ذ. صفت. چمڪندڙ چهري وارو. (اسم خاص) هندن ۾، شِو مهراج جو ٻيو نالو.

مهاديو بم بم، سُنا ساز سَرگم،
ڪيلون ڪيل ڪٽ سم، پدڪا پراني.

(محمد فقير،سُر دَرباري ڪانرو، ڪافي-3، ص-200)

• **مَهاران**: واحد. مَهارَ. ث. [ف] اُٺ جي ناڪيلي- لاٽي. ناڪيليءَ ۾ ٻڌل رسو/مهار (جنهن سان اُٺ کي هلائجي).

آري آون، جهول پاون، پيچ پاون پرت دي،

أٺ قطاران، گهت مَهاران، ڏي هونگاران حرص دي.

(محمود فقير، ڪافي-56، ص-80)

• **مَهَتابُ**: ذ. [ف] چنڊ- قمر- چندرما- ماهتاب. چنڊ جي روشنائي. چانڊوڪي. معشوق- معشوق جو مُنهُن.

اَلانسان سِري وَانا سِره، اَنوري القاب،

ميم واري مهتاب، احمد 'محمد' احد ٿيو.

(محمد فقير، هفتو-1، ص-263)

• **مَهُتُ**: ذ. [سن. مَهتو= وڏائي] عزت- آبرو- مانُ- آب. سوڀ- فتح- جيت- ڪاميابي.

اثبات عشق اندر، مهندار مهت مندر،

برسر بحال بندر، بيشڪ بقا بدن ۾.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-10، ص-14)

• **مَهدِي**: ذ. صفت. [ع] هدايت ڪندڙ- هادي- رهنما. (اسم خاص) ٻارهين امام جو نالو.

مهدي منور مهدي منور، پير مُغان پاڳارا هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-24، ص-133)

• **مَهَرِي**: ذ [ع. مَهري= مَهره قبيلي جو نپايل اُٺ] اُٺ جو هڪ قسم- سواريءَ جو هلندڙ تيز اُٺ- تمام پلو اُٺ- چڙهيءَ جو اُٺ.

مُنهن موڙ مَيَڙَ، اُٺ گوڙ گجن، ڏڏڪا ڪن ديوان،

بينا، برگ، بگا اُٺ بهري، مَهري ٿيا مستان.

(محمود فقير، ڪافي-17، ص-54)

• **مَهِما**: ث. [سن] وڏائي- غرور- آڪڙ. بزرگي.

رچڪ سي رجوگن، پيانڪ تموگن،

پٽارت ستوگن ڪِي مهما ملائون.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص-172)

• **مَهمير**: ذ. وڏو بهادر- وڏو دلير- شُجاع.

اسين خلقيا آهيون خاوند جا، اسان جي پُٺ پريندو پِير،

اسين سمن شاهه جا پيالا پيئون ٿا، موالي مهمير.

(محمود فقير، موالي، ص-128)

• **مَهميز**: ث. [ف] ڪنڊو- خار. گهوڙي کي تيز هڪلڻ لاءِ سوار جي کُڙيءَ ۾ لڳل لوهه جي سيخ. اڙي- انگڙي- چوڪ- چُونگ- چاٺڪ. چپيٽ. سختي- ڏڪ. مار- سيڪت- سزا- گوشمالي.

ماريندسيئين مهميز سان، پوري چاٽج پَڪَ،

چَراخ مُنهِين، چَپَ تنهنجا ڊُولا جهڙا ڍَڪَ.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **مَهَندارُ**: ذ. صفت. اڳ ۾ بيٺل- اڳواڻ- پيشوا- سُونهون- پوَميو- اڳرو- پيشرُو- سردار- سالار.

مهندار موڪي 'محمد' مُدَلِل،

مئيخان مسجد مسجود مندر.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-48، ص-35)

• **مَئِي**: [ف. مَٽي= شراب؛ سن. مَدَ= مستي] شراب- دارون- مَدُ- مدرا- باده. نشو- مستي- خمار. مئو- هٽ- تڪبر. صوفين جي اصطلاح موجب توحيد جو شراب- معرفت جو منڊ.

حبيباڻي هٽ تي هردم، 'محمد' مئي مختيار،

رنگ بيرنگي راز آهي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-45، ص-93)

• **مِيثاقُ**: ذ. [ع. وثقَ] انجام جي پڪائي- قول قرار جي سچائي- وعده وفائي- انجام- قول- وعدو- ٻول- اقرار- سُخن. (ڪنايه) روحن جو خدا تعاليٰ سان ڪيل انجام (تہ تون اسان جو رب آهين ۽ اسين تنهنجا فرمانبردار ٻانها رهنداسين).

ميثاق ڪان مهندار مک، مستي واري مئيخان ۾،

مئي جي مُدامي موج سان، 'محمد' موکي معبود تون.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-12، ص-60)

• **مراثِي**: ذ. صفت. ڳائيندڙ- ڳائڻو- گائڪ- راڳي- مُطرب- گوئيو- ڪلونت- قوال- لنگهو- مگڻهار. (صفت) ورثي وارو.

ياد جي ڪن يار کي، سي منگتا ميراثي،

سورهيہ سناسي، سير سجاڻن سِر جي.

(محمد فقير، بيت-97، ص-275)

• **مِيرِي**: (مِيرُ) ذ. صفت. [ع. 'امير' جو مخفف] امير- سردار- والي. سالار. وڏو ماڻهو. هادي- رهبر- پيشوا.

مُرشد ميري، مُنيري بي نظيري،

جِهندا برهہ بَحال هي، قرب ڪمال هي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-35، ص-139)

• **مَيريان**: جُهڙ. سنهيون سنهيون ڪڪريون. ڇَمر.

'محمد' مُدلل مُربي مسيحيٰ، ميگهہ مندل ديان ميريان.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-11، ص-126)

• **ميڙِي**: مصدر. ميڙڻ. [سن. مِل= ملڻ] ميڙ ڪرڻ- گڏ ڪرڻ- جمع ڪرڻ. ڍير ڪرڻ- مِلائڻ- ميلاپ ڪرڻ- گڏڻ.

جن جي آهيان جهڙي، تن کي ملان تهڙي،

ٽيندو مُرسل ميڙي، بلي ڪنديس پيڙي.

(محمود فقير، ڪافي-2، ص-45)

• **ميزانُ**: [ع. وزن] ساهمي- ترازو- ڪانٽو- تارازي. (حساب ۾) جوڙ- جمع- جُملو- ڪل جوڙ. قيامت جي ڏينهن انصاف جي تارازي.

معنيٰ جي ميزان 'محمد'، مُدامي مردان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-58، ص-98)

• **ميگهہُ**: راڳ جو ڇهن راڳن مان چوٿين راڳ جو نالو- ملهار.

پيرو، مالڪوس، هڊول، سري، ميگهه، ديپڪ ترنم.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-4، ص-102)

• **ميم**: حضرت محمد صہ جن جي نالي مبارڪ جو پهريون اکر.

’محمد‘ مظهر ميم مثالِي، ختم خوشتر خوب خيالِي،

چٽِي چشمن واري چالِي، چوڏس ڪيو چمڪارو.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-64، ص-101)

# ن

• **ناب**: صفت [ف] جنهن ۾ ملاوٽ نہ هجي- خالص- صاف. مخلص- صادق.

نج نفي اثبات تتڪي، نازنين ’محمد‘ نگار،
نظم جو ناطق نقارو، نجيبي ٿيو ناب ناب.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-1، ص-170)

• **ناٿ**: ذ. [سن. ناٿ] بچائيندڙ- پناهہ ڏيندڙ- رکپال. خاوند- ڌڻي. (صفت) اڪابر- پُڙ. ڌڻي- سردار. جوڳين جو مرشد يا گرو. سوامي- مالڪ- جوڳيسر. تجربہ ڪار. ناٿ پنٿي هندو فقيرن جو فرقو- يوگي گُرو. (مڇندرناٿ، گورکناٿ).

نانگا ناٿ نِهاري نيهي، پاڻ ۾ پنهنجي وِڙا پيهي،
ڳالهہ ڪبي ٻِي تن جي ڪيهي، پِرتئون پلپل ٿيا پئيمال.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-5، ص-3)

• **ناٽڪُ**: ذ. [سن. نَٽُ= نچڻ] نَٽ جو تماشو- نِماءُ- نمائش- ڏيکاءُ- ناچ- راڳ رنگ- نقل- رُوپ. ڪيل- ڊرامو- تماشو. جادو ڪرڻ واري حالت- ڪامڻ- سَحرُ- موهڻُ.

ناٽڪ نُور نظاري واري، نانگو ناچو ناٿ نحال آهيان.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-28، ص-121)

• **ناپيدُ**: ذ. صفت. [ف] پيدا نہ ٿيندڙ- مشڪل هٿ ايندڙ- ناميسر- اڻ لڀ- دُرلڀ- ڪمياب- عنقا- ورلو. چونڊيل- ڏُٺيل- چيدو- برگزيدو. اپر- بي مثال- لاثاني- اڻ جيس. نيست- معدوم- فنا.

نينهن جو نعرو هڻي، ٿيا نظر جي نيشان تي،
ٿرپسن ناپيد نيارا، نيڻ نرگس نيم خواب.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-1، ص-170)

• **نادُ**: [سن. نادَ> نَد= آواز ڪرڻ] آواز- صدا- صوت- سُر- الحان- نِدا- گُونج- آڪاسي آواز. وڄائڻ ۾ ڪم ايندڙ هڪ ساز- سَنکُ.

ڪري، قابو دلبر دلڙي، برهہ جي بازار،
نسنگ ناد وڄايو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-12، ص-15)

• **نازبُوءِ**: اسم خاص. خوشبودار ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

نازبوءِ نرگس تقمان تُل تُل، گوتنہ گوهر غنچہ گُهل گُهل،
ڪتي حال حُسن دي هُل هُل، هرجاءِ هٿ هٿ هڪ هُبڪار.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-6، ص- 168)

• **ناسُوتُ**: ذ. [ع] جنسمن جي دنيا- عالم اجسام- دنيا- هي جهان. تصوف جي ٽين منزل. (1) جبروت. (2) ملڪوت (3) ناسوت (4) لاهوت.

ناسوت ڇا ملڪوت معنيٰ، جبروت ڇالا هوت لام،
هاهوت ڇا همدم هنگامون، ٻاهوت ڇا آهي بيان.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-8، ص-53)

• **ناسُون**: واحد. ناس. ث. [سن. نش] نڪ جو هڪ سوراخ يا ٽنگ. نڪ جي چوٽي- ناڪوٽي. ناڪوٽي.

ڇَراخ مُنهين، ڇپ تنهنجا ڏُلا جهڙا ڏِڪ،
قُڦڙ مُنهين ڦوڪٽي، تنهنجون ناسون ٽوپيان نڪ.

(محمود فقير، خيري، ص-137)

• **ناطِق**: ذ. صفت. [ع] ڳالهائيندڙ- صاحب عقل- سُڃاڻندڙ- سمجهه پريو- ڪُليات ۽ جُزئيات سمجهندڙ. نهرايل- قطعي- چٽو- صاف. شافي- ڳتو- پڪو- تاڪيدي- آخرين. تڪرار.

نامور نيزي نظر ناطق، نظاري نوڪ تي،

نانگو نسنگ نِشان ٿيو، نيڻن واري نچ نار نار.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-6، ص-77)

• **ناقِصُ**: ذ. صفت. [ع] اڻ پورو- نامڪمل- گهٽ- اڌورو- ڪسو- اَوٽو- ڪسيءَ وارو- گهٽائي وارو- زائل- ٻِرسو- ڪٺل (ڀاڱو)- ڪم (عقل)- اڌوگابرو. خاميءَ وارو- عيبدار- ڪوڳڙو- ڪوٽو- خراب- نڪمون.

نام والا دم جاڻ غنيمت، نام بنا دم ناقص هي،

فذڪُروني اَذڪرڪم دا، حڪم هلايا وارث هي.

(محمد فقير، سُر سورٺ، ڪافي-1، ص-201)

• **نالِ**: حرف جر. [سرائيڪي] سان- ساڻ- سميت- سوڌو- شامل- گڏ.

پنهل پنهنجي پر ۾، ٻَڌي ٻول ويو،

صدقو ٿيان تنهين تان، جنهين نال نِيو.

(محمود فقير، ڪافي-5، ص-47)

• **نام ڪُنيا**: نام ڪنو. ذ. صفت. نالي وارو- نامور- ناليرو- ناميارو- نالي چڙهيو- ناميو- نامي- نامدار- معروف- مشهور- هاڪارو- ضرب المثال.

بگو ڏِڳو بينسرو، سائو سرڪاري،

نام ڪُنيا نارن ۾، ٿا هر وهن هاري.

(محمود فقير، خيري، ص-133)

• **ناميا**: واحد. ناميو. ذ. صفت. نالي وارو- ناميارو- نامي گرامي- نامور.

نسنگ ٿيا ناتي نِگهه جي نقش جانا ميا نقاش،

نئون بنون نازڪ نظارو، نُور جو ٿيڙو نجاب.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-1، ص-170)

• **نانِڪُ**: اسم خاص. هڪ نيڪ، مشهور ۽ خداپرست درويش جو نالو- سکن جي في جي اڳواڻ جو نالو- گرونانڪ صاحب.

نانڪ هُون ڪِٿ نجفي هُون،

ڪِٿ سچل صاف سمندر هُون.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-46، ص-93)

• **نانگا**: واحد. نانگو. جوڳي- آديسي- سنياسي- دنيا کان ڏار- الله لوڪ.

نانگا نات نِهاري نيهي، پاڻ ۾ پنهنجي ويڙا پيهي،

ڳالهه ڪبي ٻي تن جي ڪيهي، پرتئون پلپل ٿيا پئيمال.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-5، ص-3)

• **نانِي**: (اسم خاص) لس ٻيلي ضلعي ۾ هڪ زيارت گاهه جو نالو. هنگلاج- هٿ يوگي فرقي جي تيرٿ گاهه جو

نالو.

نانگا ناني ناٿ پُڃائن، سمر سڪ ڪيو پاڻ پڇائن،
ورق وجودي ۾ تا ڇاڻن، سير سپوئي گهمڻ جو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-37، ص-29)

• **نانهن:** نانهہ. ٿ. ڪجهہ بہ نہ هئڻ واري حالت- نيستي- نفي- عدد (حرف انڪاري نہ. نهڪار- ناڪار- انڪار.

نظر ۾ نانهن ٿي، نانگا ٿيا نِهال،
هٿ ڪيائون خيال، خُدائي خمار سان.

(محمد فقير، بيت-86، ص-274)

• **نايابُ:** ذ. [ف. نہ يافتن] نہ لڀندڙ- هٿ نہ ايندڙ- اڻ لڀ- ڪمياب- ناپيد. عنقاء- نادر- انوکو.

گناهہ ۾ غرق ٿي ثابت ڪيو ثواب،
نسنگ ڪئي نايابُ، ’محمد‘ خبر خلق جي.

(محمد فقير، بيت-256، ص-294)

• **نٽڪي:** (نَٽُ) ذ. [سن. نٽ] ناز- نخرو- لوڏ- لاڏ- ڪوڏ- انگل- ماڻهو.

نينا والي نظاري، نٽڪي نقاب نياري،
نروار ناز نغري، نيشان هورها هُون.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-12، ص-15)

• **نَحن اَقربُ:** (نَهن اَقرب اِليهِ من حبل الوريد). (سورة، ق، سيپارو-26، رڪوع-2، آيت-16) اسين هن (انسان) ڪي سندس گردن (شهہ رڳ) جي رڳ کان بہ ويجها آهيون“.

نحن اقرب نور نڇ، ناطق نظر جي نوڪ تي،
پاڻهي پسڻ پنهنجو پسي، پڳدار ٿيو احمد زمان.

(محمد فقير، سُر ڀاڳ، ڪافي-4، ص-55)

• **نِدا:** آواز- پڙلاءُ- تنوار- دانهن- سڏ- پڪار- صدا. سڏ.

مخلوق نہ مين خالق، معشوق نہ مين عاشق،
خود عشق عجب اعليٰ، نيهي نسنگ نِداهون.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-42، ص-143)

• **نِڌان:** ظرف. آخرڪار- نيٺ- پڇاڙيءَ تائين- آخرين- نيشان نيٺ- پڇاڙي- حد- انتها- توڙ- ڇيڙو- ڇيهہ- نتيجو.

نيٺ ني ڪولا نظارا، نقاشي نِڌان ۾،
نُور نر نروار نٽڪي، ناز ڪي نيشان ۾.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-4، ص-108)

• **نرُ:** ذ. صفت. بهادر- ڏاڍو مڙس- پهلوان- مردانو- جاننو- پُرهيہ.

تنڊي ۾ ٽڪاٽا، وحدت ۾ وڪاٽا،
نظر محمد شاهہ نر جا هلي ڏسو نيشان.

(محمود فقير، ڪافي-45، ص-71)

رکي نوڪ نظر تي ناتو نر،
پئيمان پسڻ جي پاري پر.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-62، ص-100)

• **نِرتُ**: ث. [سن. نيتر يا نرتي] نظر- ديد- نهار- اک جي روشني- ڏيٺ. ڌيان- خيال- سمجهہ- فهم- ٻوجهہ- هوش- حوصلو.

سُرت نِرت وِچ صورت سِردِي، گام گگن دي گياني گُردِي،
ديدن والي دائم دُر دِي، ڌيان دلاور دي درجاتي.

(محمد فقير، سُر لوڙائو، ڪافي-15، ص-74)

• **نَرگِس**: گل جو هڪ قسم (اندران ڪارو، ٻاهران پيلو).

نازبوءِ نرگس، ٿُقمان ٿَل ٿُل، گوتنہ، گوهر غنچہ گُهل گهُل،
ڪيتي حال حُسن دي هُل هُل، هر جاءِ هٿ هٿ هڪ هبڪار.

(محمد فقير، سُر بسنت، ڪافي-6، ص-168)

• **نَرگُن**: اوگڻ- بي هنر- نادان- خراب- بد- جنهن ۾ ڪابہ سٺي خصلت نہ هجي. هندو مت موجب، دنيا يا مايا جا ٽي گڻ آهن: (1) ست (2) رَج (3) ٿم. انهن کان نجات حاصل ڪندڙ.

نرگن ڪا گُن سمجهي صاحب، سچ ڪنڊ اُس ڪا ڪولاري.

(محمد فقير، سور ڪونسيہ، ڪافي-2، ص-174)

• **نَرڳُ**: ذ. دوزخ. جهنم. (ذ. صفت) ڪِنو- خراب- گندو- بدفضيلت.

ارڙهين ڏينهن ڳياهي آري، ثابت نہ ٿيم سار،
نندِ نياڳي نرڳ نهوڙيا، دوست ڳيا دلدار.

(محمود فقير، ٽيهہ ڏينهن، ص-121)

• **نِرمَلُ**: ذ. صفت. اڻ ميرو- بنا ڪدورت- پاڪ پوتر- صاف- نِج- ڪومل- شفاف- چمڪندڙ- ڏجاوارا- اوجل- اڇو- اجرو- اَڇُتو- نجو- خاص- نِبار- خالص- اصل. نيٺ- چِند- ڪرو- سچو- بيداغ- نيڪ دل- صاف دل.

ساسَن ساسُ سروپي ساجن، نرت نظاري سُرتي ساڌُن،
نِس دِن نِرمل نج نذياسن، ساڪيا تي سوپارا ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-12، ص-179)

تئي دُک دُور، ڪلئي پہ حضور، وسِي پيا نُور دا نظارا،
چقمق چُور، ڏيون گهُور، هِن ڪي نُور نرمل دي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص-77)

• **نِرنجنُ**: ذ. صفت. بي عيب- لڳت يا موهہ کان آزاد. خدا جو طالب. (ظرف) بنا جذبي- بنا حرص و حواس.

ڪرون گيان سرون، مها واڪ من نن،
نِرجن نذياسن، ساڪيا تي سُڌاني.

(محمد فقير، سُر درباري ڪانرو، ڪافي-3، ص-200)

• **نِروارُ**: ذ. ظاهر- ڪليو- پڌرو- عيان.

نيڻن واري نوڪ نظر تي، نچي نازن سان نروار آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-3، ص-108)

• **نَڙو**: ذ. ڪورين جي اوزار جو هڪ قسم- سُٽ ويڙهڻ لاءِ ڪاٺ جي پوري نلي- نڙاندي- نڙاندي- گوٿو- پَهِي- سُٽ سان پريل رِيل.

گج چُني چوند سان، پاتو اٿم پڙو،

تون اُستاد آهين، تنهنجو ڏسان ويني نڙو.

(محمود فقير، ڪافي-71، ص-92)

• **نزاڪت**: نازڪپائي- خوبي- ناز و انداز- نازڪ مزاجي- سونهن سوڀيا- حُسن- ڏيک ويک- خوبصورتي- سينگار- زينت- زيب- سُهڻائي- سُندرتا- لطافت- ملوڪت- نفاست- نفسيائي- ملوڪائي.

نامور نادر نرالا، ناٺ نر نروار ڪيا،

نوڪ نيزي جي نزاڪت، نيڪ ٿيا ننگي نياب.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-1، ص-170)

• **نِسُ**: [سن. نِشا] رات- رَئڻ- راتڙي- رينَ- شب- ليل.

ساسن ساس سروپي ساجن، نرت نظاري سرتي ساڻن،

نِس دن نرمل نج نڌياسن، ساڪيا تي سوپار ري.

(محمد فقير، سُر ڪونسيه، ڪافي-12، ص-179)

• **نِسَنگُ**: ذ. صفت [سن. نه= نه+ شنڪا= سنديه] نه ڊڄندڙ- بي ڊپو- بي فڪر- بي غرض- الغرض. بهادر- سورهيه- پهلوان. (سن. نه= سواءِ+ سنگ= سنگ) نروارِ- ظاهر- جُدا- اڪيلو- اڻ گڏيل- ڌنڌن کان آجو. ڪمن ڪارن کان آجو- تارالدنيا- بي طمع.

نقش نقاشي نور نظاري، نينان وِچ نيشان،

نينهن نِسنگ نروار ڏنوسي.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-4، ص-8)

آديسي اڙٻنگ، تازا چڪين تنگ،

نيلا اُٺ نِسنگ، هليا ويا هوايون.

(محمود فقير، ڪافي-4، ص-47)

• **نَفسُ**: ذ. ث. جان- روح- آتما- دم- ساهه- پساهه- پراڻ- هستي- وجود- عِز. حقيقت- اصليت- اصل. جوهر- سٺُ- مغز- لُب لُباب. خود- آتم- پاڻ. حيواني خواهشون- نفسانيت. جسماني خواهشات.

نفس نفي ڪر نوڪ نظر تي، شور شراب مچائون، رنگ لائون.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-31، ص-137)

• **نَفِي**: ظرف. انڪار- ناڪار- نهين- نه. اَپاؤ- عدم- نيستي- ناستيه. اخراج- دوري. اِلاالله چوڻ. (ذ. صفت) ناڪاره ڪندڙ- انڪاري. صوفين جي هڪ منزل.

نفي، قلبي، رُوحي، سِري، خَفِي، اَخفيٰ، ڪسب ڪِري،

قتل ڪر شوق شَڪ شِرِي، اَنا اِلاِقرار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-15، ص-17)

• **نَفيلان**: واحد. نَفِيلَ. ث. فقيرن جي وڄائڻ جو سِڱ- توتارو- نفيري- نادوهه. (ذ. صفت) تمام- ڊگهو- لنبو.

ناد نفيلان نوبت نعري، نينهن واليان ڊِي نزاڪت هي.

(محمد فقير، سُر راڻو، ڪافي-3، ص-233)

ڪشتا ٻڌ قنديلون، جهنڊا ڏنڊ نفيلون،

طرحين ڪج تحصيلون، نسنگ ٿي نِڪر ڙِي.

(محمود فقير، ڪافي-25، ص-58)

• **نَقشُ**: ذ. چٽُ- چِيت- گلڪاري- چٽسالي- اُڪَر- قلم ڪاري. ڇاپو- نشان- ٺپو- ڇاپَ- ڇُرَ- پورُ- مُهر. شبيهه- مورتي- تصوير.

نقش نجاب، نينهن نواب، ڪول نقاب نوراني،

نرمل نار، رندي راز، ساري ساز سبحاني.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-30، ص-25)

• **نقش نقاش**: چٽ گل ڪڍندڙ- نقشه نويس- رنگ ساز. نقش و نگار ٺاهيندڙ.

نقش نقاش دا ناز نظارا، سورهيه ويکن سِر وِچ سارا،

عاشق ٿي اظهار، ٻولِي ٻولن وحدت والِي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-39، ص-90)

• **نقارا**: واحد. نقارو. ذ. وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم- نغارو.

نينان والي نُور نظاري، نِت نِت ناچ نچايا،

مار نقارا اناالحق دا، شاهي طبل وڄايا.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-13، ص-113)

• **نقاشي**: ث. نقش ڪرڻ واري حالت- نقشه نويسي- تصوير ٺاهيندڙ- مصوري- ڪمانگري- چترڪلا- چٽ سالي.

نين ني ڪولا نظارا نقاشي ڊِڏان،

نُور نر نروار ٽڪي، نازڪي نيشان ۾.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-4، ص-108)

• **نِکادُ**: ذ [سن. نشادَ] راڳ موجب آواز جي سٽاءُ (سرگم) جو پڇاڙيءَ وارو ستون سُر.

سُر ريکب گنڌار منتم، پاڏيوت نِکاد سرگم.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-4، ص-102)

• **نِگاري**: (نِگار) ذ [ف. نگاشتن] نقش- چت. تصوير- ڦوٽو- بُت. معشوق- محبوب- دلبر.

نِگاري نظم جِي، بهاري بزم جي،

حُسن جي حڪم جي، ڪيان ڳالهه ڪيهي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-1، ص-122)

• **ننگي**: ذ. صفت. لڄ بچائڻ وارو- ننگ ڪٽڻندڙ- حياءُ دار.

دُرس دلير زوراور زنگي،

ننگ پرياسي نرمل ننگي.

(محمود فقير، ڪافي-13، ص-52)

• **نوابُ**: ذ. [ع. نائب جو جمع] قائم مقام- نائب- صوبو- حاڪم- سردار. عامل- ناظم- فرمان روا. رئيس. عزت جو لقبُ.

پڇي ويو ڏوهہ ثواب، نچي نينهن ٿيو نواب.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-52، ص-95)

• **نوائِي**: ث. وائي نہ هئڻ ۾ واري حالت. ماٺ- چپ- چُپات. خاموشي. سُنسان- سُڄ- سانت- صبح.

نرت نرنوائي، سراسر سوائي،

سُرت جي سچائي، سلان سير سارو.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-44، ص-144)

• **نوبَتَ**: ث. [نوبَ= ويجهو هجڻ] وارو- گهمرو- مقرر وقت- پيرو- چڪر- گهيرو- وَرُ. وڏو نغارو- پيڙ- نقاره- ڏونس. نغاري جي وڄت جو هڪ قسم- واڄو- ڏمامو- طبل. دهلن وغيره جي وڄڻ جي حالت.

’محمد‘ مک مشتاقي محبت، نينهن نوالي واري نوبت،

مئي جي مست مقال سان متوال سان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-41، ص-91)

’محمود‘ چئي محبت، سرور جي صحبت،

لڳو نينهن نوبت، چٽا سڀ ڏوهاري.

(محمود فقير، ڪافي-20، ص-56)

• **نُورالسمٰوات**: آسمانَ جو نُور.

فرمُودي فُرقان جي، نورالسمٰوات،

نيٽن واري نوڪ ڪي، عاشق ڪن اثبات.

(محمد فقير، بيت-238، ص-292)

• **نُورو**: ذ [سن. نُوپر. نيئر] پيرن ۾ پائڻ جي زيور جو هڪ قسم- پيرن ۾ پائڻ جو ڪڙو (پازيب)- پايل- جهانجهر.

پڇي جو پروان جيئن، سو پِرت ۾ پورو،

نوراني نُورو، لائي لاٿان ٿيو.

(محمد فقير، بيت-118، ص-278)

• **نوشان نوش**: پيءُ پيئان. وٺي تي وٺو پيئڻ.

جوشان جوش، نوشان نوش، پوشان پوش پاساري،

ٽنڪي نور، گهري گهُور، پلٽئي پور پرور دي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-30، ص-25)

• **نوڪ**: ث [ف] اَٽي- چُهنب- ڇَتَ- چوٽي. ڏڪ- ايذاءُ. ڪُنڊي. نيش- ڏنگ- پاسُ.

چشمان چوڪ، مُزگان موڪ، نينا نوڪ دي نعري،

چم چم چير، گم ڪر غير، ڪيتي سير سِر ساري.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-30، ص-25)

• **نِيَرُ**: ذ. زنجير. هٿ ڪڙي- بند- قيد- قابو. بيڙي- ڏاوڻ.

آرانبيون عشق ازل جون، رهيون دل ۾ اندر دل جون،
پيا اٿم ننگ نِيرَ جا.

(محمود فقير، ڪافي-36، ص-65)

• **نيڙا:** واحد. نيڙو. ذ. صفت. [سن. نِڪَٽ= ويجهو] نزديڪ- ويجهو- قريب- پرسان.

ونحن اقرب نِت نِت نيڙا، وحدت ورق ولايا،
توڙ ڏُوئي دي دام دلاور، دم وِچ ڏُود ڏُکايا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-4، ص-123)

ڏُک درد، تيم ڏور، لڳو نور نارو،
هينئون هير، تيم سڌير، وريو وير وارو،
ويني وِرهُ ولوڙيان، ئهير ڪي نيڙي.

(محمود فقير، ڪافي-2، ص-46)

• **نيزار:** نيزاري. ث [ف. نيزاري= ڏُٻرائي] منت- آزي- التجا- ليلڙائي- زاري- عرض- عجز- عاجزي- نيازمندي.

نون نقطا ڪر نيزار، چوڏس چنڊ چارئي يار،
پنجتن پاڪ اُڪارن پار، آيئي نيلي دي هسوار.

(محمود فقير، سي حرفي، ص-148)

• **نيلن:** نيلا. نيل- آب نيرنگ. ڳاڻيٽي جو هڪ وڏو عدد.

ڪوڙيين پدم نيلن ڳنان، هڪ دم جيڻ آهي وڏيڪ،
دم خزانو هٿ ڪري، جُڳ جُڳ جيئڻ آهي وڏيڪ.

(محمد فقير، سُر بهاڳ، ڪافي-21، ص-65)

• **نيلي:** واحد. نيلو. ذ. صفت. نيلي رنگ جو- نيلي رنگ وارو- آسماني- نيرو- بلو. (خطرناڪ زهريلو نانگ).

عشق اصيلي، رنگ پيلي، نانگ نيلي اٽڪي،
لٽڪ لهرن، پلٽ پهرن، زلف جوهر جهٽڪي.

(محمود فقير، ڪافي-56، ص-80)

## و

- **واڄا**: واحد. واڄو. ذ [سن. وادِيَہ> وَدُ= وڄڻ] وڄائڻ جو ساز- دهلن، نعارن وغيره جو آواز. دَسُ. واڄٽ- گوڙ- آواز. ساز جو هڪ قسم- باجو نغارو.

سوين ساز وڄن ٿا، اڏي واري آر،
قدم وارو قواز آهي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-45، ص-93)

ڪوءِ پيا عمر تنهنجا خُومچا ڪاڄا،
توٽي وڄن هِت سؤ سؤ واڄا.

(محمود فقير، ڪافي-26، ص-59)

- **وارِثُ**: ذ. [ع. ورث= وارث ٿيڻ] ورثو وٺڻ وارو- ميراث وٺڻ وارو- ترڪو. وٺندڙ- حقدار- مستحق- فوتي جي ملڪيت مان حصو وٺندڙ. مالڪ- خاوند- ڌٽي- ميان- سنڀاليندڙ- نگهبان- سرپرست.

پسي پنهنجي پسڻ ڪي، پسڻ واري پَر،
'محمد' وارث وَر، وحدت جي ويساهه سان.

(محمد فقير، بيت-212، ص-288)

- **واسينگ**: ذ. [سن. واسڪ] ڪاري نانگ جو قسم- ڪاريهر- وسيهر- زهري سپ.

واسينگ جي ويڙهه ۾، جوڳي ڪن ٿا جوڳ،
ڦولهي پسن ڦوڳ، منتر هٽي مام جو.

(محمود فقير، بيت-54، ص-271)

- **واصِلُ**: ذ [ع] ملڻ وارو- پهچڻ وارو- مليل. ملندڙ- ملڻ وارو- شامل ٿيندڙ- حاصل ٿيڻ وارو- هٿ ايندڙ. وصول ٿيل- وصول ٿيندڙ- ملاقات ڪندڙ.

خبردار خاصل، واري واڳ واصل،
ڪري حال حاصل، حُسن جي هڪل سان.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-45، ص-45)

- **واڪُ**: ذ [سن. واڪيَہ] لفظ- جملو- شبد. ٻولي. ٻول- گفتگو- انجام- قول- قرار- وعدو. پُڄندي- سگهہ- طاقت- وس- پهچ- ٻَل- زور- وزن- توفيق. دسترسي- وسعت- اختياري.

واڪ وَويڪ ويراڳي وِديا، ڪٿ سَمپتِ بڪار ڪيا.

(محمد فقير، ڪونسيہ، ڪافي-6، ص-176)

• **واڳ**: مصدر. واڳ وارڻ. گهوڙي يا اُٺ جي مهار موڙڻ- رُخ رکڻ- مُنهن ڪرڻ- وطن ڏانهن ورڻ. اچڻ جو ارادو ڪرڻ- سهي سنيري نڪرڻ- (نصيب) واپس موٽڻ- موٽي ملڻ- پوئتي موٽائڻ.

ملڪيت سِر 'محمود' چوي، ۽ ساهہ صدق سؤ پيرا،
ياڳ پلو ٿيو ماڳ ملڪ تي، اوڳ وطن تي واريندو!

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **واگهو**: ذ. [سن. وياگهر] پاڻيءَ جي جانور جو هڪ قسم- واڳو.

سمنڊ سواريان، ٻڌ سونهاريان، باز بحريان بر اُڏار،
مرد چڙهندي، مُول نہ مڙندي، واگهو وڙهندي ڪرشڪار.

(محمود فقير، ڪافي-53، ص-79)

• **واهُو**: ذ. رستي سان لنگهي ويندڙ- لنگهي ويل ماڻهو. وهندڙ- جاري- هلندڙ.

اچ سُپاهُو، واٽ واهُو، يار تيڏي، هِن ادا،
توءِ جيڏي، يار تيڏي، راند ڪيڏي ٿئي جُدا.

(محمود فقير، ڪافي-53، ص-79)

• **وَٽُ**: ونڊ- وراهہ- ورهاڱو. سوغات- پاڪر- سٺي شيءِ- نذرانو- نياز- حصو- ورچ.

اڪين ۾ اثبات، جهاتي اندر جهات،
ڪري ظاهري ذات، وحدت واري وٽ.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-26، ص-23)

• **وِڄِلِي**: ث. بجلي- وِڄُ- ڪنوڻ- بفرق- تجلو.

دل دڙٻات، ڪر ڪڙڪات، پئي وٽڪار وچ وِڄلي،
برسر بار، مٿي تي وار، تُرهي يار توڪل دي.

(محمود فقير، ڪافي-51، ص-77)

• **وَچارُ**: ذ. وچن وارو ۽ انهن جو چاريندڙ. وچون ڏاريندڙ- وچن وارو. ميهار.

ونحن واري ويڙهہ وِرهہ جي، وصل جو ووڙي وٿاڻ،
وحده واحد وجودي، وجهہ اِلاهي ٿي ويچار.

(محمد فقير، سور لوڙائو، ڪافي-13، ص-73)

• **وَحدتَ**: ث. [ع] هيڪڙائي- يڪ وجودي- ايڪتا- ايڪائي. فرديت- تنهائي- اڪيلائي. توحيد- ايڪو- اتحاد.

ونحن اقرب واري ويڙهي، وحدت جي ويساهہ،
وصل واڳ ورائي آيس.

(محمد فقير، سور تلنگ، ڪافي-36، ص-89)

• **وِدِيا**: ث. [سن] علم- ڄاڻ- پروڙ- ٻُڌي- عقل- هوش- فِهم.

واڪ وَويڪ ويراڳي وِديا، ڪٽ سَمپت برڪار ڪيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-6، ص-176)

• **وَرُ**: ڏنگ ڦِڏ- وڪڙ- وٽ- پيچ- ڦير- ڦند. واٽ- راھ. وِنگ- وراڪو.

وندر وٽڪار جي ور ۾، وسائي وس وِره واري،

ويراڳي واٽ وحدت جي، وصالي وڪ وڏايان ٿو.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-14، ص-190)

• **وَرُ** (2): ذ [سن. وَرُ= مڙس چوندڙ] مڙس- خاوند- ڌڻي- ميان. سنڀاليندڙ- نگھبان- سرپرست. گھروارو- مالڪ- والي.

پسي پنهنجي پسڻ ڪي، پسڻ واري پَر،

’محمد‘ وارث وَرُ، وحدت جي ويساھ سان.

(محمد فقير، بيت-212، ص-288)

• **وَرٽُ**: ذ [سن. وَرَتو] نوڙي- رسي- واڏُ- واجھ- رسو- نوڙ. چم سان وٽيل رسي جنهن سان کوھ مان پاڻي ڇڪي ڪيجي- چم جو ڏگھو رسو- نيٽو- سيٽ.

ليار هينون هڪ وار نہ وجان، مار گھتن چا لنگھي،

مول نہ ڇوڙان محمد ڪون، ورت وڪوڙي چا ونگي.

(محمود فقير، بيت-2، ص-96)

• **وَرقُ**: ذ. ڪتاب جو ورق يا صفحو- پنو- پني ڪاغذ جو ٽڪر- ڪٽيل ڪاغذ.

نانگو نظر نظاري، وحدت جو ورق واري،

پيالو پٽر پياري، منظور عشق ڪيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-7، ص-110)

• **وَرنَ**: ذ. جدا جدا رنگن وارو- ڀانت ڀانت شڪلين وارو- رنگارنگي- گوناگون- چٽڪمرو- وچتر- ڇِٽ ڇٽ- ڦلڦليو.

واسينگ ڪيئن ورن سان، ڪاريهل ڪروڙ،

ڪپر، ڪڻ، پدم ٻيا، تليهر توڙان توڙ.

(محمد فقير، بيت-56، ص-272)

• **وَريامُ**: ذ. [سن. ويروان] سورهيہ- پهلوان- غازي- سورمو- جوڌو- ڪوپو- ڳوڌو.

آهي عشق اسان جو امام آيو، ويڙهي وحدت جي وريام آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-2، ص-107)

• **وَسَ**: مصدر. وَسَ ٿيڻ. مينهن جو وسڪارو ٿيڻ- برسات پوڻ- گھڻي بارش پوڻ.

وندر وٽڪار جي ور ۾، وسائي وَس وِره واري،

ويراڳي واٽ وحدت جي، وصالي وڪ وڏايان ٿو.

(محمد فقير، سور ڪلنگڙو، ڪافي-14، ص-190)

• **وُسعَتَ**: ث [ع] ٻل- طاقت- وِٽُ- توفيق- پهچ- قوت- پڄندي- هوند. جمعيت شاهي وسيعتَ مندي- ٻينلائي- شاهوڪاري. فراخي- ڪشادگي- ويڪرائي- ويڪراڻ- موٽاڻ.

وارث وسعت وارا، ڏسان آريءَ جا اوتارا،

برسيا باغ بلوچ جا، ٿيا هاڙهي ۾ هبڪارا.

(محمود فقير، ڪافي-18، ص-55)

• **وِسُوڙلُ**: ذ. صفت. وسوڙ- صاف دل- سڌو- سادو- ٻالو ڀولو- نرڇل- شُدمتي- بي ڊوهو- ڀورڙو- ويسريو- موڳو- نادان- مورک- منجهيل- بي عقل. مت موڙهل.

ديرا جن جون دايون، جنت ۾ اڻن جايون،

وِسوڙل وٽڪار ۾، اَجهي انهن جي آيون.

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **وِصالِي**: وصال جو طالبو- ميلاپ جو خواهشمند.

اسم جسم ڍِي جوڙ جلالِي، ونحن اقرب ويسن وصالِي،

بيرنگ بات بتائي، وحدت وائي.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-42، ص-91)

• **وَصَلُ**: ذ. [ع] لاڳاپو- ڳانڍاپو- وڇوڙي بعد ملڻ- ميلاپ- ملاقات- جوڙ- وصال.

’محمد‘ سنپاريان سنپاريان نا وساريان،

واحد ورق واريان، وصل ويس وارو.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-44، ص-144)

• **وَفِيُ اَنفُسڪُم**: [قرآن شريف] توهان جي وجود ۾ ئي ڪيتريون نشانيون آهن، پوءِ توهان ڏسو نٿا؟

وَفي انفسڪم فرق نہ ڪوئي، فالم فائق دي فرمان.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-7، ص-77)

• **وِگيانِي**: (وِگيان) ذ. [سن. جئيجا= جاڻڻ] علم- ڏاهپ- ڄاڻ- معلوميت.

ڪرم ڪُل ويدانِي، اُپاشن سڏانِي،

گيانِي و گِياني ڪي سِر مين سمائون.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص-173)

• **وڳر**: ذ. [سن. وَرُگَ= مجموعو] ڏڻ- گلو- وڳ- ولر. سٽ- جماعت- ٿهي- مجموعو- اولاد- ڪٽنب- قبيلو- گهراڻو- ڪُڙم- آڪهہ- عزيز- مِٽ مائٽ. انيڪ- گهڻا.

اٿم اميد اهڙي، اباڻي اچان ٿي،

ملڻ ’محمود‘ پنهنجي وڳر ڪي وڃان ٿي.

(محمود فقير، ڪافي-6، ص-48)

• **وَلَ ڇَل**: ور وڪڙ- مڪر- ٺڳي- ٺڳي- بيائي- فريب- اٽڪل- حرفت- چالاڪي- بهانا ڪرڻ.

عشق بازيءَ جو مزو، ماڻن جتي مشتاق ٿا،

صنم سنگدل بہ هجي، اُتي وَل ڇل بہ هجي.

(محمد فقير، سُر ٻهاڳ، ڪافي-20، ص-64)

• **وَنحن اَقرب**: [قرآن شريف] وَ نحن اقرب اِليهِ من حيلا الوريد. (سورة، ق. آيت-16) ترجمو: ”اسين هن (انسان) کي ڪنڌ جي رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون“.

ونحن اقرب اُلٽ اشارو، ڄاڻ اهو تون ڄاڻ.

(محمد فقير، سُر آسا، ڪافي-3، ص-2)

• **وَنَفَختُ**: [قرآن شريف] وَنفخت فِيهِ مِنَ الروحِي. ترجمو: ”ڦوڪيو مان روح پنهنجي ڪي، اُن ۾.

ونفخت في الحال، من الروصي دِي مقال،
خود خُدائي خيال، ميگهہ، ديپڪ، ملار.

(محمد فقير، سُر چلو لوڙائو، ڪافي-1، ص-242)

• **وِندُرُ**: اسم خاص. لس ٻيلي ۾ هڪ علائقي ۽ نئين جو نالو.

وندر وٽڪار جي وَر ۾، وسائي وس وِره وارِي،
ويراڳي واٽ وحدت جي، وصالي وڪ وڌايان ٿو.

(محمد فقير، سُر ڪلنگڙو، ڪافي-14، ص-190)

• **وِنڊَ**: ث. ونڊڻ جي حالت. بڪ بڪ- يخي- ٺر ٺر- بڪوات- هُرڪر- چِنتا- انتظار. چوڻ. ساڳي ساڳي ڳالهہ ورجائڻ، دهرائڻ.

چي، سونهان ٿي سانگهڙ ۾، تو ويتر ٻڌي وِنڊ،
بوگا ڪيِي بچڙا، مولهيا نہ پئي مُنڊ.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

• **وَنگُ**: ذ. [سن. وڪر= ڏنگو] ڏِنگ- پيچ- وڪڙ. ور- وراڪو- ڏاوڻ- ڏاڻ.

ڪجل ڪار، واري ڏار، ڪري مار مجايو،
صورت سنگ، واري ونگ، رنگي رنگ رچايو.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-21، ص-165)

جنهن بختاور تي بارو، سمجهي جڳ ٿو سارو،
ونگ، پنهل جا انگ، لکيا تنهن ننگ پنهونءَ تي نعرو.

(محمود فقير، ڪافي-1، ص-45)

• **وَنگارُ**: ث. اسم. آبت- چيڙ- وانگار.

وج وطن تي واڳ واري، واٽ ويراڳي وني،
وهٽ ويسہ ڪان سواءِ ٻي وهم جي آهي ونگار.

(محمد فقير، سُر لوڙاٽو، ڪافي-13، ص-73)

• **وَنگي**: مصدر. ونگڻ. ڍور کي ڏُهڻ لاءِ پوئين ٽنگن ۾ ونگ وجهڻ- جڪڙڻ- ٻڌڻ- قابو ڪرڻ. ڏاوڻ وجهڻ. پيچ وجهڻ- وڪڙ وجهڻ.

اي مائي، تون زال ڏمالي، دِي حال پائِي،
وَل تال ڪرين پئي ويڙهہ ونگي.

(محمود فقير، ڏمالي، ص-113)

• **ونهيا**: واحد. ونهيو. ذ. صفت. هَريو- آسودو- سُکيو- ڀاڳيو- سائو- خوشحال.

لتا ليڙون اڳڙيون، ٿُني ٿيون ٽڳا،
ونهيا ڪيئن وساريان، ساريان سيڻ سڳا.

(محمود فقير، ڪافي-29، ص-61)

• **وَڻجُ**: ذ. [سن. ٻڻجَ= واپاري] واپار- ڏنڌو- ڪِرت- تجارت- سودو- سوداگري- جنس- وکري. وکر- مال.

وٽج وحدت دا 'محمد' ڪَرتون، پير نہ پنتي بلڪل پَر تون،
توڪل والي تُرهي تَر تون، جَهل جگر دا جوش جلال.

(محمد فقير، سُر ڪوهياري، ڪافي-1، ص-182)

• **وؤڙي**: ڳولها ڦولها- جانچ.

قلب ۾ پاءِ جهاتي جوڙي، نيڙو نيشان ۾ ڪوڙي،
مني محبوب ڪي وؤڙي، سِري ڪر ساهہ قرباني.

(محمد فقير، سُر شام ڪلياڻ، ڪافي-4، ص-210)

• **وِهُ**: ذ. [سن. وش] زهر- وک. موت آڻيندڙ دوا. رمز.

وِهُ سان ڪيئن واسينگ وِهاتيا، تليهر ٿيا تر تار ميان.

(محمد فقير، سُر ملار، ڪافي-2، ص-102)

• **وِهاتِيا**: سُرت پاهوش ڪان موڳا ڪيا- ڳهر ۾ ڪري ڇڏيو- ڳهر ۾ وڌو. ڇريا ڪيا- حوصلي ڪان وجايا. وِهہ ۾ زهر سان ڇريا ڪيا- ماريا.

ستي سانگ سِر جو، پيئن صاف سُرڪي،
ڪيئن وِير وارث، وِهاتيا وتيءَ تي.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-55، ص-38)

• **وِهِسَڻُ**: مصدر. وِهسڻ. [سن. و= تمام+ هسن= ڪلڻ] تمام گهڻو ڪلڻ- خوش ٿيڻ- سرهو ٿيڻ- گد گد ٿيڻ- مُرڪڻ- ٽِاتي نرڻ- جشن ڪرڻ- نڙڻ.

ف- فوج فراق ۾، فائق ڪيا فضل،
عاشق اُج اُساٽ ۾، وِهسن لاءِ وصل.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-257)

• **وهلور**: ذ. صفت. [سن. وهول+ آور] حيران- پريشان- عاجز- بيقرار- ويڳاڻو- مُنهن لٽل- بي دل- اُداس- تنگ- بيزار- آفت زدو- ڏُکي- ڪک. مُونجهہ ۾- تڙ تڪڙ ۾- ٺَهہ پَهہ- تڪڙو.

ڪوڪو ڳالهيان يار پنهل ديان، ول ول وجان وهلور،
ڏک اسان ڪون بک برهہ دِي، سک اهي هن سور.

(محمود فقير، ٿيهہ ڏينهن، ص-122)

• **وَهِنوارُ**: ذ. [سن. ونوهار= ڏيتي ليتي] هلت چلت- واهپو- آڏت- وهي واٽ- لهہ وچڙ- واسطو. دستور- ڏنڌو. (صفت) سچ- حقيقت- برابر- نيڪ- درست- صحيح.

ونحن اقرب والِي وائِي، فثم وَجهُ الله وڏائِي،
وَفِي اَنفسڪُم ويس وڏائِي، واحد ڪر وهنوار آيا.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-25، ص-134)

• **وِينجهارُ**: ذ. صفت. وينجهر- اُڪريندڙ- ڪاڪ- مُنديون- ہيڙا وغيره ٺاهيندڙ- قلم ڪار- ڪُنده ڪار- هيرا وغيره پالش ڪندڙ- جوهر تراش- هيرن ۾ ڪچ جو ڪم ڪندڙ. هوشيار- سمجهو- ڏاهو- سياڻو- چالاڪ.

جاڳڻ سندي جُهن ۾، وحدت جا وينجهار،
بيائي باري بارُ، غرق ٿيا گرداب ۾.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-254)

- **ويدُ**: ذ. ڄاڻ- پروڙ- سمجهہ- عقل علم- بحث راز- سوز- حڪيم- طبيب- ويد راڄ- طبابت ڪندڙ- ويدي. هندن جو هڪ مذهبي پوتر پُستڪ- ڌرمي ڪتاب.[1]

ويد يجر، رگ، شام اٿرون، برمان مُک پرچار ڪيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-6، ص-176)

- **ويداڻِي**: ذ. صفت. ويدڪو- ويد جو- طبيب جو- طبيباڻو- ويڄوڪو- طبي.

ڪرم ڪُل ويداڻِي، اُپاشن سِڌاڻِي،
گياني و گياني، ڪي سُرمين سمائون.

(محمد فقير، سُر ڪانرو، ڪافي-6، ص-173)

- **وِيرُ**: ذ. صفت. بهادر- پهلوان- جوڌو - سُورمو- سگهارو- ٻلواڻ- ڪونڌر- طاقتور. مضبوط- ڄاڻو- سوريہ - ڀلو- ڀلارو- سياڻو- عاقل- داناءُ- ڀاءُ- برادري- ابي امان ڄائو.

چوڙ مُصلي عصا ڪُوزا، وِير وَساون واري،
جوڳِي جُڳ جوڳ ڪماون جوش جگر ڪر جاري.

(محمد فقير، سُر ڪسوري، ڪافي-3، ص-181)

- **ويراڳِي**: ذ. دنيائي خواهشن کان پري- ويراڳ وارو- بيراڳي- سنياسي- فقير- تارڪ الدنيا. عابد- زاهد. جوڳِي. عاشق.

گنوت گام گگن ڪا گوبند، مني مرد محيسي 'محمد'،
ويراڳِي ويداني، ورو دواني.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-56، ص-97)

---

[1] لفظ ويد جو مطلب معنيٰ ڄاڻڻ، سوچڻ، غور ڪرڻ ۽ حاصل ڪرڻ آهي. ويد لفظ مشهور ڪتابن جي لاءِ استعمال نہ ٿيو آهي، پر هي اهو ادب آهي جيڪو ٻہ هزار ورهين جي عرصي ۾ هند وارن مختلف علمن ۽ رسمن جي باري ۾ گڏ ڪيو ۽ ان جو نالو "ويد" رکيو.
هونئن تہ ويد مختلف ڪتابن جو نالو آهي، جيئن ايورد ويد (طب) سرپ ويد (نانگ جو ويد) پشاچ ويد (چڙهيلن جو ويد)، آگر ويد (شيطانن جو ويد) ڌرويد تير ڪمان جو ويد)، اتهاس ويد (تاريخ)، پر ان ويد (قصن ڪهاڻين جو ويد).
ويد جا هيٺيان چار مشهور ڪتاب آهن:

(1) رگ ويد: ان جا ڏهہ هزار منتر آهن. هي 128 بابن ۽ 10 منڊلن ۾ ورهايل آهي. سڄو ويد نظم ئي آهي. ان ۾ خدائن جي تعريف ۽ سندن وڏائيءَ جا گيت آهن ۽ ديوي ۽ ديوتائن کي مخاطب ٿي انهن کان دعائون گهريون ويون آهن. رگويد سڀني ويدن کان آڳاٽو آهي. پراڻن جي مطابق سڀ کان اڳ يجر ويد هو، ان کي جوڙي چارويد جوڙيا ويا.

(2) يجر ويد: سڄو رگويد تان ورتل آهي، قربانين جي موقعي تي ڳايو ويندو آهي. هن ۾، يگيہ ۾ استعمال ٿيڻ وارين شين کي مخاطب ڪيو ويو آهي.

(3) سام ويد: ان ۾ صرف راڳ ۽ گيت آهن. رگويد جي اڌ جيترو آهي. ڪيترائي منتر رگويد تان ورتل آهن. يگيہ جي رسمن تي ڳايو ويندو آهي. تاريخي لحاظ سان هن ويد جي ڪا خاص اهميت نہ آهي. انهن ٽنهي ويدن کي "تري وديا" يعني ٽنهي علمن جو نالو ڏنو ويو آهي.

(4) اٿر ويد: ان ۾ ڪل 6 هزار منتر آهن، جيڪي تقريباً 24 حصن ۾ ورهايا ويا آهن. اٽڪل هڪ هزار ٻہ سؤ منتر رگويد تان کنيل آهن. تقريباً اڌ نثر ۾ آهن، انهن جو گهڻو حصو جادوءَ جي باري ۾ آهي. اهي ويد قديم آرين جي تمدن جو آئينو آهن، انهن ۾ همہ اوست (وحدت الوجود) جي تعليم ڏنل آهي.

(اقتباس: غير سامي مذهبن جا باني، ص_32، 31)

• **وِيرمُٺ**: ٿ. ماڻهوءَ کي ماريندڙ جادو يا زهر- ڪارو جادو.

عشق دل انگِي، وِير مُٺ سان ونگِي،
جوڳي ڪيڏ گاروڙي آروڙي اڙ ٻنگي.

(محمود فقير، ڪافي-39، ص-67)

• **ويڙهُ**: ٿ. گهاٽو جهنگ- ڳُتيل جهنگ- گهاٽا وڻ- جُهمٽ- جوهر- جُهو. (اسم خاص) ولين ٻوڙن واري سائي زمين.

بادل برسي پاڳ پٽن تي، چوهي ڪيا ڇچڪار،
ڪنوٽيون ڪڙيون، ڳجگاهه گوڙيون، ويڙهه مٿي وسڪار.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-49)

• **ويڙهي**: (ويڙهو) پاڙو- محلو- مارن جو ملڪ.

آهي عشق اسان جو امام آيو، ويڙهي وحدت جي وريام آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-2، ص-107)

• **ويڙهيچن**: واحد. ويڙيچو. ذ. صفت. ويڙيچل- هم وطن.

تار لڳي وئي تن، منهنجو موج ڪري ٿو من!
ڪير ٽِڪي هِت ڪوٽن ۾؟ آئون ويندس ويڙهيچن!

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-48)

• **ويساهُ**: ذ. اعتبار- يقين- ڀروَسو- ويسهه- عقيدو- صديق- اعتقاد- پڪ.

وَنحن اقرب واري ويڙهي، وحدت جي ويساهه،
وصل واڳ ورائي آيس.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-36، ص-89)

• **وِيڪَ**: ٿ. گهٽتائي- عيب- وڏُ- خامي- نُقصُ- اوڻائي- ڪَمي- سُقم- ڳِلا- غيبت- غلطي- ڀُل.

پير نہ ٽِڪي پٽ تي، مُلان ڏنو تو ڊِيڪ،
نہ رکو ادب اشرافن جو، اها وِلها اوهان ۾ وِيڪ.

(محمود فقير، موالي، ص-127)

• **وينگس**: ذ. صفت. حَسين- سُندر- نڪور- ناهوڪو- سهڻو- سوڀياوان- صورتوند- خوبصورت.

منهنجا وينگس ولر ويا ويڙهه ۾، آئون ساڳيا سڀڱر پنهنجا ساريان،
نيڻ ڪٽي تي نهاريان، آئون ڪيئن گهڙي هِت گهاريان.

(محمود فقير، ڪافي-19، ص-55)

## ه

• **هاٿُ**: ذ. [هہ] هٿ- دست- يَدُ. (هاٿ ڪرڻ) هٿ ڪرڻ.

عشق عجيب، نر نجيب، مُنهن مُجيب وِڪايو،

نر ناٿ، ڪري هاٿ، سُرت ساٿ سنڀايو.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-17، ص-163)

• **هاڙهي**: (هاڙهو) اسم خاص. لس ٻيلي جي اولهہ طرف جبلن جي هڪ قطار جو نالو.

رمز رندي دارايا، گهن هاڙهي ڏي هل تون.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-38، ص-89)

• **هالار**: (اسم خاص) سنڌ جي اُلهندي طرف واري جبلن جي قطار جو نالو (جنهن ۾ مکيہ ٽي جبل اچي وڃن ٿا: ڪُرو جبل، ڪيرٿر جبل ۽ پَبُ جبل. ڪڇ، ڪاٺياواڙ جي اُلهندي پٽيءَ جو نالو (جنهن ۾ جام ننگر شامل آهي).

سيد سالار، حُسن هالار، ڏٺي ديدار لٿي ڏوڪي،

فوج فقير، پارس پير، اجهو اڪثير اُمت دي.

(محمود فقير، ڪافي-52، ص-78)

• **هامَ**: ٿ. [سن. آمر= هائو] هائوڪار- اقرار- قبوليت- دَمُ- دعويٰ. ٻٽاڪ- لاف.

عشق حُسن جا هُل هُلائِي، هٽي حملي سان هڪ هام آيو.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-2، ص-107)

هام انهيءَ ۾ عاشق اڳهين، گوهر ٽي گذريا،

ديڳ زهر جي ويڳ ولوٽيين، مجني ڪي مُجرا.

(محمود فقير، ڪافي-16، ص-53)

• **هاهُوتُ**: صوفين جي پنڌ (سلوڪ) جي هڪ منزل. لاهوت کان مٿي سلوڪ جي پنجين منزل.

ناسوت چا ملڪوت معنيٰ، جبروت چا لاهوت لام،

هاهوت چا همدم هنگامون، ياهوت چا آهي بيان.

(محمد فقير، سُر پيم پلاس، ڪافي-8، ص-53)

• **هُبڪارا**: واحد. هُبڪارو. ذ. خوشبوءِ اوٻارو- دل کي وڻندڙ جهوٽو. سُرهاڻ- سُرهاڻ واري هوا.

هڪل حقيقت والي هادي، حال هميشہ حياتي،

حُسن حقيقي هُل هُلاڪي، هرجاءِ ڪر هبڪارا.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-23، ص-119)

• **هِجر**: ث. [ع. هَجَرَ= هُو لڏي ويو] جُدائي- وڇوڙو- فراق- آراڏي- وڪرائي. ڦوڙائو.

هِجر وَصل دا سير سُڃاتم، لاشڪ تي لاٿاني، گوهر گياني.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-37، ص-89)

• **هَڇا**: (هڇارو) ذ. صفت. قاتل- خوني- گهاتڪ- ظالم- قهار. وحشي- درندو- خونخوار- راڪشس- دئيت- پاپي- ڏوهي- گنهگار- لعنتي- عيبدار. ذليل- بدنام- خوار.

تون ڪسبياڻي ڪميڻي حرامڙي هَڇا،

ديس ڇڏيئي ديواني، ڪتي پار ٻچا.

(محمود فقير، خيري، ص-136)

• **هِردي**: (هِردو) ذ. [سن. هرديہ. هرة، مَن] خيال ڪرڻ جي جاءِ. من- چِت- دل. هنيون- قلب- ضمير- چيتو- جگر- هِيانءُ. علم- پروڙ- ڄاڻ- سمجهہ. گيان- فهم- زيرڪي- ٻَڌي.

هِردي ۾ هرنام، تيرٿ تنهنجو تو ۾ آهي،

هري هرچند هندو مومن، هنگلاچي ها گام.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-2، ص-54)

• **هَرٽا**: واحد. هرٽو. اُهو ڏاند وغيره جنهن جا سِڱ سڌا هجن ۽ هرڻ جهڙو رنگ هجي. هرڻ رنگو.

ڏاڍا جوان ڏُنگرا، سي دُهرا ڌمالِي،

اندريان هٽن اوچتو، سي هرٽا حمالِي.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

• **هَرِي**: ذ. [سن] اسم خاص. هندن جي اوتار جو نالو- وشنوءَ جو نالو- ڪرشن مَهاديو- شِوُ. پرميشر- برهما- ڀڳوان- ايشور.

هِر دي ۾ هرنام، تيرٿ تنهنجو تو ۾ آهي،

هرِي هرچند هندو مومن، هنگلاچي ها گام.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-11، ص-79)

• **هَڙپُ**: ذ. صفت. سڀ ڪجهہ ڳڙڪائي ويندڙ- سڀ شيءِ هضم ڪري ويندڙ. پراڻو مال ڦٻائيندڙ- لالچي- حريص- تاڪائو- طاماعو- لوڀي. ناجائز طريقي پئسو وٺندڙ- رشوتي- رشوتخور.

ٿور هلي هڪ او عجائب، آوندا مور متارا،

رخت رلي تي جهڙپ ڏيندا، ول آوندا هڙپ هزارا.

(محمود فقير، گهوڙو، ص-101)

• **هَسُ**: ذ. [گ. هاسلي] زيور جو هڪ قسم- ٻهراڙيءَ جي زالن جو ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ڳهہ يا زيور- ڳچيءَ ۾ پائڻ جو چانديءَ جو وڏو ڪڙو- ڪڙولو- وارلو.

سير سمونڊ جي پير اُڪاري، آئون ويندين ويڙهہ وري،

هس، دُهري، ڪنمال، ڪڙولا، ساڙيان سون زري.

(محمود فقير، ڪافي-8، ص-48)

• **هَسڻُ**: مصدر. هسڻ. [ٿ] کلڻ- ٽهڪ ڏيڻ- خوش ٿيڻ- ٽهڪڙو ڪرڻ.

ڏند مبارڪ موتي موهن پئي متوالي،

هر هر هسن، دلڙي کسن، رس ٻانهپ مين ٻولان.

(محمود فقير، ڪافي-7، ص-81)

پيرِ مُغان تي پيچ پسڻ دي، رنگ برنگي راز رُسڻ دي،

هرجاءِ حاضر حال هسڻ دي، تازي طبل وَڄائون.

(محمد فقير، سُر پيلو، ڪافي-12، ص-113)

- **هَسوار**: ذ. گهوڙي سُوار- گهوڙي تي چڙهيل- سُوار.

حُسن والِي هولِي هرجاءِ حقيقي هَسوار،

حاضر همدم حال ڏنوسي.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-3، ص-7)

آيا هسوار، جنهن دي اختيار، منا مهندار ٻهڳڻ ٻولي،

مخدوم نوح، سرور سونهن، لاهه ورونهن دي ويلي.

(محمود فقير، ڪافي-52، ص-78)

- **هُشِي**: ث. صفت. چُرچ- چورت- ٻَچَ- ٻڙڪي- ٻُٺ ٻرائي. ٽيڪو- ٽيڪر. مدد- واهر- همراهي.

اڳي هُئم پٺ پِير جي، مون کي ڏاڍي حال هُشي،

رهلو سڀ رُسي ويو، ڪٽي خيال خوشي.

(محمود فقير، خيري، ص-140)

- **هَلان**: هَلان ڪرڻ. مصدر. ڪاهه ڪرڻ- حملو ڪرڻ- چڙهائي ڪرڻ.

حُسن هلان ڪر حڪم هلايا،

جلوه ڪول جمال دا جلال دا.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-31، ص-86)

- **هُلائي**: هُلائڻ. مصدر. ظاهر ڪرڻ- پڌرو ڪرڻ- مشهور ڪرڻ- عالم آشڪار ڪرڻ- ٻُڌائڻ.

اول آخر ذات صفت ۾، ڪري ناز نگاهه،

حَقِي هُل هُلائي آيس.

(محمد فقير، سُر تلنگ، ڪافي-31، ص-86)

- **هُماءُ**: اسم خاص. هڪ خيالي پکي. هُما سيمرغ.

ونحن اقرب وارِي وائِي، هرِي حال هُماءُ جيئن هوائِي،

چاهيان چاهيان چاهيان.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-45، ص-33)

- **هَمذاتُ**: ذ. صفت. ساڳيءَ ذات وارو- ساڳئي ڪٽنب جو- ساڳئي قبيلي جو- ساڳئي نسب جو يا نسل جو- هم قوم- پنهنجي ذات جو.

ناز نيشان، عاليشان، سُرت سُجان سِر سارا،

حال حيات، وِچ هندات، تي حُسنات هُبڪارا.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-65، ص-44)

- **هَموارُ**: صفت. برابر- يڪسان- سنئون سڌو- لسو- هڪجهڙو- پٽريل.

ڪُلاجي هوش حق حق دا، حرف هموار هي ڪيتا،
سُخن سينگار هي ڪيتا.

(محمد فقير، سُر بنس، ڪافي-2، ص-156)

• **هَمَہ**: صفت. [ف] سڀ- ڪُل- مڙيوئي- مڙيئي- جُملي.

هرجاءِ همہ همذات تي، هوڪو حَقِي هَٿ هَٿ ڏئي،
همدم ڪُلاجي حال جو، حاڪم هلائين ٿو حڪم.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-16، ص-129)

• **همہ اوست**: سڀ ڪجهہ خدا آهي. صوفين جو قول آهي تہ خدا کان سواءِ ڪنهن شيءِ جو وجود ناهي. هي خدائي آهي، جيڪو مختلف شڪلين ۾ جلوه گر آهي.

هہ- همہ اوست جي هڪل هڪ هلالهہ،
همہ ۾ همذات ٿي، بيشڪ بي مثال.

(محمد فقير، سي حرفي-2، ص-252)

• **هَنباري**: ث. هاٿيءَ تي رکيل ڇَٽ- پالڪي- ڪجائو (هاٿيءَ جو) هاٿيءَ تي رکيل ڏولي.

ونگ واهوٽي پيچيندا ٽاري،
مليا "محمود" ڪُون هاٿي هنباري.

• **هِنگلاجُ**: اسم خاص. بلوچستان جي جبل ۾ هڪ مڪان جو نالو- ناٿ پنٿي هَٿ. يوگين جو آستان- ياترا جو ماڳ.

سامي سانڍي سور، هليا ويا هنگلاج ڏي.

(محمد فقير، سُر جوڳ، ڪافي-1، ص-191)

• **هنُومانُ**: اسم خاص. هندن جي روايتن ۾ هڪ سردار. بندرن جو سردار.

ڌُوارانند ڪبيرا ڪاشي، ڪرشن ڪنهيا ڪان هُون،
لڇمن رام تي سيتارانون، لنڪائي هنومان هون.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-16، ص-180)

• **هُوَالاَوَلُ هُوَ الآخر**: [ع. قول] هو (خدا) سڀ کان اول ۽ سڀ کان آخر آهي.

هُوَ اِلاول هُو الآخر، ظاهر باطن جوش جلال.

(محمد فقير، سُر بلاولي، ڪافي-7، ص-9)

• **هوڏ**: ضد- حُجت- شرط بازي- تڪبر- هٺ- وڏائي- غرور.

ر- رباني راهہ جو، رندي پروڙي راز،
هٽي هٺڻ هوڏ ڪي، پڙهہ نوڙت جي نماز.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-255)

• **هورُ**: ذ [ع. هول] هورو- هُرڪُر- ڳڻتي- ڪٽڪو- دڙڪو- ڏَپُ- خوف- خطرو- وِنڌ- وِسوَسو- خيال- چرڪ- ويچار- وَهم- آڌڪو- فڪر. گوندر - غم. اور- ٻيا.

تخت هزاري دي جوڳي جنگي، ڪيتي حملي هور هور،

آيا ماهي ميڏي سانگي.

(محمد فقير، سور جوڳ، ڪافي-13، ص-196)

پرپات، جو اوطاق، ڏسي تاڪ تاڙيون،
هنئين هور، تيم زور، ڏسي محل ماڙيون.

(محمود فقير، ڪافي-2، ص-45)

- **هُوڙا**: (هُوڙائي) ث. تڪڙائي- اُبهرائي- هوڙهائي- بي صبرائي.

ڪجر ڪنهن ڪنارجا، سي هُل ڪل هُوڙا،
نانگا پنهنجي نسل تي، سي ڳل پون ڳوڙها.

(محمود فقير، خيري، ص-139)

- **هُونگ**: ث. هونگار- هونگارو- هُون جو آواز- بنا ڳالهائڻ جي آواز. هوشياريءَ سان ٻڌڻ جي نشاني. گهٽو گوڙ- هلڻ جي تات. برسات ۾ نئين جي وهڪري جي هونگ. ڳنيڪو.

بوڙ ٻُلاءَ تي هونگ لڳي پئي آ، ڪارڪان را ڪوڙ،
پڻ ڀائٽيو تنهنجو بي عقل آهي، ٽڪران ران رو ٽوڙ.

(محمود فقير، گنگو، ص-109)

- **هولِي**: ث. هندن جو هڪ مشهور ڏڻ. تماشو- رؤنشو. عيش عشرت.

برهه جي بازار ۾، ٿي حُسن جي هولِي،
گهوري گهوٽ پنهونءَ جي، ٿيس ڳوٺن ۾ ڳولي.

(محمود فقير، بيگم، ص-117)

ويک حُسن ديان هوليان، اکيان والي اولي اندر.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-10، ص-126)

- **هُئڻ**: مصدر. [پرا. هوئبو: سن. ڀوُ= ٿي] هئڻ ٿيڻ- رهڻ. هٺ- خودي- اهنڪار. وجود- هستي- بود.

ر- رباني راهه جو، رندي پروڙي راز،
هٽي هئڻ هوڏڪي، پڙهه نوڙت جي نماز.

(محمد فقير، سي حرفي-3، ص-255)

# ي

- **ياڪي**: ذ. صفت. باغي- ڦريل- بغاوتي- جدا رهندڙ- اڪيلو- هڪڙو- اڪيلي سر. بيزار، لا اُبالي، بي پرواهه.

’محمد‘ ميثاقي، اکين ۾ اوطاقي،
ٿيو يار ياڪي، ڪري شوق شاهي.

(محمد فقير، سُر پهاڙي، ڪافي-2، ص-122)

يار ياڪي، ٿيون اوطاقي، مين فراقڻ ڦِر دِي،
سچي سيالي، پون پالي، مين پُڪاران ڪر دِي.

(محمود فقير، ڪافي-64، -85)

• **ياوَرُ**: ذ. صفت [ف] دوست- يار. مددگار- مُعاون- نائب- يارغار- ساٿي- دستگير- حمايتي- حامي. لهندڙ- لڳندڙ- ڳوليندڙ- جاچيندڙ.

'محمد' يوسف جو ياور يرانو،

يڪدم يسر ٿيو ياڪي يگانو.

(محمد فقير، سُر پيروي، ڪافي-7، ص-12)

• **يَجَرويدُ**: ذ. [سن] چئن ويدن مان ٻيو نمبر ويد (هندن جو) ڌرمي پستڪ.

ويد يجر، رگ، شام، اٿرون، برمان مُک پرچار ڪيا.

(محمد فقير، سُر ڪونسيہ، ڪافي-6، ص-176)

• **يڪبار**: (يڪ بارُ) ظرف. هڪ دفعي- هڪ ڀيري- هڪ وقت.

• **يڪدل**: (يَڪ دِل) ظرف. هڪ صلاحو- يڪ زبانو- هڪ هٽيو- متفق راءِ.

'محمد' مَهٽي مرد قبولن، محبت ڏِي مهندارِي،

يڪدل ٿي يڪبار يگاني، ياور ڪرڪي يارِي.

(محمد فقير، سُر ڪسوري، ڪافي-3، ص-182)

• **يَگانُو**: ذ. صفت. نرالو- علحدو. پنهنجي هنر ۾ قابل- ماهر- هوشيار.

يگانو يار ٿي ياڪي، ڀلي آيو ڀلي آيو،

صُراحي جو سخي ساقي، ڀلي آيو ڀلي آيو.

(محمد فقير، سُر پهاڙي. ڪافي-29، ص-136)